# ڪُرسي

(مضمون ۽ ترجما)



عبدالقادر جوڻيجو

ڪاوش پبليڪيشن

بي ٿو سول لائنز پوسٽ باڪس نمبر 43- حيدرآباد

كتاب جو نالو: ڪُرسي (مضمون ۽ ترجما)

ليکڪ: عبدالقادر جوڻيجو

پهريون ايڊيشن: سيپٽمبر 1998ع

ڇپائيندڙ: ڪاوش پبليڪيشن

ڇپيندڙ: سنڌ پرنٽنگ ۽ پبلشنگ هائوس حيدرآباد

تعداد: هڪ هزار

مُلهه: پنجويهه روپيا

ائڊريس: بي ٽو سول لائنز پوسٽ باڪس نمبر 43

# فهرست


- مهاڳ 6
- مضمون 9
- ڪُرسي 11
- سنڌ ۾ تعليم جا ترا ڪيئن نڪتا 14
- ايڊز نمبر 3 27
- رڳو سنڌ ۾ ڌاڙا گردي ڇو 30
- سنهي ريڙهي 51
- سماجي نفسيات جون ڪجهه حقيقتون 56
- ميڊيا جا ڪجهه روپ 61
- ڇا صحيح تاريخ لکڻ ممڪن آهي 77
- فيصلن جا نتيجا 80
- ڪارو ڪاري ۽ اڇا اجرا ماڻهو 82
- ترپا ۽ وسڪارو 87
- مارئي ۽ مارئيءَ جُو ميلو 92
- ميڊيا، ڏاهپ ۽ ولي محمد ڍهوٽ 97
- ميڙا ۽ فنڪشن بازيون 101
- هِتان هُتان جون 107
- ترجما 109
- ٽوابن ۽ راجائن جا شونق شڪار- (ليري ڪولنس) 111
- سوويت يونين ٽٽڻ کان پوءِ وچ ايشيا جون رياستون 128
- پارليامينٽ ۾ منهنجا ڪجهه سال- (خشونت سنگهه) 146
- وسلاوا سزائمر بورڪا جو انٽرويو 155
- ادب ۽ سياست 160
- انگريزن جا پرڪار- (جارج مائيڪسن) 166
- آميريڪين جا احوال- (جارج مائيڪسن) 172
- يارت ۽ يارت جا جوتشي 177
- خشونت سنگهه جو انٽرويو 183

# انتساب



مرحوم عبدالکریم پلیءَ جي نالي.

# مهاڳ

مون لاءِ ڪتاب هڪ اهڙو نشو آهي، جنهن جو ڪو مٽ ئي ناهي. پڙهڻ جي حد تائين ته اهو خفت پورو ڪندو رهندو آهيان، پر جيستائين لکڻ جو تعلق آهي ته آئون پڙهندڙن کي ايترو ڪجهه ڏيئي نه سگهيو آهيان، جيترو ڪجهه مونکي ڏيڻ کپي. ڪارڻ اهو آهي ته آئون انهن ليکڪن مان آهيان، جنهن لاءِ گهر جي ۽ گهر جي ڀاتين جي ذميواري پهرين ڳالهه آهي ته ٻيون ذميواريون پوءِ جي ڳالهه آهي. آئون پنهنجن ٻچن کي رڻ ۾ رولڻ نٿو گهران. گهر ڀاتين جي ذميواري ڪٽڻ لاءِ مون وٽ اهڙي نوڪري ياڏنڌو ناهي جو حرام ۽ قرمار جو پئسو هجي، جو ٻارن جي گذر سفر کان آجو ٿي ڪتاب لکڻ ۾ مصروف ٿي وڃان. مائٽن وٽ جيڪا ملڪيت هئي، اها منهنجي سرجڻ کان اڳ ٻيننگ ڪري ڇڏيائون. ڪير ڪجهه به چوي، پر اڄڪلهه سڪي پگهار مان گهر هلائڻ ناممڪن آهي. انهي سچي حقيقت کي سامهون رکي ٽي وي ڊراما لکي پورت ڪندو آهيان. 13 قسطن جي هڪ سيريل لکڻ لاءِ پورا پنج سئو صفحا ڏينهن رات هڪ ڪري لکڻا پوندا آهن. نتيجي ۾ ڪتاب لکڻ جي شوق جي قرباني ڏيڻي پوندي آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو اجان تائين هيترن سالن گذرڻ کانپوءِ به پنهنجو ناول "سو ديس مسافر منهنجو ڙي" کي آخري لکت مان ڪڍي نه سگهيو آهيان.

هڪڙو وقت هو جو موڪل جي ٿائيمر کانپوءِ آئون پاڻ وقت جي شڪار ٿيل دوست اسلم اڪبر قاضيءَ سان سندس گاڏي کاتي واري آفيس ۾ ويهي سندس اخبار لاءِ متاڪٽ ڪندو هوس. انهيءَ متاڪٽ ۾ سهيل سانگي ۽ علي حسن به اسان جا شريڪ هئا. ڪڏهين ڪڏهين اسان کي ائين لڳندو هو ته اسان سزا يافته يوناني ديوتا سسيفس وانگر آهيون، جنهن جي سزا اها هئي ته ڪيس وڏو پٿر ڪٽي جبل تي لهندي چڙهندي سڄو وقت ڪاٽڻو هو. انهيءَ وقت علي قاضي پنهنجي دنيا ۾ گم هو، پر ايوب قاضي وڏو پستول ڪک ۾ ٽنگي اڄي نڪرندو

هو تہ گهڻ ۾ گهڻ مون کي تہ تحفظ جو احساس ڏيندو هو. اهو وقت اهو هو جڏهن اخبار ڪاوش اڃا وقت جي پيٽ ۾ پلجي رهي هئي. انهن ڏنهين رڻن ملڻن ۽ ڪلڻن پاڻرن نيٺ هٽي وڃي هنڌ ڪيو. الله سائين ڪنهن جي محنت ڪو نہ ٿو وڃائي. اڄ ڪلهہ اها ڪاوش اخبار ڪڪرن سان ڪلهو هڻي رهي آهي.

انهي وچ ۾ مون پين اخبارن لاءِ بہ لکيو. پر لاڙڻاڻ وانگر ڳولي رلي پنهنجي اصلي پٽ يعني ڪاوش ڏانهن رکي رکي موٽ ڪائيندو رهيس. هت آئون انهيءَ اڻ جو ذڪر ضروري ٿو سمجهان. جنهن تي مون پنهنجي ادبي زندگي جي بهترين ڪهاڻي ”هورو“ لکي. اصل ۾ ائين جو وڏو ماڳ لاڙ آهي. ڇاڪاڻ تہ لاڙ ۾ لاڻو گهڻو ٿيندو آهي. جيڪو اڻ ذات لاءِ دنيا جي بهترين ڊش آهي. تہ جا ۽ خاص ڪري مهراڻي جا ماڻهو لاڙ مان انيون خريد ڪندا آيا آهن. پين لفظن ۾ تہ ڪي لاڙ انيون سپلاءِ ڪندي رهي آهي. پر گڏوگڏ ترين ڪي انهن انين ڪي اڪ ۾ رکڻو پوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ لطيف سائين جي لفظن ۾ ”سر نسريا پاند“ جي موسم ايندي آهي، سائبيريا مان ڪونجون ڪُرڪنديون ڏکڻ ڏانهن ولر ڪري ورنديون آهن تہ پئي پاسي لاڙ جون انيون مالڪ جي نظر بچائي پنهنجي ماڳ لاڙ ڏانهن پڇنديون آهن. ڪاوش جو ۽ منهنجو اهو ئي رشتو رهيو آهي. ”پاڻ ئي رسي ڪاوش ڇڏي“ ويندو آهيان ۽ وري جڏهين ”هورو ڪٽندو اٿم تہ پاڻ ئي پرچي واپس موٽندورهيو آهيان. ۽ قاضي پاڻر ميار ڏيڻ جي بدران مرڪي منهنجي آءُ ڀڳت ڪندا رهيا آهن. ائين رکي رکي آئون ڪاوش لاءِ مضمون لکندو رهيو آهيان. اهو سلسلو تڏهين گهڻو اڳتي وڌيو، جڏهن منهنجي ڳوٺائي شاعر مظهر لغاريءَ اخبار جا اندريان صفحا سنڀاليا.

مضمونن جو هي مجموعو بہ ”ڪاوش“ جي ڪاوشن جو نتيجو آهي.

ظاهر آهي تہ اخبار عام ماڻهو پڙهندو، انهي ڪري پنهنجي ڳالهہ عام ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ ڏکئي موضوع کي بہ سولن لفظن ۾ ۽ مختصر جملن ۾ بيان ڪرڻ گهرجي، منهنجو پنهنجو ذاتي خيال آهي تہ ڪتاب بہ عام فهم هئڻ گهرجي. پيو تہ ٿهيو پر ڪائنات جي سائنس جي ماهر ڪارل ساگان اطلاقي سائنس جهڙي ڏکئي موضوع کي (cos mos) نالي ڪتاب کي ايڏي عام فهم زبان ۾ لکيو جو اهو ڪتاب بيسٽ سيلر ٿي وڪاڻو ۽ اردوءَ ۾ منور سعيد انهيءَ ڪتاب جو ترجمو ڪري سگهيو. اهڙي ساڳي طرح B B C وارن نفسيات جهڙي ڏکئي موضوع کي عام فهم ٻولي ۾ Stressنالي ڪتاب ۾ شايع ڪرايو، BBC وارن پين اهڙن عام فهم ڪتابن جو ڇپائي جو سلسلو شروع ڪري ڇڏيو آهي، انهن ڪتابن ۾

اڪثريت ميڊيڪل سائنس جي ڪتابن جي آهي. جڏهن ٻئي دنيا ائين پيئي ڪري ته اسان ڪي به بقراطيت ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي، سو مون ڪوشش ته وڏي ڪئي آهي ته هي مضمون پڙهڻ وقت پڙهندڙ اوباسيون ڏيڻ کان پاسو ڪري.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته اڄ ڪلهه اسپيشلائيزيشن جو دور آهي، پر انهي هوندي به ڪنهن خاص موضوع تي لکڻ وقت ٻين موضوعن کي ڇهڻو ٿو پوي ته جيئن ڳالهه چٽي ٿي بيهي، سماجيات، سماجي نفسيات، سياست، ميڊيا ۽ ادب وغيره تي لکندي مون کي انهن موضوعن سان گڏ ٻيا موضوع به گڏڻا پيا آهن.

مون کي ليکڪ جو نالو وسري ويو آهي، پر انهي ليکڪ ڏاڍي ڀلي ڳالهه لکي آهي "ته جڏهن آئون لکندو رهندو آهيان تڏهين ته اها لکٽي منهنجي پنهنجي هوندي آهي. پر جڏهين اها ڇپجي پڌري ٿي ويندي آهي ته منهنجي نه رهندي آهي ۽ پڙهندڙ جي ملڪيت بڻجي ويندي آهي." هنن مضمونن جي باري ۾ اڳي توڙي هينئر توڙي آئندي لاءِ منهنجي اها ساڳي راءِ آهي. ڪنهن کي منهنجو مضمون وڻي ٿو يا نٿو وڻي يا ڪنهن کي ڪاوڙ ٿي چڙهي ته اڪِسي وڃي چڙهي. جنهن کي جيڪي چوڻو هجي وڃي چئي. آئون ڳالهه ڪري، چوڃڙي ڏيئي اڳتي ٻئي ڳالهه ڏانهن وڌي ويندو آهيان ۽ پوئتي نه نهاريندو آهيان ته ڪير منهنجي لاءِ ڇا ٿو چوي، منهنجي ان رويي تي منهنجي گهر واري نجمه چوندي آهي ته " تون ليکڪ جي بدران هڪ اهڙو شرارتي ٻار آهين، جيڪو واٽ ويندي کي پويان چهنڊڙي هڻي، پٺ آڏو لکي ڪلندو رهندو آهين ۽ تو کي اهو احساس نه رهندو آهي ته واٽهڙو مسڪين ڪهڙي عذاب مان گذري رهيو آهي. تو کي پنهنجي ڪل سان مقصد هوندو آهي"

سو هي ڪتاب به پڙهندڙ جي حوالي ڪري، پاڻ ٻئي ڪتاب لکڻ لاءِ اڳتي وڌي ويندس، ڪتاب ڄاڻي ته ڪتاب جا پڙهندڙ ڄاڻن.

**عبدالقادر جوڻيجو**

**ڄامشورو**

# ڪرسي

ڪرسي هڪ اهڙي شئي آهي جنهن جون جيتريون ڳالهيون ڪجن اوتريون ٿوريون. ڪرسيءَ تي شينهن ويهندو آهي ته گدڙ ٻڌجي ويندو آهي. جي گدڙ ويهندو آهي ته شينهن ٻڌجي ويندو آهي. ٿيندو هيئن آهي ته ڪرسي ۾ قدرت ڪا اهڙي ڇڪ رکي آهي جو جڏهن مٿس ڪو شينهن مڙس ويهندو آهي ته ويهڻ سان ڪيس ڪرسيءَ ڪان ته ڊپ نه ٿيندو آهي، پر ڪرسي ڦرجڻ جو ڊپ اچي ڪٽيندو اٿس. ڇاڪاڻ ته ڪرسيءَ تي ويهڻ کان پوءِ ڪرسي ماءُ جي هنج کان وڌيڪ گرم، پيءُ جي ڇانءُ کان وڌيڪ ٿڌي، اولاد جي مرڪ کان وڌيڪ دلنشين، محبوبه جي ادا کان وڌيڪ خوبصورت ۽ يار جي ٻڪ کان وڌيڪ مضبوط ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ڪرسيءَ جي عشق جو پهريون اثر دل تي ٿيندو آهي. نتيجي ۾ ماڻهو دل هاري ويهندو آهي ۽ همت جي سائيز گهٽجي ويندي اٿس. نتيجي ۾ بهادر ماڻهو وسوسن ۾ اچي بزدل ٿي ويندو آهي. ساڳيءَ طرح جڏهين گدڙ ڪرسي تي ويهندو آهي ته ڪرسيءَ جي سگهه گدڙ کي شينهن بڻائي ڇڏيندي آهي. نتيجي ۾ بزدل ماڻهو اها سگهه حاصل ڪري آئي وئي ڪي، غريب غربي کي ۽ پاڻ کان ڪمزور ماڻهو کي پنهنجي طاقت ڏيکارڻ لاءِ ٻنان ڪنهن خوف خطري جي نه رڳو لٺ ڏيکاريندو آهي، پر لٺ هٽي به ڪيندو آهي. ڇاڪاڻ ته جيئن ڪرسيءَ جو پهريون اثر بهادر ماڻهو جي دل تي ٿيندو آهي، تيئن ڪرسي جو پهريون اثر بزدل ماڻهوءَ جي دماغ تي ٿيندو آهي، نتيجي ۾ بزدل ماڻهو جو مٿو خراب ٿي ويندو آهي ۽ سندس همت جي سائيز وڏي ويندي آهي، نتيجي ۾ گدڙ شينهن ٻڌجي ويندو آهي.

ڪرسي تي جڏهن داناءُ ماڻهو ويهندو آهي تہ اهو نادان بڻجي ويندو آهي ۽ جڏهن نادان ماڻهو ويهندو آهي تہ اهو داناءُ بڻجي ويندو آهي. جيئن ڳجهن کي سؤ ڪوهن تان خبر پوندي آهي تہ فلاڻي هنڌ ڳئون يا ٻڪري مئي پئي آهي، پوءِ اهي ڳجهون اتي پهچي مئل مال جا ٻوٽ پٽي کائيندا آهن. آسمان ۾ ڳجهون اڏامنديون آهن ۽ زمين تي ڳجهن جي انساني شڪل ۾ چمچا رهندا آهن. انهن چمچن کي سؤ ڪوهن تان خبر پوندي آهي تہ فلاڻو داناءُ ماڻهو ڪرسي تي اچي وينو آهي، بس پوءِ تہ پيچ پيچان شروع ٿي ويندي آهي ۽ بقول علي قاضي جي "نوٽ ڪلچر" پيدا ٿي ويندو آهي. چمچا پهچڻ سان شريف ماڻهن کي نوٽنيون هٽي ڏڪا ڏيئي بيهڙو ڪري ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا آهن ۽ اشراف ماڻهو هونئن بہ هڪ نوٽ جو خرچ هوندو آهي، سو پوءِ اهي چمچا ڪرسي تي ويٺل داناءُ ماڻهو جي چوڌاري گهيرو تنگ ڪندا آهن ۽ پوءِ ڳجهن وانگر نونگا هٽي، داناءُ ماڻهو جو عقل ڳڙڪائي ويندا آهن ۽ ڪرسي تي ويٺل داناءُ ماڻهو نادان بڻجي چمچن جي اشارن تي نچي نچي پنهنجو پاڻ بيڙو ٻوڙي وجهندو آهي ۽ خلق خدا جي عذاب ۾ اچي ويندي آهي. اهڙي ساڳي طرح جڏهن نادان ماڻهو ڪرسي تي ويهندو آهي تہ داناءُ ٿي ويندو آهي. اصل ۾ عقل ڪو پر ڪري اڏامي وٽس ڪو نہ ايندو آهي، پر ڪرسي تي ويهڻ کان پوءِ حاڪم جي آنا ڏئي تہ بہ واهہ واهہ، جي ٻچا ڏئي تہ بہ واهہ واهہ. وڏو ماڻهو ابتي سٽڻ پائي هلي تہ ماڻهو چوندا تہ نئون فيشن ڪيو اٿس، پر جي غريب ماڻهو سولا ڪپڙا پائي هلي تہ چوندا تہ مٿو ڦريو اٿس. وڏو ماڻهو گاريون ڏئي تہ چوندا تہ نئين زبان ايجاد ڪئي اٿس، پر جي غريب ماڻهو عقل جي ڳالهہ ڪري تہ چوندا تہ ٻوڙ ٿو هاري. وڏو ماڻهو پولڙي وانگر ٽپ ڏيئي وڻ جي ٽار ۾ اونڌو لڙڪي ڏند ڏيکارڻ شروع ڪري تہ چوندا تہ ورزش ڪري پنهنجي جسم کي فٽ ٿو ڪري، پر جي غريب ماڻهو پنهنجي جسم کي فٽ رکڻ لاءِ اوڏر تي جاگر وٺي واهہ جي پٽڙيءَ تي جاگنگ ڪري تہ چوندا تہ چريو ٿي پيو آهي.

ڪرسيءَ تي ويهڻ کان پوءِ ڪرسيءَ تي ويهڻ واري جا دشمن سندس دوست بڻجي ويندا آهن ۽ نتيجي ۾ دوست وري دشمن بڻجي ويندا آهن. چاڪاڻ تہ ڪرسي کي پنهنجي رنگ مٽائڻ جي عادت آهي، جڏهن ڪرسي رنگ مٽائيندي آهي تہ ڪرسيءَ تي ويهڻ وارو بہ رنگ مٽائيندو آهي.

ڪرسي امتحان بہ وٺندي آهي. مثال ڪٺي وٺو تہ ڪرسي تي ويھڻ واري جو نالو الف خان آهي. سو جڏهن الف خان جي اصليت جي خبر پئجي ويندي آهي. پين اکرن ۾ الف خان جو امتحان ٿي ويندو آهي، پر ساڳيو الف خان جڏهن ڪرسي تان لهندو آهي تہ وري الف خان کي پنهنجي دوستن جي اصليت جي خبر پئجي ويندي آهي، ڪيس ٽيسٽ ڪرڻ لاءِ ڪرسي کان وڌيڪ ڪا بہ بهتر جڳهہ ناهي.

ڪرسي تي ويھڻ وارو چاهيندو آهي تہ هو مرڻ گهڙي تائين ڪرسيءَ جي ٻڪن مان نہ نڪري ۽ ايڪسٽينشن وٺندو رهي. هو چاهيندو آهي تہ مرڻ کان پوءِ سندس ميت بہ ڪٺ جي بدران ڪرسي تي کڻجي، مقام ۾ پهچي. همراهہ جا هٿ پير پيا لڏندا، نظر ڪم ڇڏي ويندي، سٽڻ ۾ اڳٺ بہ سيڪريٽري وجهيو ڏيندا تہ بہ ڪرسيءَ جي جند نہ ڇڏيندو. همراهہ کي ڪرسي تان لاهڻ جي ڪوشش ڪندي ڏڪو ڏيو تہ بہ ڪرسي جي ٽنگ جو حصو ڪٽيو سڌو قبر ۾ هليو ويندو. بقول اسان جي يار انور مقصود جي تہ ”ڪرسيءَ جي عشق ۾ قاتل شخصً آيت الڪرسي پڙهڻ جي موقعي تي ڪرسي ڪرسي پڙهندا جهان ڇڏي ويا.“ سياڻي جي هلندي ڪو عالم سڳورو فتويٰ ڏئي وجهي تہ دوزخ ۾ موجود عذابن سان گڏ ڪرسيون بہ رکيون آهن تہ ڪيترائي ڪامورا ۽ سياستدان بهشت ۾ وڃڻ جي بدران خون ڪري، ڌاڙا هڻي، قوت باهہ جون سيون هٿائي زوري زنائون ڪري سڌا دوزخ ۾ هليا ويندا.

ڪرسي خاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ ڪوٽا سسٽم جي ضرورت ناهي، ڪنهن بہ ميرٽ جي ضرورت ناهي، ڪنهن بہ دين ڌرم نظريي ۽ اصول جي ضرورت ناهي، بس ديوان جي ٽوپي جي ضروت آهي. انهيءَ ديوان جي ٽوپيءَ جو قصو ڪجهہ هن ريت آهي تہ هڪڙو ويچارو هوندو هو ديوان. غريب ماڻهو هو. هڻڙو هلائيندو هو. مسلمانن جي وڏي ڳوٺ ۾ اڪيلو ديوان هو. سو روز صبح جو اٿي پنهنجي ٽوپي ڇنڊيندو هو ”واهہ ڙي منهنجي ٽوپي واهہ! تنهنجو نالو ڪير وٺي؟“ تون تہ روز ڏهن ٻارنهن وڏن ماڻهن جي پيرن تي ٿي ڪرين. تنهنجو نالو ڪير وٺي؟ واهہ ڙي منهنجي ٽوپي واهہ!“ بس اها ٽوپي هٿ ۾ هجي تہ پاڻيهي ڪرسي ملي ويندي.

# سنڌ ۾ تعليم جا ترا ڪيئن نڪتا؟

سنڌ جي هڪ اڳئين وزير اعليٰ کي پنهنجي دؤر ۾ شوق اڀريو ته جهونن جهونن نالي وارن تعليمي ماهرن کي گهرائي تعليم جي پلي لاءِ ڪي صلاحون سوڙهيون ڪجن. ڳالهه ته پلي هئي، پر علي احمد بروهي، ولي رام ولڀ ۽ مون کي الائي ڪهڙي ڪاتي ۾ وجهي سڏ ڏنو ويو هو. مون کي خبر آهي ته اهڙين ميٽنگن ۾ ميڙن مان ڪجهه به ورڻو ناهي، رڳو ڳالهائي ڏندن مان ڇيڙهه ڪيڍڻو هوندو آهي. مون کي ڪنهن ٻڌايو هو ته وزير اعليٰ صاحب انگريزي جي ملاڪڙي ڏسڻ جي شوق ۾ ڏاڍيون ٽاٽايون وٺي، ميڇن کي تيل هڻي وجي، وزيراعلي هائوس مان نڪتس. يارن کي صلاح آهي ته جي ڪنهن کي پنهنجي شڪل حاڪم کي ڏيکارڻي آهي ته وڃي اڳئين سيٽ تي ويهي، جي تماشو ڏسڻو اٿس ته پوئينءَ سيٽ تي وڃي ويهي. سو هيءُ ٻندو به وڃي پوئين سيٽ تي ويٺو. پهرين ته انگريزي ڳالهائڻ جو خفتي وزيراعليٰ انهن سيني ڪمزورين ۽ خامين تان پردو ڪٽي ويو، جن جي ڪري تعليم جو ۽ خاص ڪري پرائمري تعليم جو بنيادي پٽر ڪري پيو آهي. تقرير کانپوءِ تعليمي ماهرن جي اڳيان اها ڳالهه رکي ته مون کي صلاح ڏيو: انهيءَ تي سنڌ ۾ سالن جا سال انسپيڪٽر آف اسڪولس، ڊائريڪٽر تعليم ۽ سيڪريٽري تعليم جي عهدي تي رهندڙ هڪ جهونو تعليمي ماهر، وڏي ڪڙڪي سان چوڻ لڳو، ”سائين! سنڌ جي تعليم تباهه ٿي وئي آهي، اپيڙو ٻڏي ويو آهي، خانو خراب ٿي ويو آهي ۽ وڏو ظلم ٿيو آهي“. انهيءَ تي وزيراعليٰ چيس، ”سائين منهنجا! اهي ڳالهيون ته آئون ڪري ويٺو آهيان. اوهان کي انهيءَ لاءِ گهرايو اٿم ته مون کي انهيءَ ظلم جو حل ٻڌايو“ اتي وري تعليمي ماهر چيو ”سائين قهر ٿي ويو آهي، تعليم تباهه ٿي وئي آهي“. وزيراعليٰ وري به پنهنجي انهيءَ ذات ڀائي سيد کي بي وسيءَ وچان چيو، ”سرڪار! اها ڳالهه ته آئون ڪري ويٺو آهيان، مون کي انهيءَ قهر ختم ڪرڻ جو ڪو

حل ٻڌايو“. انهيءَ تي تعليمي ماهر وري پيو ڦهر ۾ ظلم جو رڪارڊ وڃائڻ شروع ڪيو، ته وزير اعليٰ ڪاوڙجي پيو ۽ چند ٻٽياٽينس، ”ته آئون هڪڙي ڳالهه پيو پڇان، تون ٻي ڳالهه پيو ڪرين، ماٺ ڪري ويهي رهه. منهنجا ڪن نه کاءُ.“ وزيراعليٰ جي انهيءَ دڙڪي تي تعليم کاتي جي سابق صاحب بهادر جي بهادريءَ هيٺ اچي ڦهڪو ڪيو ۽ سندس حالت اهڙي ٿي وئي، جهڙي برسات ۾ پنل ڪڪڙ جي ٿيندي آهي. ميٽنگ ۾ گهري خاموشي ڇانئجي وئي. شڪر ٿيو جو علي احمد بروهي هو، جنهن به ٿي چرچا هٽي حالتن کي سنوت ۾ آندو. بهرحال محفل جي توڙ تائين ڪنهن به تعليمي ماهر کو به حل نه ٻڌايو ۽ ڪئين ميٽنگن وانگر اها ميٽنگ به لنچ جي موقعي تي هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيئي، پليٽون ڦريندي پڇاڙيءَ تي پهتي ۽ ماني مٿان هڪ ٻئي کي ٺونشيون هٽي، ڪيرائڻ وارا تعليمي ماهر ڪپڙن تي هاريل ٻوڙ ڇنڊيندا، وزيراعليٰ اڳيان پنهنجي ڏيکاريل بهادريءَ جا ٻٽاڪ هڻندا روانا ٿي ويا.

جنرل ضياءالحق پنهنجي دور ۾ حڪم ڪڍيو ته تعليمي نصاب مان اسلامي ڳالهيون خارج ڪيو وڃن. نتيجي ۾ فنون ڪڙڪيون، ڳاڏيون ڊوڙيون ۽ سنڌ جا وڏا وڏا تعليمي ماهر غير اسلامي جملن جو شڪار ڪرڻ لاءِ ڪتابن جي جهنگ ۾ ڪاهي پيا. وڏي هڻ هٽان ڪان پوءِ هڪ غير اسلامي جملو پڪڙيو ويو، جيڪو ڪنهن به وقت تعليم کاتي جي ڪامورن جي ڪرسين جي نظرياتي سرحدن کي نقصان پهچائي پئي سگهيو. جملو هو ”انگريز ماني ڪائڻ کان اڳ بيئر پيئندا آهن.“ فيصلو اهو بيٺو ته ”بيئر“ جهڙي خوفناڪ غير اسلامي لفظ کي بنا دير جي ڏيهه نيڪالي ڏني وڃي ۽ بيئر جي جاءِ تي ”پاڻي“ جي لفظ کي اپوائنٽ ڪيو وڃي. اپوائنٽمينٽ جي آرڊر کان پوءِ جملو هيئن بيٺو ”انگريز ماني ڪائڻ کان اڳ پاڻي پيئندا آهن.“ انهن تعليمي ماهرن عرف سنڌي دانشورن کي ڪير سمجهائي، ته انگريز ماني ڪائڻ کان اڳ پاڻي پيئندا ئي ناهن.

ڪجهه مهينا اڳ ڪاڀي ڏر جي هڪ سياسي جماعت جي نوجوان تعليمي ماهرن جو مباحثو ڪرايو ته ”مار ٻار جي سنوار آهي.“ ڏيو منهن! هاڻي انهن يارن کي ڪير سمجهائي ته مباحثو هميشه اهڙن موضوعن تي ڪرائبو آهي، جيڪي اختلافي هجن. جڏهن ته اها طئه شده ڳالهه آهي ته مار ته ڇا پر ڇڙو دڙڪو به ننڍي ٻار کي نفسياتي بيمارين جي اونداهي کاهي ڏانهن وٺي ويندو آهي. برطانيه ۾ جيڪي ماٿرون ۽ پيئر ٻارن کي ماريندا يا هيسائيندا آهن، هاڻي انهن کي ٽاڻي جو منهن ڏسڻو پوندو

آهي. مون کي تہ اهو ڪتڪو ٿي پينو آهي تہ سياڻي ڪي نوجوان دانشور انهي موضوع تي مباحثو نہ ڪرائي وهن تہ "واٽ ويندڙ ماڻهن کي گولين سان اڏائڻ سٺو آهي يا خراب ڪم؟"

ڪجھ مهينا اڳ اخبارن ۾ خبر ڇپي تہ لساني ماهرن جي هڪ بااختيار ميٽنگ ۾ "ڻ" جو حرف غائب ٿي ويو آهي. الائي ڇپي وجي جهنگ ۾ پناھ ورتائين يا ڪراچي جي شهر ۾ غائب ٿي ويو آهي. آمريڪي ايف بي آءِ جا جاسوس ملڪ ۾ لٿل آهن. منهنجي خيال ۾ تہ انهن جاسوسن کي گذارش ڪجي تہ "ڻ" کي ڳولي هٿ ڪن ۽ سنڌي قوم کي 52 جو انگ پورو ڪري ڏين.

ديڳ جا اهي چار داڻا چکڻ ڪانپوءِ هر ڪو اندازو لڳائي سگهي ٿو تہ ديڳ جو حال ڇا هوندو. سون مٿان سهاڳو اهو ٿيو آهي تہ ماستر ٿا چون تہ تعليم جو بيڙو "دانشورن" ٻوڙيو آهي ۽ موٽ ۾ پاڻ کي "دانشور" سمجهندڙ رٽائر ٽيل ڪامورا تالهيون پيا وڄائين تہ تعليم جو بيڙو ماسترن ٻوڙيو آهي. اسان وٽ اها وڏي مصيبت آهي تہ ڪنهن بہ مسئلي جي پيدا ٿيڻ جو ڏوھ ڪنهن ھڪڙي ڌر تي هٽي ڇڏيندا آهيون. جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ پين مسئلن وانگيان تعليم جي بيڙي ٻڏڻ پويان ڪيترائي ڪارڻ ۽ ڪيترين ئي ڌرين موجود آهن.

اسان وٽ سنڌ ۾ جن سببن ۽ ڌرين جي ڪري زوال آيو. انهن مان ڪجھ هت بيان ڪجن ٿيون.

1- ماضي قريب جي تاريخ تي لکيل ڪو بہ ڪتاب. ڪو بہ مضمون کڻي ڏسو اوهان کي انگريز جي گلا لکيل ڏسڻ ۾ ايندي. پر جي سنڌ جي ڪنهن بہ ڳوٺاڻي سياڻي ماڻهوءَ کان پڇي ڏسو تہ اوهان کي انگريز جي واکاڻ ٻڌڻ ۾ ايندي. الائي ڪتاب ڪوڙا آهن يا ماڻهو ڪوڙا آهن. مڃجي ٿو تہ انگريز ڌاريون حاڪم هو. ديسي ماڻهو کي لٽ جي مُڇي تي جهليندو هو. فتح ڪيل ملڪن جو مال ڀاڙي برطانيا کڻي ويندو هو. پر اهو انگريز ئي هو. جنهن سنڌي الف بي نهرائي. آفيس مان فارسيءَ کي نيڪالي ڏيئي، سنڌي زبان کي آندو. ٻئراج کوٽائي ملڪ کي سائو ڪيائين. ريل وڇائي ايندڙ ويندڙ کي سک ڏنائين. پليون نهرائي ماڻهن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندائين ۽ عمارتون نهرائي ماڻهن کي سٺي گهر ناهڻ جي ريس ڏياريائين. انگريز ملڪ کي پنهنجي وقت جي حساب سان اهڙي عدالتي ۽ انتظامي جوڙجڪ ڏني، جنهن لاءِ اڄ بہ چوٽي آهي

تہ"انگريز جي واري شينهن ۽ ٻڪري هڪڙي گهيڙ تان پاڻي پيئندا هئا." انهي ساڳئي انگريز، تعليم کاتي ۾ ميرٽ تي آفيسر ڀرتي ڪيا، انگريز جي واري ٻہ ٽي درجا پڙهيل ماڻهو اڄڪلهہ جي گريجوئيٽ سطح تي ٻيڻل آهن. نصاب جي سطح تي پُنٽاڻـي جي انگي حساب جهڙا ڪيترائي ڪتاب اڄ بہ مشهور آهن. ميرٽ تي ڀرتي ڪندڙ ڏارئين حاڪمن جڏهن هي ملڪ ڇڏيو تہ پويان تعليم کاتي ۾ اهڙا ڪامورا ڀرتي ڪيا ويا يا اهڙن ننڍن ڪامورن کي ترقي ڏني وئي، جيڪي ديسي وزيرن، پيرن ۽ وڏيرن جي در جا ٻانها يا دادلا هئا. يا وري اهڙن ماڻهن جي هٿ ۾ تعليم کاتو ڏنو ويو، جيڪي بہ ٽي انڌا منڊا مضمون لکي ڪانديري مان ڦري درخت بڻجي چڪا هئا. جيتوڻيڪ انهي وقت ۾ سنڌ ۾ ڪئين اهڙا شاهہ ڪاريگر ماستر ويٺا هئا، جن کي جيڪڏهن تعليم کاتي جون واڳون هٿ ۾ ڏنيون وڃن ها تہ تعليم کاتي جو هي حشر نہ ٿئي ها، پر انهن ڇاڻو ۽ سياڻن ماسترن وٽ سفارش جو رئڪٽ نہ هو ۽ نہ وري ڇاڻو ۽ سياڻو ماڻهو وڏن ماڻهن جي جتين کڻڻ جو عادتي هوندو آهي. نتيجي ۾ سفارش ۾ لباڙ جي زور تي ڀرتـي ٿيل ڪامورا تعليم کاتي کي وقت جي حساب سان ترقي نہ ڏياري نہ سگهيا، پر اڳيون سوجهرو بہ چٽ ڪري ڇڏيائون. انهن ڪامورن تعليم کاتي سان تہ جيڪي ڪجهہ ڪيو سو تہ ڪيو، پر الٽو پنهنجي چيلن چپاٽن جي پروپيگنڊا جي زور تي اهي ڪامورا عرف نام نهاد عالم اهڙيون پويتر ڳئون بڻجي چڪا آهن، جو جيڪڏهن هينئر بہ سندن نالا کڻجن تہ سڄي سنڌ ۾ ٻاهوڙ مچي وڃي. بهرحال اهي پويتـر ڳئـون ايتريـون تـہ سنڌ ۾ پوڄيون ويون آهن، جو ڪنهن نالي کڻڻ جي ڪا ضرورت ناهي. چار چڪا پاڻي پيئڻ وارو هر ماڻهو انهن نالن جي حقيقت کي سمجهي سگهي ٿو. انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ پهريون ڇرو ميرٽ مٿان هليو ۽ تعليم کاتي جون وڏيون ڪرسيون ننڍن ماڻهن جي وَر چڙهي ويون. انهي جو نتيجو اڄ بہ اسان جي اڳيان آهي ۽ ميرٽ جو قتل عام ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو آهي.

2- سڄي ملڪ ۾ هڪڙو جملو ذري ذري ورجايو ويندو آهي تہ "انگريز پنهنجي پويان ڪلرڪ پيدا ڪرڻ جو تعليمي نظام ڇڏي ويو آهي" جنهن بہ شخص فيشن بڻجي ويندڙ اهو جملو گهڙيو آهي، انهي جي ذهانت کي داد ڏيڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهجي، پر فيشن بڻجي ويندڙ هر جملو حقيقت نہ هوندو آهي. هي جملو انگريز دشمني جي ويڙهہ ۾ تہ ڪارائتو آهي ۽ خوبصورت بہ آهي، پر حقيقت جي بلڪل ابتڙ آهي. حقيقت کي

پرڪڻ لاءِ انگريزن جي دؤر جي پرائمري ڪتابن جو، مهرباني ڪري گهرو جائزو ورتو وڃي. انهن ڪتابن ۾ جيڪي سبق موجود آهن، جن ۾ واپار، پرڏيهي واپار، صحت، هنر، سماجي سائنسن ۽ اطلاقي سائنسن جي انهيءَ وقت جي حساب سان تربيت جا بنياد موجود آهن ۽ ڪلرڪ بڻجڻ جي ڪا بہ تبليغ ٿيل ناهي، تنهن ڪانپوءِ چا انگريز جي دؤر ۾ پڙهي ڊاڪٽر، انجنيئر، واپاري ۽ ٻيا اهڙي قسم جا پروفيشنل ماڻهو پيدا نہ ٿيا؟ اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهن ۾ وڏي اڪثريت سنڌي هندوئن جي هئي، جو اهي شهرن جا رهاڪو هئڻ ڪري تعليم ڏانهن ڌيان ڏيندا هئا. ڪجهہ سٺا سنڌي انجنيئر ۽ ڊاڪٽر بہ انگريز جي واري جا پڙهيل رهيا آهن. ڪي تہ حال حيات بہ آهن، ٻڌاڪ ڪو نہ ٿو هٽان، پر اها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ هن وقت سنڌي ريسرچ لئبرري سنڌيالاجي ۾ آهي. انهيءَ لئبريري ۾ روز ڪو نہ ڪو غير ملڪي، غير سنڌي ۽ سنڌي ريسرچ ڪرڻ لاءِ پهچي ٿو تہ انهيءَ ڪي اهي ئي ڪتاب ڪم اچن ٿا جيڪي انگريزن جي واري ۾ لکيا ويا آهن. هن لئبريري ۾ رڳو تاريخ، ادب ۽ لسانيات جا محقق نٿا اچن، پر انٿراپالاجي، آرڪيالاجي، قانون، صحت، انجنيئرنگ ۽ زراعت سان لاڳاپيل سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارن جا ماڻهو بہ اچي نڪرن ٿا ۽ ڪين انگريزن جي ڪيل ريسرچ ئي ڪم اچي ٿي. باقي اهڙو ماڻهو تہ لئبريري ۾ مون اڃا تائين نہ ڏٺو آهي، جنهن ڪي آفيسر يا ڪلرڪ بڻجڻ جو شوق ڪٿي آيو هجي تہ انگريز بادشاهہ جيڪو عملي سرمايو ڇڏي ويو آهي، انهيءَ ڪي پڙهي ڪلرڪ بڻجڻ جو تہ تڪي جو بہ چانس ناهي، انهي هوندي بہ ڪٿي اها ڳالهہ مڃيون ٿا، انگريز پنهنجي پويان ڪلرڪ پيدا ڪرڻ جو تعليمي نظام ڇڏي ويو آهي. پلا انگريز اهو تعلمي نظام ڇڏي ويو آهي، پر اها تہ وصيعت بڻنڪ جي لاڪر ۾ ڇڏي ڪو نہ ويو آهي تہ سنڌس پويان اينڊڙ حاڪم انهي تعليمي نظام سان ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪن. جي ڪنهن وڪيلن وٽ انگريز جي اهڙي وصيعت ڇڏيل هجي، تہ اهو ڪٿي ڦاٽي.

حقيقت تہ اها آهي تہ ڪلرڪ بڻجڻ جي بيڪاري اسان پاڻ، پاڻ ۾ پيدا ڪري، پنهنجو پاڻ کي پڙي ڏني آهي. پنهنجا ڏوهہ گناهہ ٻين جيَ ڳچيءَ ۾ وجهڻ جي عادت بہ تعليم جي زوال جو هڪ وڏو سبب آهي.

مال پاڻي توڙي رعب داب جي خيال کان جيڪي مزا ۽ موجون سي ايس ايس ڪامورن ۽ انجنيئرن ۽ ڊاڪٽرن کي آهن يا گهٽي پگهار، غير ملڪي دورا، ٽي اي ڊي

اي جو ڏالرن سان ڀرپور جيڪو اين جي اوز جو ريڪٽ لڳل آهي جنهن جي نتيجي ۾ ڪجهه چالاڪ ماڻهو پنهنجا اصل ڏنڌا ڇڏي، انهن غير سرڪاري ادارن جي ذريعي هڪ پاسي گورن ڊونرن کي اسڪيمن جي نمري هٽي ۽ ٻئي پاسي سنڌ جي غريب عوام کي هوائي توائي ڳالهيون ٻڌائي ته اجهو ٿا سڄي سنڌ کي سون ڪري وجهون. انهن پنهنجن گهرن کي سونو بڻائڻ جو جيڪو ڌنڌو شروع ڪيو آهي اهڙيون موجون ۽ سهولتون تعليم کاتي جي عام ڪامورن ۽ ماسترن جي نصيب ۾ ناهن ۽ نه وري غريب ماستر کي معاشري ۾ اها عزت آهي جيڪا مٿي ڄاڻايل ڪامورن ۽ چالاڪ ماڻهن کي ملي ٿي. معاشرو اڄ ڪلهه انسان جي بدران ڪڙڪ نوٽ کي عزت ڏئي ٿو. انهي صورتحال جي نتيجي ۾ جيڪي ذهين ۽ اعليٰ تعليم يافته ماڻهو آهن، اهي ته ٻين کاتن ۾ هليا ٿا وڃن ۽ باقي جيڪا ڪرڙ بچي ٿي، اها تعليم کاتي جي حوالي ٿي وڃي ٿي. ظاهر آهي ته جيڪو شخص گهٽ پڙهيل آهي ۽ جنهن جي معاشري ۾ ڪا عزت به ناهي ته اهو اهڙي ئي تعليم ڏيندو. جنهن جو روئڻو اڄ اسان روئون ويٺا. ماستر کي جيڪڏهن سٺو پگهار ۽ گهٽي عزت نه ملندي، تيستائين تعليم ويندي پٽ پوندي.

يونين ناهڻ جو تصور ته اهو آهي ته يونين وارا پنهنجن ساٿين جا حق وٺن ۽ پنهنجن ادارن کي سڌارڻ لاءِ جدوجهد ڪن. پر اسان وٽ تعليم کاتي ۾ جيڪي يونينون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، انهن جي عهديدارن کي پنهنجن ووٽرن جي بدران يا پنهنجن ادارن جي بدران پنهنجي پيٽ ۽ پٽڪي جو فڪر هوندو آهي ۽ اهي پنهنجن مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ لڳي ويندا آهن. اهي ماڻهو ڪنٽرولرن تي دٻاءُ وجهي، پيپر ناهڻ جو ڪم پنهنجن گرگن کي وٺي ڏيندا آهن ۽ پوءِ پيپر آئوٽ ڪري مال پاڻي ڪمائين ٿا. تنهن کانپوءِ اهي عهديدار داٻا ڏيئي، پيپر به پنهنجن ماڻهن کي وٺي ڏيندا آهن. نتيجي ۾ مون ڏٺو آهي ته ڪيترن ئي شاگردن جا چالاڪ مائٽ نوٽن جون ٿهيون کڻي پيا گهمندا آهن ته جيئن اولاد کي گهٽيون مارڪون ڏيارين، ڪنهن اهڙي شعبي ۾ داخل ڪرائين جيئن اولاد جو مستقبل ٺهي. اها پريڪٽس مئٽرڪ، فرسٽ ييئر ۽ انٽر جي تعليم ڏيندڙ ادارن ۾ ايڏي ته پيماني تي پکڙيل آهي جو حقيقت ته اها آهي ته اخبار ۾ انهن ڳالهين جي ڇپجڻ جي به ضرورت ناهي. انهي پريڪٽس ۾ اهڙا شخص به رڌل آهن، جيڪي پبلسٽي جي زور تي بظاهر سنڌ جا هيرو به ٿيو پيا هلن، ۽ لڳندو ائين آهي ته همراهه کي سنڌ جو ڪو وڏو فڪر لڳل آهي "ڏک به پاڻ هٽي ۽ روئي به پاڻ" جي

چوٿين تي هلندڙ انهن همراهن به سنڌ جي تعليم کي تري سان وڃي هنيو آهي. مطلب ته يونين بازي جو به تعليم جي ٻيڙي ٻوڙڻ ۾ وڏو حصو آهي.

ڇٽي ڳالهه آهي ته ماستر کي ايترو پگهار ملي ٿو. جنهن مان هن جو ڪنهن به صورت ۾ گذارو ناممڪن آهي. مجبوري ته مجبوري ٿي ٿيندي. انهن مجبورين چڱن چڱن ماڻهن کي اهڙي هنڌ بيهاري ڇڏيو آهي. جو انهن کي ڏسي اکين مان لڙڪن سان گڏ رت به وهي اٿي ٿو. اٿون پاڻ پرائمري ۽ سيڪنڊري ماستر رهيو آهيان. مون کي خبر آهي ته عام غريب ماستر ڪهڙي نه پت سان لڱل آهي. هن ننڍي ۽ غريب ملازم کي پيٽ پرڻ ۽ عزت بچائڻ لاءِ پيو ڏنڊو ڪرڻو ٿو پوي. ٻهراڙي جو ماستر ڪوشش ڪري وقت بچائي ڍڳن جي جوڙي يا مال جي ڌڻ تي گذر سفر ڪندو آهي. شهر جو ويچارو پرائمري ماستر ٻهراڙي واري ماستر ڪان به وڌيڪ مالي دٻاءُ هيٺ رهي ٿو. جو شهر ۾ ماڻهوءَ جون ضرورتون به وڏي ويل آهن. انهي ڪري ماستري لاچار ٿي ڪوشش ڪري ٿو ته هو ٽيوشن جو ڏنڊو اختيار ڪري. ٻچن جو پيٽ پري. ٽيوشن لاءِ اهو ضروري آهي ته ڪلاس ۾ ايتري سٺي تعليم نه ڏجي ته جيئن شاگرد ٽيوشن تي مجبور ٿئي. نتيجي ۾ شاگرد ٽيوشن تي مجبور ٿي. چڱي خاصي معاوضي ڏيڻ تي ٽيوشن وٺي ٿو ۽ ماستر ٽيوشن مان ڪمايل پئسن جي زور تي ڪنڌ ڪٽي هلڻ جهڙو ٿئي ٿو. ڪجهه ماسترياڻيون به ٽيوشن جو ڪم ڪن ٿيون. پر جيڪي ٽيوشن نٿيون ڏين. انهن جي حالت ڏسي چوڻو پئجي وڃي ٿو ته ڪي ڳالهيون نه ڪرڻ جهڙيون نه سلڻ جهڙيون. انهن ويچارين ماسترياڻين تي ٽي وي سيريل لڪجي ته ڏسڻ وارن جا لڙڪ ٿي نه بيهن. ظاهر آهي جن غريبن کي پنهنجي پيٽ پرڻ لاءِ ڪجهه ناهي ته هو پنهنجن شاگردن جو پيٽ علم سان ڪيئن پريندا. ڪجهه وقت اڳ ڪجهه رٽائر ڪامورن پنهنجن شاندار بنگلن جي شاندار ڪمرن ۾ ويهي. ماسترن خلاف جيڪي اخباري بيان ڏنا آهن يا ڪجهه اخبارن کي انٽرويو ڏنا آهن. انهن پيٽ پرين ماڻهن کي ڪهڙي خبر ته هڪ غريب ماستر جو خالي پيٽ دهل وانگر ڪيئن ٿو وڄي. ڊرائنگ رومن ۾ قيد ٿيل ۽ عوام ڪان ڪٽيل اسان جي انهن نام ڪئين سڪين ستابن سابق تعليمي ڪامورن کي ڪيپي ته جيڪڏهن ڪين ناڻو ۽ نالو ڪمائڻ مان فرصت نٿي ملي يا جيڪڏهن منجهن چرڻ پرڻ گهمڻ جي طاقت ناهي ته پلي گهر ويٺا رهن. پر وٽن ڪيئي چمچا پاليل آهن. انهن چمچن کي هوڏانهن اوڏانهن موڪلي غريب ماسترن جو واءُ سواءُ وٺن. پوءِ غريب ماسترن

تي جلهه ڪن تہ تعليم جو بيڙو ٻوڙڻ ۾ ڪنهن جو هٿ آهي ۽ ماستر ويچارو هينئر ڪهڙين حالتن مان گذري رهيو آهي.

غريب ماڻهو غربت جو ماريل آهي، پر عقل جو ماريل ناهي. پنهنجي خيال ۾ تہ عام ماڻهو اسان پڙهيل لکيل ماڻهن ڪان وڌيڪ سمجهو آهي جو ڪيس اسان ڪان وڌيڪ زندگي جي ڏنل مختلف تجربن مان گذرڻو پوي ٿو. انهي ڪري هر هاري ۽ مزدور مڙو ۽ ڪلرڪ ڪڙو پنهنجي اولاد جي آئيندي جي باري ۾ وڌيڪ حقيقت پسندي سان سوچيندو آهي. هڪڙو وقت هو جو گهٽيون نہ تہ ٿوريون نوڪريون ميرٽ تي ملي وينديون هيون، بعد ۾ ڏينهون ڏينهن ميرٽ ختم ٿيندي ويئي، هاڻي ذري گهٽ ٻڙي تي اچي پهتي آهي تہ پراڻي زماني ۾ تہ غريب ماڻهو پنهنجو پيٽ ڪاٽي اولاد کي تعليم ڏياري وبندا هئا ۽ بنا سفارش جي تمام معمولي قسم جي سفارش تي غريب جي ٻار کي نوڪري ملي ويندي هئي. خود سفارش ڪرڻوارا بہ ميرٽ کي خيال ۾ رکندا هئا. ڪيترن ئي غريبن جا ٻار ائين سٺن عهدن تي وڃي پهتا. هاڻي تہ ميرٽ جو ڪپو ڪيچ ۽ جهڳو جهڻ ٿي چڪو آهي. انهي حقيقت ڪان غريب ماڻهو اسان ڪان وڌيڪ واقف آهي، ڪيس خبر آهي تہ هو پنهنجو سڀ مال مڙهو داءُ تي هڻي بہ پنهنجي اولاد کي پڙهائيندو ۽ اولاد ڪيترو بہ ذهين نڪري، پر ڪيس نوڪري ملڻي ناهي. اسان جي اڪثر دوستن جو خيال آهي تہ اولاد کي تعليم صرف نوڪري ڏيارڻ لاءِ ناهي ڏيارڀي، پڙهي لکي ڪري ماڻهو پنهنجو ڌندو ڌاڙيءَ بہ شروع ڪريءَ سگهي ٿو. پر انهي معاملي ۾ عام غريب اڻ پڙهئي ماڻهو جي سوچ اسان ڪان وڌيڪ گهڻي ۽ حقيقت پسندانہ آهي. ڪيس خبر آهي تہ جي پنهنجي ٻار کي هر هاري بڻائڻو آهي تہ ڪيس ڪنهن بيڪار اسڪول ۾ ويهاري وقت وڃائي "ڌوٻي جو ڪتو نہ گهر جو نہ گهاٽ جو" بڻائڻ جي بدران شروع کان ئي ڪيڙي پوکيءَ جي. تربيت ڏني تي وڃي. ڪيڙي پوکي جي تربيت اسڪول ۾ پڙهيل زراعت جي سبقن ڪان سوءُ ڀيرا وڌيڪ ٻنيءَ ۾ ئي ڏيئي سگهجي ٿي. ڪيس اها بہ خبر آهي تہ جيڪڏهن پنهنجي ٻار کي مستري بڻائڻو آهي تہ انهيءَ لاءِ گئريج اسڪول ڪان وڌيڪ ڪارائتي آهي، ڪيس اها بہ خبر آهي تہ جيڪڏهن اولاد کي ڪنهن هنر ۾ وجهڻو آهي تہ انهيءَ لاءِ اسڪول ڪان وڌيڪ ڪنهن هنرمند جو هٿ وڌيڪ لاڀائتو آهي. ڪيس خبر آهي تہ جيڪڏهن اولاد کي واپار وڙي جي تربيت ڏيڻي آهي تہ اها ڪنهن دڪان تي ويهاري ڏيئي سگهجي ٿي، جتان هو وڏي خوشي سان واپاري بڻجي ٻاهر نڪري سگهي

ٿو. هن ملڪ ۾ جيڪي هنري تعليم جا ادارا آهن، انهن متعلق وڏا ٻڌاڪ هٿي، انهن ادارن جا سربراهه يا وقت جا حاڪم يا اسان جا نام نهاد سماج سڌارڪ پنهنجو نالو تہ روشن ڪري سگهن ٿا، پر غريب جي ٻار کي انهن ادارن مان ڪنهن بہ قسم جو فائدو پهچڻو ناهي. هونئن بہ اها حقيقت چٽي پيئي آهي تہ پڙهڻ ڪانپوءِ غريب جو ٻار نہ ڪنهن ڏنڌي جو رهي ٿو ۽ نہ وري ڪيس ڪو روزگار ملي ٿو. انهي ڪري عام ماڻهو تعليم ۾ دلچسپي وٺڻ ڇڏي ڏني آهي ۽ نتيجي ۾ تعليم اٿين اڃي ٿرڙي تي لڳي آهي، جيئن 1962ع ۾ ميرپورخاص ۾ مرحوم يڪي خاصخيلي ملهہ چار مٽي ٻلا اسلم پهلوان کي واري تي ڪٽي، مٿو مٽي تي ڏيئي ٿرڙي تي هنيو هو ۽ اسلم پهلوان جا هٿ پير ٿري ويا هئا.

ماشاءَ الله اسان جي ملڪ ۾ زندگي جي مختلف شعبن جي باري ۾ جيڪا رٿابندي ٿئي ۽ انهي رٿابندي جي نتيجي ۾ ملڪ جي خوشحالي جو جيڪو راڳ ڳايو ٿو وڃي ۽ پوءِ جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، دل ٿي چوي تہ ويهي منهن مٿو پٽجي. اسان وٽ رٿا بندي تي اهڙن ماڻهن کي لڳايو ويندو آهي جن کي ملڪ جي عام ماڻهو جي زندگي ۾ انهيءَ جي مسئلن بابت هڪڙي پئسي جي بہ خبر نہ هوندي آهي ۽ اهي ماڻهو صرف ڪاڳرن تي انگن اکرن جون بندوقون پيا ڇوڙيندا. اسان جي تعليمي رٿابندي بہ شروع کان وٺي، اڄ تائين اهڙن واڳوئن جي ور چڙهيل آهي. شيشي جي آٽوميٽڪ کلندڙ ۽ بند ٿيندڙ دروازن مان سنهيون بٺگون کٽي لنگهندڙ ماڻهن کي ڪهڙي خبر تہ جهوپڙين ۾ ڪچن ڪڏن جا در ڪيئن کلندا ۽ بند ٿيندا آهن.

تعليمي رٿابندي ڪندڙن جو ڪعبو ۽ قبلو گهڻو ڪري اڳي برطانيہ ۽ هاڻي آمريڪا آهي. ڇاڪاڻ تہ اتان جي تعليمي ماهرن وٽ وڃي صلاحون ڪرڻ سان هڪ تہ مغرب جي زيارت بہ ٿي ويندي آهي ۽ ٻيو تہ ٽي اي ڊي اي بہ جام ملندو آهي. انهن ماڻهن ڪڏهن بہ انهي ڳالهہ تي غور نہ ڪيو آهي تہ مغرب جي سکين ستابن ۽ جديد ٽيڪنالاجي جي زور تي هلندڙ زندگي ۽ اسان جي زندگي جي وچ ۾ وڏي ڪاهي آهي. اهي همراهہ اٺ جي سواري سکڻ لاءِ هوائي جهاز تي چڙهي سواري جا انگ سکندا آهن.

تعليمي رٿابندي ڪرڻ لاءِ پهرئين ڳالهہ تہ پنهنجي ئي ملڪ تي ڀاڙڻ کپي ۽ پنهنجي ملڪ جي ثقافتي، سماجي ۽ اقتصادي حقيقت کي اڳيان رکي ڪم ڪرڻ لاءِ ريڙهجي. پلا جي ٻئي هنڌان ئي مدد وٺي آهي تہ پنهنجي ئي پاڙيسري ملڪ ڀارت جي

صوبي ڪيرالا جي تعليمي تجربي مان فائدو ورتجي، جتي تعليم جو تناسب سؤ في سيڪڙو آهي، جيڪو آمريڪا ۽ برطانيا کان به وڌيڪ آهي. تنهن ڪانپوءِ پاڪستان سان لڳندڙ پارت جا صوبا اوير پنجاب، راجستان ۽ گجرات به ايترا پري ناهن. اتي وجي ڏسجي ته تعليم جي رٿابندي ڪيئن ٿي ٿئي. هاڻي تعليم جي ڪجهه ماهرن بنگلاديش، سري لنڪا ۽ ملائيشيا ڏانهن رخ ته ڪيو آهي، پر سندن مغرب مٿان مار ڪاڌل ڏڏ ذهن اتان جي تجربن کي هضم ڪرڻ لاءِ تيار نٿو ڏسجي. تنهن ڪانپوءِ هڪ ٻئي پويان ايندڙ حڪومتون پنهنجن پنهنجن سياسي چڪرن ۽ دشمنين ۾ ايڏو ته قابو رهن ٿيون، جو تعليمي رٿابندي به مسلسل انهن سياسي دشمنين جي ڪاٺ محل ۾ ڦيريون پائيندي رهي ٿي. تعليمي رٿابندي انهي صورتحال کي پنتي ڪري ڇڏيو آهي.

هن ملڪ ۾ هر سال بجيٽ پيش ڪرڻ وارو ريڊيئي ۽ ٽي وي تان خلق خدا کي اهڙا انگ اکر ڏيندو آهي ۽ اهڙا اهڙا آسرا ڏيندو آهي جو جڏهن ٻڌڻ ۽ ڏسڻ وارو سمجهندو ته سياڻي ملڪ ملير ٿي ويندو. کير جون نديون وهي وينديون. دڪانن تان سڀ شيون پڳڙن جي مٺ تي ملي وينديون ۽ گهر سامان سان پرجي ويندو. بجيٽ پيش ڪرڻ جي انهي دل کي وڻندڙ تماشي ڪانپوءِ هر سرڪار پنهنجن پنجن ڇهن چاڙتن اقتصادي ماهرن جون رسيون ڪولي ڇڏيندي آهي ۽ اهي ريڊيئي ۽ ٽي وي تي اچي بجيٽ جي حق ۾ اهڙا اهڙا اچي پلٽا هڻندا آهن جو ڇڻ غريب اجهو ٿو سون جي سرن سان گهر گهڙائي. اکرن جي اهو کيل ورنديءَ رات جي نند ڦٽائي وجهندو آهي، ڪڏهن ٿو صبح ٿئي ۽ ڪڏهن ٿي بازار واڪ تي لڳي. گراهڪ صبح جو سوير ڪٽ تان اٿي تڙ تڪڙ ۾ بنا هٿ منهن ڌوئڻ جي هٿ ۾ ڇبو کڻي بازا لنڻ لاءِ جڏهن دڪان تي پهچندو آهي ته بازار جا اگهه ٻڌي سندس تاڪ لڳي ويندا آهن. بجيٽ ۾ ڏنل آسرن جو محل هيٺ ڪڙڪو ڪندو آهي، هر سال جون، جولاءِ ۾ پنهنجي وقت جا مداري ٽي وي تي اچي انگن اکرن جو کيل رچائيندا آهن ۽ هر سال بازار ۾ پهچي گراهڪ جا خواب ڇيهون ڇيهون ٿيندا آهن. هر سال شيءَ جا اگهه وڌي ويندا آهن ۽ گراهڪ جو خريد ڪرڻ جي سگهه ساري آهي، جنهن به انهن انگن اکرن ۽ تبصرن تي اعتبار ڪيو آهي، انهي جي هٿ مان پولڙي ڇڏائي ويئي آهي. ڏينهون ڏينهن مهانگائي چوٽ تي چڙهندي هاڻي انهيءَ حد تي اچي پهتي آهي جو اڄ ڪلهه پنهنجي اولاد کي سٺي تعليم ڏيارڻ ته پنهنجي جاءِ تي پٺڪي بچائڻ ڏکي ٿي پئي آهي... اڄ ڪلهه پنهنجي اولاد کي سٺي تعليم اهوئي ڏياري سگهي ٿو، جنهن وٽ حرام پئسي جي ريل پيل هجي. حق حلال جي روزي ڪمائيندڙ لاءِ اولاد کي تعليم ڏيارڻ جو حق ڦرجي چڪو آهي. تعليم تي

اوهان ڪيترا به ليڪچر ڏيو، ڪيترين به ڳالهيون ڪريو، پر جڏهن غريب ماڻهو جي وس ۾ ئي نه رهيو آهي، ته اولاد کي تعليم ڏياري، ته هو ڪيئن تعليم ڏياريندو. هتي شايد ڪجهه دوست اهو سوال اٿارين ته ڪيرالا ۾ غربت گهٽي آهي ته اتي تعليم وڌيڪ چو آهي. انهي سلسلي ۾ عرض آهي ته ڪيرالا ۾ تعليم ونڻ ضرورت آهي، جڏهن ته اسان وٽ تعليم حاصل ڪرڻ عياشي آهي ۽ ٻين ائٽمن جيتري ئي مهانگي آهي. سو ڏينهون ڏينهن وڌندڙ مهانگائي به اسان وٽ تعليم جي عمل اڳيان بند ٻڌندي ٿي وڃي.

دنيا جي تاريخ ۾ بدترين واقعو هيرو شيما تي ائٽم بم ڪرڻ جو ڪري ليکيو وڃي ٿو. تاريخ 6 آگسٽ تي صبح جو پوڻين اٺين وڳي ڌاري هيرو شيما تي جيڪو بم ڪريو ۽ تباهي آنداٺين، انهي واقعي جي سربستي خبر عام آمريڪي ماڻهوءَ کي به مهينا پوءِ پئي ۽ نيويارڪر جي ايڊيٽرن وقت جي مشهور ناول نگار جان هيريسيءَ کي جپان ۾ پنهنجو خاطو ڪري موڪليو ته هو انهي واقعي جي رپورٽ تيار ڪري. جان هيريسي ڏينهن رات هڪ ڪري اها رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ڏينهن اها رپورٽ نيويارڪر ۾ شايع ٿي ته نيويارڪر ۾ ٻئي ڪا به خبر، ڪارٽون، ڪالم نه هو، صرف اها رپورٽ هئي. نيويارڪ جو اهو پرچو اڌ ڪلاڪ ۾ اسٽال تان کڄي ويو. بعد ۾ اها رپورٽ Hiroshima نالي ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي ۽ انهي ڪتاب جي اشاعت جو انگ ٻن ڪروڙن کان چڙهي ويو (انهي ڪتاب جو هي بندو ترجمو ڪري رهيو آهي) ۽ چيو وڃي ٿو ته صحافت جي تاريخ ۾ اهڙي ڀرپور رپورٽ اڄ تائين شايع نه ٿي سگهي آهي. اها رپورٽ ڇهن مردن/عورتن جي ڊنل انٽرويوئن جي بنياد تي لکي ويئي، جيڪي انهي موت جي ڪاري وانئر مان بچي نڪتا هئا. انهي رپورٽ ۾ جان هيريسي آفيس ۾ ڪم ڪندڙ ٻن ڇوڪرين جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته جنهن وقت ائٽم بم شهر مٿان ڪريو ته هڪ ڇوڪري جي اڳيان پيل ڪتابن جي ڪٻٽ مان ڏک سان ڪجهه ڪتاب اڏامي اچي ڇوڪري کي ايترو زور سان لڳا جو ڇوڪري کي پيو ساهه به کڻڻ نه ڏنائون. فاضل ليکڪ لکي ٿو ته دنيا جي تاريخ ۾ اهو پهريون واقعو هو جو هڪ انسان ڪتابن جي وگهي مري ويو. اڄ آئون جڏهن سنڌ ۾ اسڪول ويندڙ ٻارن کي ڪتابن جو ڳرو ٿيلهو کڻي ويندي ڏسندو آهيان ته هڪدم مون کي خيال ايندو آهي ته مٿان هلندي ٻار ٿيڙ ڪائي ڪري پوي ۽ ڪتابن جي ڍير هيٺان اچي دٻجي مري نه وڃي ۽ تاريخ جو ٻيو نمبر واقعو جنم نه وٺي.

اسان وٽ جنهن نموني نصاب ٺاهيو ويو آهي، اهو بہ تاريخ جو هڪ دلچسپ باب آهي. اهو دلچسپ باب هڪ اهڙو مزاحيہ ڊرامو آهي، جنهن کي ڏسي کل اچي ٿي ۽ چڙ بہ اچي ٿي. مون کي دنيا ۾ ڪو بہ اهڙو ملڪ نٿو سجهي، جتي پرائمري اسڪول جي ننڍي ٻار جي مٿي ۾ اٺن سالن چار ٻوليون مٿي ۾ لڳن. پر سنڌ دنيا جو واحد عجيب و غريب علائقو آهي، جتي اٺن سالن ٻار کي هڪ ئي وقت سنڌي، اردو، انگريزي ۽ عربي ٻولين جو ڳٽ ڳچي ۾ وڌو ويندو آهي. اهڙي حالت ۾ ٻار علم حاصل ڪري يا چئن ٻولين جي سکيا ۾ پنهنجو پاڻ کي وڃائي ويهي رهي؟ ٻار سان چئن ٻولين سکڻ جي اها مهرباني ڪنهن غريب پرائمري ٽيچر نہ ڪئي آهي، پر اهو قرب نصاب ٺاهيندڙ اسان جي تعليمي ماهرن ڪيو آهي. جيڪو ٻارکي علم جي دنيا ۾ ايرڻ ئي نٿو ڏئي، چئن ٻولين جي انهي نصابي ظلم اسان جي تعليم کي نوڪي نوڪي نقصان پهچايو آهي.

پرائمري جا جيڪي بہ ڪتاب جڙندا آهن، انهن مان ڪو بہ کهڙو بہ ڪتاب کڻي ڏسو تہ انهن ۾ مصنفن ۽ ايڊيٽرن جي پوري ڪرڪيٽ ٽيم نظر ايندي. سون مٿان سهاڳو اهو تہ هر ٻئي ٽئين سال مصنفن ۽ ايڊيٽرن جي ٽيم جا نالا بدليل نظر ايندا ۽ نئين ٽيم اڳئين ڪتاب ۾ بدليل وقت جي حساب سان ڪا مناسب تبديلي آڻڻ جي بدران ڪتاب کي اپ ٽو ڊيٽ ڪرڻ جي بدران معمولي قسم جون مدي خارج تبديليون آڻي، ڪم ٽپائي ۽ پنهنجا نالا ڳنڍائي ٽي ڇڏي، ڪنهن کي اعتبار نہ اچي تہ اهو گذريل ڏهن سالن ۾ ڇپيل ڪتاب کولي ڏسي تہ پاڻيهي اچا ڪارا پڌرا ٿي پوندا. ٻيو تہ ٺهيو تہ ”واهہ تارا گول تارا“ ۽ ”جو ڪير پئي سو وير ٿئي“ جهڙن ردم سان پريل ۽ سولائي سان سمجهہ ۾ ايندڙ نظمن جي جاءِ تي جيڪي نوان نظم آندا ويا آهن، ، انهن جو جائزو وٺي ڏسو تہ خبر پئجي ويندي تہ اسان جا نصاب جوڙيندڙ دوست ڪيتري پاڻي ۾ آهن ۽ انهن پوري نسل جي تعليم کي ڪيئن ڌڪ هنيو آهي.

دنيا جهان جون ٻوليون کڻي ڏسو، پوءِ اها چيني، جپاني هجي يا اردو، هندي هجي يا انگريزي، گجراتي هجي، سڀني ٻولين ۾ الف بي جو اهو ئي سٽاءُ هلندو ٿو اچي، جيڪو شروع کان هيو. پر سنڌي دنيا جي اها واحد ٻولي آهي جنهن ۾ رکي رکي ڪڏهن ”پ“ اڳيان ”ڀ“ پويان تہ ڪڏهن”ڀ“ پويان رکي ٿي وڃي ۽ ذر ذر الف بي سٽاءَ بدلايو ٿو وڃي. تحقيق موجب هيستائين سنڌي الف بي جي سٽاءُ کي 13 ڀيرا بدلايو ويو آهي، جيڪو هڪ اهڙو ڪارڊ آهي، جنهن کي گنيز بوڪ ۾ عالم خان چني جي نالي وانگيان لکائي، سنڌ جو نالو دنيا ۾ روشن ڪري سگهجي ٿو. جتي حرفن جي سٽاءَ جي بيوقوفي جا سڀ رڪارڊ ٽٽي چڪا هجن. اتان جي تعليمي ماهرن مان تعليم جي

سنڌاري واڌاري جي ڪهڙي اميد رکي ٿي سگهجي؟ اها ڳالهه ماڻي ٽڪر ڪائيندڙ هر ماڻهو سمجهي سگهي ٿو.

اڳي پرائيمري تعليم جي ابتدائي مرحلن ۾ ڳوٺاڻي ٻار جي حال سارو هڪ سنڌي سڏاڌي باقاعدي ترتيب رکيل هوندي هئي. الف بي سيکارڻ کانپوءِ هر حرف تي زيرون زبرون ۽ پيش وغيره هڻي ٻار کي صرف اچار سيکاريا ويندا هئا. اچار سيکارڻ کانپوءِ به حرف ڪٺي انهن کي ملائي، سادا لفظ سيکاريا ويندا هئا، مثلن مٽ، ڪٽ، هٽ انهيءَ کانپوءِ ڏکيا اکر زيرون سان سيکاريا ويندا هئا. مثلن "هيءَ آهي ۽ هو آهي" وغيره پوءِ انهن اکرن کي ملائي جملو لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاريو ويندو هو. مثلن هيءَ ڪٽ آهي ۽ اُهو مٽ آهي وغيره. ائين ٻار روان ٿي ويندو هو ۽ بنا مونجهاري جي اڳتي سبق پڙهندو ويندو هو. ايڏي سولائي سان سڪندڙ ٻار کي نصاب ٺاهيندڙن اوچتو مغز تي چرو هڻي ڪڍيو ۽ زيرن زبرن جي ترتيبوار سکيا جي بدران سڌو سڌو ڏکيو جملو مٿي ۾ هنيو ويو، جنهن اڻڄاڻ ٻار کي مونجهاري جو شڪار بڻائي، ذهني طور تي تباهه ڪري ڇڏيو. الف، بي سکڻ کانپوءِ ڪو جملو مثلن "هي ڪٽ آهي" "يا هو وڃي پيو" يا "تند مان اٿي" جي اچڻ سان، پڙهڻ وارا تـوڙي پڙهائڻ وارا هٿ مٿي ڏيئي ويهي رهيا. جنهن به شخص نصاب ٺاهيندي سڌو جملو سيکارڻ جو رواج وڌو. اهو شخص انگريزي ٻولي جي گهاڙيٽي ۽ سنڌي ٻولي جي گهاڙيٽي جي فرق کي سمجهي نـه سگهيو. ڪائنس اها ڳالهه وسري وئي تـه انگريزي جـي حرفـن کـي زيـرون نـه لڳنديـون آهـن. انهـيءَ ڪـري انگريزيءَ جو ٻار سڌو جملو سولائي سان پڙهي ويندو آهي مثلن This is a cat پر سنڌي ٻار لاءِ پهرين ڏڪ ۾ "هيءَ ٻلي آهي" جهڙو جملو سکڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، جيستائين کيس زيرون زبرون نٿيون سيکاريون وڃن. تنهن کانپوءِ نصاب ٺاهيندڙ انهي نام نهاد تعليمي ماهر کان اها ڳالهه بہ وسري وئي تـه انگريز جو ٻار هڪ اهڙي معاشري ۾ رهي ٿو، جتي اهو اسڪول ۾ وڃڻ کان اڳ گهڻو ڪجهه سکي ٿو وڃي. جڏهن تـه اسان جي ويچاري جهنگ جي ٻار کي اها سهوليت حاصل ناهي، منهنجي خيـال ۾ سنڌي جملي ذريعي پڙهائڻ جي تجويز سنڌ جي تعليم لاءِ ڪاپاري ڏڪ ثابت ٿيو. چاڪاڻ تـه پيڙهه جو پٿر ئي غلط رکيو ويو، جنهن بـه شخص اها نصابي حرڪت ڪئي، اهو ڪنهن بـه صورت ۾ جنگي مجرم کان گهٽ ناهي. ظاهر آهي تـه جڏهن پرائمري تعليم جو ئي پيڙو ٻڏي چڪو آهي تـه ثانوي ۽ اعليٰ تعليم بہ اهڙن واڳن جي ور چڙهيل آهي.

# ايبز نمبر 3

هن وقت هلندڙ دنيا ۾ ٽي خطرناڪ ترين بيماريون پکڙيل آهن، جيڪي انسان ذات کي ڳجهو ڪاٽ هڻي پيئنگ ڪنديون وڃن ٿيون. انهن بيمارين جا ترتيبوار نالا ڪجهه هن ريت آهن: ”نمبر هڪ ايڊز“ ”نمبر ٻيو ايڊز“ ۽ ”نمبر ٽيون ايڊز“. نمبر هڪ ايڊز ٻن ٻين بيمارين جي مقابلي ۾ هڪ معصوم بيماري آهي. جنهن جي خلاف ڏينهن رات وٺ پڪڙ لڳي پئي آهي ته بابا اُغلام بازيءَ کان پاسو ڪريو. پراوا لوڙها ٽپڻ ڇڏي ڏيو. پرائي وڪاٽل رت کي پنهنجي جسم ۾ داخل ٿيڻ نه ڏيو. ڊسپوزايبل انجيڪشنون استعمال ڪريو وغيره وغيره. ظاهر آهي ته جيڪو اشراف ۽ سياڻو ماڻهو هوندو، انهيءَ کان پاسو ڪندو ته انهيءَ بيماريءَ کان بچي ويندو. انهيءَ بيماري کان بچڻ لاءِ اڳواٽ علاج، هڪ ٽڪ علاج آهي پر پلاجي ڪو اوچتو ڦاسڻ جي چڪر ۾ هجي ته برطانيه وارن اهڙا ٽڪا ايجاد ڪري ورتا آهن، جيڪي اڳتي هلي انهيءَ بيماري کي چٽٽي ڪري وجهندا. ٻين شاهوڪار ملڪن جي ليبارٽرين ۾ به انهيءَ بيماري جي خلاف وٺ وٺان لڳي پئي آهي. انسان ڪاري مٽي جو ڏٺي آهي. ڪجهه به ڪري سگهي ٿو.

ٻيو نمبر ايبز آهي بين الاقوامي مالياتي ادارن طرفان ملندڙ امداد، جنهن جي ذريعي اهي مالياتي ادارا غريب پر عياش ملڪن تي وياج مٿان وياج چاڙهيندا ويندا آهن ۽ پنهنجو پاڻ لاءِ ڪڏ مٿان ڪڏ ٺاهيندا پيا وڃن. انهيءَ مالي امداد کي انگريزي ۾ ”ايبز“ ٿي چوندا آهن. پهريون نمبر ايبز هڪ شخص کي تر تي وهاريندي آهي ۽ هيءَ ٻيو نمبر ايبز بيماري سڄي ملڪ کي ڏري تي ويهاري ڇڏيندي آهي. انهيءَ ڪري مون پهريون نمبر ايبز کي معصوم بيماري سڏيو آهي. اڳي گولين ۽ بمن سان ملڪ هڪ ٻئي تي حملا ڪندا هئا ۽ هاڻي Economical War (معاشياتي جنگ) ٻئي ملهون ڪٿيو بيٺي آهي. گولي جو ڏڪ ماڻهوءَ جي جسم ۾ تنگ ڪندو آهي. جڏهن ته ڊالر جو ڏڪ سڄي ملڪ

ڪي پرڻ ڪري ڇڏيندو آهي. انهيءَ معاملي ۾ ڪنهن کي ڊيگهه ۾ وڃڻو آهي ته اهو يار هن دؤر جو هاڪاريل ڪتاب End of the empire پڙهي ڏسي.

جيئن چوندا آهن ته پلا پليءَ جو ڇيهه ڪونهي ۽ چور مٽان مور ويٺا آهن يا ڏاڍي هٽي ڏهه ته توڏو هٽي تيرنهن ته ايئن ٿي ٽيون نمبر ايڊز آهي، انهيءَ بيماريءَ کي سولي سنڌيءَ ۾ پڙهو گهمائڻ چوندا آهن. ڏکيءَ سنڌي ۾ اشتهار بازي چوندا آهن. سچي انگريزي ۾ ايڊورٽائيزمينٽ چوندا آهن ۽ اڌ اکري انگريزيءَ ۾ "ايڊز" ٿي چوندا آهن. اها وچڙندڙ بيماري مونءِ جهڙا شخص "وائرس" بڻجي پکڙيندا آهن. مطلب ته اسان اها ڳالهه مڃائي ڏيکاريندا آسين ته جيڪڏهن اوهان فلاڻي ڪريم هڻندو ته اوهان جو رنگ ڪاري مان ڦري اڇو ٿي ويندو يا جيڪڏهن اسان پاري ماڻهوءَ کي ڪو سٺي ميڪ اپ ڪرڻ وارو ملي وڃي ته 20 سالن جي خوبصورت ڇوڪريءَ کي 60 سالن جي پوڙهي عورت يا وري 60 سالن جي پوڙهي عورت کي 20 سالن جي خوبصورت ڇوڪري بڻائي ٿي ويءَ ذريعي ڪروڙين ماڻهن کي بيوقوف بڻائي سگهون ٿا. پرنٽ ميڊيا ۾ به اهڙي جادوگري وڏي خوشيءَ سان ڪري سگهجي ٿي. اڳي پنڪو بڏائڻ يا پنڪي لاهڻ جو ڪم هٿن سان ٿيندو هو. هاڻي اهو ساڳيو ڪم زوردار طريقي سان گهر ويٺي ميڊيا جي ذريعي ڪري سگهجي ٿو. نمبر ٽيون ايڊز کي اڳي "پروپئگنڊا" چوندا هئا. هاڻي انهيءَ بيماري کي "ميڊيا" به چئي سگهجي ٿو. "پروپئگنڊا" ۽ "ميڊيا" ۾ فرق هڪ ته زماني جو آهي. پر وڏو فرق اهو آهي ته "پروپئگنڊا" واري زماني ۾ "سماجي نفسيات" جهڙي خوفناڪ علمي هٿيار کي ليکي ۾ نه آڻيندا هئا. جڏهن ته ميڊيا جي هن زماني ۾ نه رڳو انهيءَ هٿيار کي ڀرپور طريقي سان استعمال ڪيو ويندو آهي پر انهيءَ هٿيار جا نوان ۽ ڏور مار ماڊل تيار ٿيندا پيا وڃن. اڳي ميڪاوليءَ جو "Prince" هلندو هو. هاڻي الياس ڪينيٽي جو "Crowds & Power" هلي ٿو. اڳي جانڻو، ڦڙڪ، وارو ۽ پاسو هٽي همراهه کي دسبو هو ۽ هاڻي وچئين (فائول انگ) هٽي ڪيرايو ويندو آهي. هتي اهو عرض به ڪري ڇڏيان ته ملهن ۾ وچئين هڻڻ جا اهڙا شاهه ڪاريگر هوندا آهن جو ڪنهن کي ڪڙڪ ٿي نه پوندي آهي. الله جنت نصيب ڪريس منهنجو هڪڙو جهونو يار هوندو هو غلام محمد ٽنگڙي بروچ، پنهنجي وقت جو ڏاڍو مڙس هوندو هو. جڏهن مٿس پوليس چڙهت ڪندي هئي ته هو ڀرئين ته پٽي پنهنجو پاڻ کي چار گاريون ڏيندو هو ۽ پوءِ صوبيدار کي ست گاريون ڏئي ويندو هو. انهيءَ وقت جا قدردان صوبيدار سندس انهيءَ ڏاڍ مڙسيءَ جو قدر ڪري ڇڏي ڏيندا هئا. جڏهن سوشلسٽ ۽ سرمائيدار بلاڪن ۾ سرد جنگ هلندي هئي ته BBC ريڊيو وارن به مرحيات غلام محمد ٽنگڙيءَ واري ٽيڪنڪ

اختيار ڪئي. BBC وارا پهرين پنهنجي بلاڪ کي پٺي گاريون ڏيندا هئا ۽ پوءِ سوشلسٽ تي گارين جي رئي پٺي پوندي هئي. مٿان پرنٽ ميڊيا جي ترقيءَ، سماجي نفسيات جي جديد هٿيارن ۽ ٽي ويءَ سوشلسٽ بلاڪ جا ڌاڳا ڪڍي ڇڏيا.

اهي هلاڪو ۽ چنگيز اڳي بہ هوندا هئا. وڏا بغداد ڪندا هئا. ماتا، لوس (ڪالرا)، سنڙيا، ڌهڙيا ۽ ڇپنا ٽڪار، ٻوڏيون، زلزلا ۽ بغدادن وگهي لکين ماڻهو مري ويندا هئا. پر هڪڙيءَ ڪنڌ جي خبر ٻيءَ ڪنڌ تائين ايترو جلدي ڪا نہ پڄندي هئي، هاٿي کي ڇهہ ست ڏينهن اڳ مار پويس هڪڙي چرئي آمريڪيءَ پنج ڇهہ خون ڪري ميامي‌ءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي ماري وڌائين تہ گڏريل پنجن ستن ڏينهن کان CNN وارن جي رِيهہ ٻِٽِي پوي. اهڙو تا ڊيچارين جو ڏسڻ وارو آمريڪا وچڻ تان ارواح ڪٽي وڃي. ميڊيا سڄي دنيا ۾ ٻڙڌڪ اچي مچايو آهي. ظاهر اها ميڊيا ئي آهي جنهن ستن خونن جي جوابدار کي لکين ماڻهن جي قاتلن هلاڪو ۽ چنگيز کان وڌيڪ خوفناڪ فگر بڻائي ڇڏيو آهي. اهو تہ ڇڏيو پر مشهور نوننشي باز ٽوني ماريسن سامهين پهلوان جون گاريون نہ سهي ڪيس ڪن ۾ چڪ هٽي ڪڍيو آهي تہ اجا پٺي ميڊيا ڪانگن وانگر ٽان ٽان ڪري، چڻ ڪو آمريڪا ۾ وڏو زلزلو آيو هجي. بقول مامي رمضان جي تہ "ميان انهن تو وارن ٽي ويءَ وارن تہ اسان جا هينئا ڦاڙي ڇڏيا آهن."

ظاهر آهي تہ جنهن ميڊيا ڪروڙين ماڻهن جي ذهنن تي حملو ڪري، دنيا جي وڏي آباديءَ کي "Captive Mind" جي ذهني بيماريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. اها ايڊز نمبر ٽيون بيماري آهي، جيڪا اڳ ۾ ڇاڻايل ٻن قسمن جي ايڊز کان وڌيڪ خطرناڪ بيماري آهي.

# رڳو سنڌ ۾ ڌاڙا گردي ڇو

گهر ۾ ويهه تہ سياست، آفيس يا دڪان ۾ گهڙ تہ سياست، بس يا هوائي جهاز ۾ چڙهہ ”سياست، پيو تہ ڇيو، پر هاڻي گاريون بہ سياسي ٿي پيون آهن. مثلن آمريڪا جو ڇاڙتو، را جو جاسوس، سرڪاري ٻولڙيو، اسلام دشمن ۽ سنڌ دشمن وغيره وغيره. مطلب تہ اسان جي ڳوٺاڻي عام ماڻهو جي اگهاڙين گارين ۾ جيڪا حس مزاح، زبان جو چشڪو ۽ تخليقي سگهہ هوندي هئي، اهي گاريون بہ هاڻي وائڙن، سطحي ۽ واهيات سياسي اصطلاحن ۾ تبديل ٿي چڪيون آهن. جڏهن گارين سان ئي ايتري جٺ ٿي آهي تہ زندگي جي ٻين معاملن ۾ ۽ مامرن سان جيڪا ويڌن ٿي هوندي انهيءَ جو اندازو لڳائڻ ڏکيو ڪم ناهي.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ ٽين دنيا جي ٻين ملڪن وانگر اسان جي ملڪ ۾ بہ بک، بيروزگاري، ارهہ زورائي، ڪرپشن، هڪ ٻئي جي حقن کي ٻنا اوڳرائي ڏيڻ جي هضم ڪري وڃڻ، عوام جي ڏنل سياسي راءِ کي لٽ ۽ چٽ جي زور تي ختم ڪرڻ ۽ ٻين ڪيترن اهڙن اهم مسئلن جي ڪري سياست واچوڙي وانگر ڪاهي پيئي آهي ۽ ماڻهن جي گهڻ سياست جي بخار ۾ ورتل آهي. اها صورتحال بلڪل فطري آهي. سياست جي اهميت کي نپ نظر انداز ڪرڻ تہ زيادتي ٿيندي، پر هر ڳالهہ کي، هر شئي کي، هر مسئلي کي ۽ هر رشتي کي نظرياتي سياست جي نظرن سان ڏسڻ ۽ زندگي جي ٻين پهلوئن کي جوتن تي چڙهيل لٽ وانگر ڇنڊي پري ڪرڻ بہ تہ حد بي واجبي آهي. ڪنهن بہ معاملي کي رڳو سياسي اينگل کان ڏسڻ بہ تہ پنهنجن نگاهن سان پاڻ دوکو ڪرڻ جي برابر آهي. ٻين کي دوکو ڏيڻ جي ڳالهہ تہ سمجهہ ۾ اچي ٿي، پر پنهنجو پاڻ کي دوکو ڏيڻ عجيب و غريب فڪري صورتحال آهي.

گذريل ڪيترن سالن کان وني سنڌ ۾ ڦرن، ڌاڙن، اغوائن ۽ خونن جون اهڙيون اهڙيون وارداتون ٿيون آهن ۽ اهڙا اهڙا دبالٽ مقابلا ٿي گذريا آهن، جو اهي وارداتون جيڪڏهن"Pale Rider, High Noon, The quick and the Dead" جهڙيون رت سڪائيندڙ ويسٽرن فلمون ٺاهيندڙ هالي ووڊ جا ڊائريڪٽر ڏسن ته ڪر پنهنجيون ڪئميرائون ڀڃي ڦٽيون ڪن.

انهيءَ سڄي صورتحال تي هيستائين زباني توڙي لکيت ۾ جيڪا به ٽيڪا ٽپڻي ٿي آهي، انهي جي تان وڃي سياست تي ٽٽندي آهي. ڌاڙيل پنهنجي شڪار تي شيهي جي گولي هلائي ٿو ۽ اسان جو تجزيي نگار ڌاڙيل تي سياست جي گولي هلائي ٿو ڇڏي.

مڄجي ٿو ۽ سورهن جا ويهه آنا مڄجي ٿو ته سنڌ ۾ ڌاڙيل پئدا ٿيڻ ۾ سياسي حالتن جو به حصو آهي، جنهن جو هن مضمون ۾ ذڪر ڪبو. پر ڌاڙيل پئدا ٿيڻ جا سڀ جا سڀ ڪارڻ سياسي ناهن. سنڌ ۾ ڌاڙيل پئدا ٿيڻ ۾ سياسي حالتن سان گڏوگڏ اقتصادي مسئلن ثقافتي قدرن، سماجي پيچ ڊاهه، نفسياتي ڪيفيتن، جنسي مونجهارن، اخبارن ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جي جادوگري، تاريخ جي وهڪري ۽ جاگرافيائي بيهڪ جو پڻ حصو آهي. جيستائين انهن سيني موضوعن کي وچ ۾ نه آڻبو. تيستائين ماڻهن جي اها حيرت دور نه ٿيندي ته آخر سنڌ ۾ ماڪوڙن وانگر ايترا سارا ڌاڙيل ڇو ۽ ڪيئن پئدا ٿيا آهن؟ ۽ انهن جو ڇيهه ڪڏهين ۽ ڪيئن ايندو؟

هت پنهنجي حال ۽ مال سارو ڪجهه ڪار بيان ڪجن ٿا. جيڪڏهين ڪا ڳالهه رهجي وڃي يا غلط هجي ته انهيءَ کي درست ڪرڻ پڙهندڙ جو ڪم آهي. ڇاڪاڻ ته هيءُ مضمون آهي، ڪا فتويٰ ناهي، انسان غلطيءَ گهر آهي، پر غلطيءَ کي درست ڪرڻ انسان جوئي ڪم آهي، بهرحال پهرئين اچون ٿا وڏي وسيع ڪارڻ لڏ پلاڻ تي.

(1) سنڌ جي اولهه ۾ ڏونگر آهن، جتي ڏک، بک ۽ اڃ واهوندي جي هوا وانگر وڄندي ۽ وڳندي آهي. اولهه ڏکڻ ۾ سمنڊ آهي، جتان جي انت ٻحر دي ڪل نه ڪائي آهي، ڏکڻ ۾ اوير ۽ اوير ۾ گجگاهه ٿر آهي، جتي وارين جا وسڪارا آهن، ڏيئي وني سنڌ جي اتر ۾ سنهي ڪنڊ آهي، جيڪا پنجاب جي آباد علائقي سان وڃيو ٿي لڳي، جنهن علائقي جا پوڻا چار حصا ويرانين سان گهيريل هجن، اهو علائقو انساني آبادي جو هڪ اهڙو تلاءُ بڻجي ويندو آهي، جنهن ۾ انساني آبادين جا ريلا وهي اچي

ڪرندا آهن. ڏکڻ ايشيا ۾ سنڌ مختلف نسلن جو وڏي ۾ وڏو تلاءُ آهي، جيڪو ڪنهن به انساني جسم جي گهاڙيٽي جي ماهر اينٽرا پالاجسٽ لاءِ حيرت جو هنڌ آهي.

سنڌ جي اولهه ۾ بلوچستان، ڏکڻ ۾ گجرات جو غير آباد حصو ۽ اوڀر ۾ راجستان اهڙا علائقا آهن، جتي پيٽ پرڻ ۽ پيٽ ڀڪڻ جا وسيلا ڏکيا به آهن ۽ گهٽ به آهن. انهي ڪريٰ فطري طور تي صدين کان وٺي، انهن علائقن جي انساني آبادي ڪڏهن ٽيپو ٽيپو ٿي ته ڪڏهن واهڙ ٻڻجي سنڌ ۾ ڪرندي رهي آهي. 1947ع کانپوءِ راجستان ۽ گجرات جا گهٽ ته بند ٿي ويا، پر بلوچستان مان لڏي سنڌ ۾ آباد ٿيڻ جو سلسلو اڃان جاري آهي.

ڪيترائي سال اڳ اتر ۽ اولهه کان جڏهين نندي ڪنڌ تي حملا ٿيندا هئا ته حمله آورن جا گهوڙا زمين کي ٿانڊا ڏيندا، وڻن وانگر ڪڙڪاٽ ڪندا، هند ڏانهن رخ رکندا هئا ته ڪين سنڌو ماٿري(سنڌ ۽ پنجاب) مان لنگهڻو پوندو هو. هڪڙيون فوجون لاهور کي سٽيندين دهلي مٿان وڃي ڪڙڪنديون هيون ۽ ٻيون فوجون شڪارپور ۽ سيوهڻ جي پتڻ مان ٿينديون هيٺ لهنديون هيون ته سنڌن سامهون هڪڙي پاسي جبل، ٻئي پاسي سمنڊ ۽ ڪڇ جو رڻ ۽ ٽئين پاسي گجگاهه واري سامهون ايندي هئي، نتيجي ۾ حمله آور موٽ کائي ڍيلتا وانگر پکڙجي سنڌ ۾ آباد ٿي ويندا هئا.

سمنڊ جو در سنڌ ڏانهن صدين کان کليل رهيو آهي، اوشيانو گرافي توڙي آرڪيالاجي جا نامي گرامي ماهر اها ڳالهه ڪن ٿا. قديم چوٽيون، سلوڪ ڪهاوتون ۽ سيني کان وڏي ڪري سنڌ جي مسافر شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو سر سامونڊي به انهيءَ ڳالهه جي ساک ڏيو بيٺا آهن. انهن سيني شاهدين کي چڏي جي رڳو ڪامن سينس کي ڊوڙائيو ته به ڳالهه پڌري پٽ پئي آهي. اٺ، گهوڙو ۽ ٻيڙو ئي قديم سواريون هيون، (هاٿيءَ جو ذڪر انهي ڪري نٿا ڪريون جو هاٿي ڍگها پنڌ پٽڻ لاءِ ڪم نه آيو آهي) پر سمنڊ جي در جي هڪ عجيب حقيقت سامهون ٿي اچي ته عربن جي آمد کان اڳ سنڌ جا بيڙائتا واپاري ٻاهر ويندا هئا، ٻاهرين واپارين جي آمد نه هئڻ جي برابر هئي. ڪو ڪو اڙيو ٿڙيو ٻيڙو سنڌ جي ڪنڌي اچي جهليندو هو يا سنڌ جو ڪو موٽندڙ واپاري ڏور اوپر کان ڪا وٺي وٺي اچي نڪرندو هو ته واهه نه ته ٻيو مڙيئي خير هو. پر اسلام جي وجود کان پوءِ پهرئين ڪجهه مسلمان مبلغ ۽ پوءِ محمد بن قاسم چڱو خاصو لشڪر وٺي سنڌ مان اچي نڪتو. محمد بن قاسم کي ته قسمت واپس پنهنجي

ملڪ ڇڪي ويئي، پر ساڻس آيل ڪيترائي عرب پهرئين حاڪم ٻئجي سنڌ ۾ رهي پيا ۽ پوءِ رعايا ٻئجي سنڌ جي سماجي سيٽ اپ ۾ ڳري ويا.

آفريڪا جي شيدين جو پهريون ريلو تہ عربن جي ذريعي سنڌ ۾ پهتو ۽ ٻيو ريلو گهڻو پوءِ سورهين ۽ سترهين صدي ۾ آمريڪا جي بلاڪ بسٽر Roots جي ڪردارن وانگر زنجيرن ۾ ونجي، پڌجي ۽ سٽجي سنڌ ۾ غلامن جي صورت ۾ ايئن اچي وڪاڻو. جيئن ساجن سوائيءَ جي ميڙي ۾ اٽ وڪامبا آهن. انن جا واپاري جت تہ لاڙ جي ميڙن ۾ انن کي آٽڻ کان اڳ وڏا جتن ڪندا آهن. انن کي تہ ڏاڍو ڪارائي پياري مواڙ ڪري، سندن وارن کي ڪئنچين سان ڪتري متانئن عاليشان شاهڪار ڊزائينون ٺاهي پوءِ ميڙي ۾ وڪري لاءِ آندو ويندو آهي، پر شيدين کي انن وارو اسٽيٽس حاصل ڪو نہ هو. اڄڪلهہ شيدين جو اهو نسل سنڌ جئي تفريحي ثقافت جو ڀرپور ۽ اڻ ٽوٽ انگ بڻجي چڪو آهي.

ارڙهين صدي کان وٺي ويهين صدي جي پهرئين ٽن ڏهاڪن تائين گجرات ۽ راجستان ۾ سنڙيا ۽ ڏهڙيا (ست ست سال ۽ ڏهہ ڏهہ سال) ڪارا ڏڪار پيا. جن ۾ ماڻهن مرٿون(سڪل گاهہ جو قسم) ۽ ڍڳين واري ڪاڏي، ڏڪارن هٽي ماڻهن جون ڪکيون ڪيي وڌيون. انهن ڏڪارن کان تنگ ٿي، ماڻهن سنڌ ڏانهن رخ رکيو ۽ آبادي جو چڱو خاصو ريلو وهي اچي سنڌ ۾ پيو. انهيءَ آبادي ۾ اڪثريت ڪولهين جي هئي. اسان جا جيڪي ڪجهہ جوشيلا جوان ڪولهين جي ستايل ذات جي جذباتي همدردي ۾ اچي ڪولهين کي سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو ٿا سڏين، انهن جي اطلاع لاءِ عرض ٿو رکجي تہ ڪولهي جسماني گهاڙيٽي جي لحاظ کان توڙي هن وقت موجود ثبوتن جي خيالن کان اصل ۾ مدراس جا رهاڪو آهن ۽ اڄان تائين ڪيترائي ڪولهي مدراس علائقي ۾ موجود آهن. انهن مان ڪيترائي ڪولهي لڏي مهاراشٽر ۾ اچي ويٺا. هن وقت جي ڏوڏان ڏوڏ شهر "بمبئي" جو اصل نالو"ممبائي" آهي اڄڪلهہ بمبئي کي ٻيهر ساڳيو نالو ممبائي ڏنو ويو آهي، جيڪا ڪولهين جي ديوي آهي. هن وقت انهي شهر جا معمار ڪولهي سمنڊ ۾ مڇيون مارڻ جو ڌنڌو ڪندا آهن. انڊيا ۾ ڪجهہ فلمون بہ "ڪولهين" تي ٺهيل آهن، ڪجهہ ڪولهي انهن کان ٿني گجرات " راجستان ۾ اچي ويٺا. سنڌ ۾ انهن جي آمد تمام گهڻو دير سان ٿي. هن وقت سنڌ ۾ انهن ڪولهين کي بهترين قسم جو محنتي هاري سمجهيو ويندو آهي ۽ ڏکڻ سنڌ جا ڪيترائي زميندار

ڪولهين جي لڏن کي رات واهه ۾ ٽريڪٽرن جي ٽرالين ۽ ٽرڪن ذريعي اغوا ڪري پنهنجين زمينن تي پهچائيندا آهن ۽ جڏهين اڳيون زميندار ڪولهين جو لڏو واپس ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته اغوا ڪندڙ زميندار انهن ڪولهين تي چڙهيل قرض ڀرئين زميندار رکي ڏيئي، ڪيس واپس ڪري ڪولهين کي پنهنجي کاتي ۾ لکي ڇڏيندو آهي. جيئن شيدي سنڌ ڪلچر جي سونهن بڻيل آهي، تيئن ڪولهي ايگريڪلچر جي سونهن بڻيل آهي.

ويهين صدي جي اڌ ڌاري انگريز بادشاهه سنڌو درياهه جي اوپر واري پاسي "جمڙائو واهه ۽ مٺڙائو واهه کوٽرايا. اهي واهه انجنيئرنگ جو شاندار نمونو آهن، اتان جي سنڌي ماڻهو جو گذر سفر جيئن ته مال تي هو ته جڏهين واهه وهي آيا ته مقامي ماڻهن کي اهو ڊپ اچي ويئو ته هاڻي وڻ وڍيا ويندا. مال چارڻ جون سيمون ختم ٿي وينديون ۽ نتيجي ۾ وڏي تباهي ايندي، (هاڻي انهي خوف ۾ سڄي دنيا گهيريل آهي ۽ ماحوليات تي ڪروڙين ڊالر خرچ ڪيا پيا وڃن) انهي ڪري سنڌي ماڻهن ڪوشش ڪئي ته زراعت کان پاسو ڪجي ۽ پنهنجي حلقي کي انهي تباهي کان بچائجي. نتيجي ۾ انگريز بادشاهه پنجاب جي جالنڌر ضلعي مان مسلمان ۽ سک لڏائي اچي وهاريا. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سک ته ڀڄي ويا، پر مسلمان اڃا آباد آهن، انهن پنجابين کي "سنڌي پنجابي" ڪري سڏيو ويندو آهي. اهي سنڌي پنجابي پنهنجن ٻارن کي سنڌي پڙهائيندا آهن، بوسڪي جا پٽڪا ٻڌي هلندا آهن ۽ پاڻ "چوڌري" سڏائڻ عيب ۽ "وڏيرو" سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. اهي پنجابي، پنجاب وڃي پنهنجو پاڻ کي اتي "پرديسي" سمجهندا آهن ۽ پنجاب مان آيل نئين پنجابي کي چڱين نظرن سان نه ڏسندا آهن.

سنڌ ۾ آبادي جو وڏو ۾ وڏو ريلو پاڪستان ٺهڻ سان 1947ع ۾ آيو، جنهن جي وضاحت جي ڪا ضرورت ناهي، جو انهي معاملي تي گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي.

سياستدانن جي وڏي ڇڪ ڇڪان ۽ ڏاڙهي پٽ کانپوءِ 1951ع کان وٺي لنڊن جي هوٽل ۾ بادشاهي جا خواب ڏسڻ واري جنرل محمد ايوب 1958ع ۾ مارشل لا هڻي، انهن سياستدانن کي چلتو ڪيو، جن لاءِ مرحيات جواهر لعل نهرو چيو هو ته "آئون ايترين ڌوتين ڪونه ٿو بدلايان، جيترين پاڪستان جون حڪومتون تبديل ٿيون" اها هڪ فطري حقيقت آهي ته ملڪ جي جنهن به علائقي جو ماڻهو حڪمران

ٻڌجندو آهي. اهو پنهنجي علائقي جي ماڻهن کي ۽ پنهنجن ساٿين کي ورسائيندو آهي. جنرل ايوب پٺاڻ هو، هتي اهو عرض ڪري ڇڏيان ته سرحد صوبي جي هندڪو علائقي جي رهاڪو کي "پٺاڻ" ۽ پشتو علائقي جي رهاڪو کي "پختون" سڏيو ويندو آهي، جنرل ايوب حڪومت ۾ اچي پنهنجي صوبي ۽ پنهنجن ساٿين رٽائر فوجي آفيسرن کي ورسائڻ شروع ڪيو. هڪڙي پاسي فوجي آفيسرن کي بدين ۽ ٺٽي ضلعن ۾ زمينون مليون ته ٻئي پاسي جنرل ايوب جي علائقي مان نڪرندڙ ترڪن ۽ بسن سان نيشنل هاءِ وي وڇي اٿيو ۽ لکن جي منهن پٺاڻن ۽ پختونن جي آبادي جو واهڙ وهي اچي سنڌ ۾ ڪريو.

چاليهن سالن کان وٺي، سڄي ايران کي آڱرين تي نچائيندڙ ۽ آمريڪا جي مفادن تي چوڪسي ڏيڻ واري گڙنگ شهنشاهه ايران جي محل جي سر سر سان لڳي ۽ پهرين فيبروري 1979ع تي صبح جو سوير امام خميني جو جمبو جيٽ تهران جي هوائي اڏي تي لٿو. ٻارن کان وٺي اسي ورهين جي عمر جا ايران جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آيل لکين ماڻهو سندس آءِ ڀڳت لاءِ اچي گڏ ٿيا. عقيدت جا اهڙا اهڙا رنگ ڏسڻ ۾ آيا جو اک نه ڏسي گوڏي کي، اهو هڪ انقلاب نه هو، پر اهڙو طوفان هو جنهن جو مثال دنيا ۾ نٿو ملي. جيڪڏهن ڪنهن کي انهيءَ وانئر وانگر اٿيل انقلاب کي محسوس ڪرڻو آهي ته ڳيس صلاح آهي ته دنيا جي واڪاڻيل جرنلسٽ محمد هيڪل جو ڪتاب "Return of (A Y) ottullah" پڙهي ڏسي. جيڪڏهن ڪنهن کي انهيءَ انقلاب جي پس منظر ۾ موجود سماجي نفسيات کي سمجهڻو آهي ته ڪيس ڪپي ته دنيا جي معروف ترين نوبل انعام يافته بلگارين سوشل سائيڪالاجسٽ ايلياس ڪينيٽي جو ويهن سالن جي ريسرچ کان پوءِ لکيل ڪتاب "Crowds and power" پڙهي ڏسي. انهي انقلاب جي نتيجي ۾ ايران واري بلوچستان مان بلوچ ۽ جدگال (جدگال اصل ۾ آمراٽي يعني عمرڪوٽ واري پاسي جا سنڌي آهن، انهن سنڌين جو تعداد ايران ۾ چاليهه هزار ڪن هو) لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا.

27 ڊسمبر 1979ع صبح جو سوائين ستين وڳي سوويت يونين جون فوجون ٻڪراڙ ڪنوڻ وانگر ڌڏا ڪنديون، گڙنديون افغانستان ۾ داخل ٿي ويون. ڪين افغانستان جا اڙانگا جبل ۽ پنڌ سامهون اچي ويا. جنگ افغانستان ۾ لڳي، ڀاڳن ڀيرو جنرل ضياءُ الحق کي ڏنو "ضياءُ دال مان ڦري شيرو ٿيو." آمريڪا ضياءُ جي مٿي تي هٿ رکيو. ڊالرن جون ٻوريون کلي ويون ۽ هٿيارن جا ڍير لڳي ويا، پر اڳيان بـ سوويت يونين جي

مٿو مٿي تي ڏيئي وڙهڻ واري سرخ فوج هئي. نتيجي ۾ لکن جي منهن افغانن پاڪستان ڏانهن پاچ ڪاڍي ۽ افغانستان اجان تائين ڦيرين ۾ آهي. افغانن جو گهڻو حصو سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو.

هن وقت بہ ڪيترن ئي بنگالين، سيليونين، برمين، ازبڪن، تاجڪن، پارتي مسلمانن جو منهن سنڌ ڏانهن آهي. اها آبادي ٽيپو ٽيپو ٿي، سنڌ جي تلاءُ ۾ ڪري رهي آهي. مٿي ڄاڻايل حقيقتن مان اها ڳالهہ هٿ جي تري وانگر صاف آهي تہ سنڌ مسلسل ٻاهران آيل آبادين جو شڪار رهي آهي. عمرانيات جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ جيڪي علائقا مسلسل ٻاهران آيل آبادين جو شڪار رهندا آهن. اتان جو سماجي سيٽ اپ، ثقافتي ۽ اخلاقي قدر، اجتماعي نفسيات ۽ رشتن جي اٿت مسلسل مونجهارو اتان جي ماڻهن ۾ هڪ پاسي ذهانت ۽ تخليقي سگهہ پيدا ڪندو آهي تہ ٻي پاسي انفرادي ڇڙواڳي، ڏوهن ۽ ڪڏهين ڪڏهين انارڪيءَ کي جنم ڏيندو آهي.

سنڌ سان سندس جاگرافيائي بيهڪ جي ڪري مسلسل اها ويڌن رهي آهي تہ اجان هڪڙو سماجي سيٽ اپ ۽ ثقافتي فضا جڙي راس مس ٿي آهي تہ مٿان ٻي آبادي جو حملو ٿيو آهي ۽ نتيجي ۾ ٻن ثقافتن جو ٽڪراءُ ٿيو آهي، جنهن مونجهاري کي جنم ڏنو آهي ۽ مونجهاري وري ڪرائيم کي جنم ڏنو آهي، ڪافي عرصي جي انهي ٽڪراءُ ڪانپوءِ سنڌ جي ٻليءَ جي جسم وانگر سخت جان ثقافت آيل ڪلچر کي ڪائي ڪپائي هضم ئي مس ڪيو آهي تہ وري ٻيءَ آبادي، ٻئي ڪلچر جو حملو ٿيو آهي ۽ وري ساڳئي ڪچٽي پڪي آهي. انهي ريت سنڌ ۾ رکي رکي ڪرائيم جنم ورتو آهي ۽ ايترا پيرا جنم ورتو اٿس، جو هاڻي تہ لڳي ٿو تہ ڪرائيم سنڌ جي روايتن جو حصو بڻجي چڪو آهي. انهي روايت جو اسان وٽ انهي کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ثبوت هوندو جو جڏهن پروچاندبيو مٿو تہ مٿائنس ويهہ هزار اجرڪون وڌيون ويون. ٻاڪاسر (راجستان) جي ڏاڙيل ٻڙوت سنگهہ جي شان ۾ سنڌ ۾ لوڪ گيت ٺهيا. ٻڙوت سنگهہ تہ ڇا، پر هو جنهن ڏائڻ اٺي تي چڙهي سنڌ ۾ اچي ڌاڙا هڻندو هو، انهيءَ اٺڻ کي ڳائيو وڄايو ويو. اسان جي ڪيترن ئي نوجوانن، جرنلسٽن، سياستدانن ۽ پڙهيل لکيل ماڻهن جون زبانون ۽ قلم ڌاڙيلن جي واکاڻن ۾ وهن ٿا. ٻين کي ڇڏيو، آئون پاڻ انهي روايت جي رومانٽسزم جو شڪار بڻجندو رهندو آهيان.

حاصل مطلب تہ سنڌ ۾ ڏاڙيل پئدا ٿيڻ جو هڪ وڏو ڪارڻ سنڌ تي صدين کان ونئي آباديءَ جو لاڳيتو دٻاءُ آهي.

(2) سرحد صوبي کي سماجي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. صوبي جو وڏو حصو قبائلي نظام تحت هلي ٿو. انهي حصي جا قبيلا سردارن سان ۽ سردار پنهنجي قبيلي سان هر ڳالهہ ۽ هر معاملي ۾ ٻڌل رهندا آهن. اتي مون کي پاڻ کي انهيءَ ڳالهہ تي حيرت ٿي تہ قبائلي نظام جي باوجود نہ اتان جو سردار ۽ نہ ئي وري عام ماڻهو ايترو ڪلاس ڪانشس آهي، ٻيو تہ ٺهيو اتان جي چيف منسٽر آفتاب احمد شيرپائو کي هڪ عام پٺاڻ پويان قميص مان جهلي ڇڪ ڏيئي، پنهنجو مسئلو بيان ڪندو آهي. نتيجي ۾ شريف ماڻهوءَ کي پنهنجي قميص جو خيال رکڻو پوندو آهي، ان جي ابتڙ ڪلاس ڪانشس هئڻ جي جٽ بلوچستان ۽ سنڌ ۾ گهٽي آهي. سرحد ۾ ڪنهن بہ شخص کي ڪنهن ٻئي شخص جي پرواهہ ناهي، پر انهي هوندي بہ فيصلن ۾ هو قبائلي نظام سان ٻڌل آهن، جيڪو بہ ماڻهو ڏوهہ ڪندو، آهو انهي ڏوهہ جي پوري پوري سزا پائيندو. اهو نظام سرحد ۾ ڏاڙيل کي ايرڻ ئي نٿو ڏي. سرحد جو ٻيو مختصر حصو مولوين جي قبضي ۾ آهي. اتي مولوي جي حيثيت سردار کان ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ ناهي، فرق صرف ايترو آهي تہ سردار پنهنجي اوطاق ۾ ويهي فيصلو ڪندو آهي ۽ مولوي مسجد ۾. سرحد جي انهيءَ حصي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڏاڙيل پيدا ٿي پوندو آهي، پر اهو چنڊي ٿيڻ ۾ ايتري دير نہ لڳائيندو آهي. سرحد جو ٽيون حصو سردارن ۽ مولوين کان تہ آجو آهي، پر هڪ تہ اتان جي انتظاميہ روايتي طور تي ٻين صوبن جي بنسبت وڌيڪ منظم، مضبوط ۽ تيز رفتار آهي. اتان جو عوام خوف جو شڪار بڻيل ناهي، انهي ڪري انتظاميہ سان ڏاڙي ڦر جي معاملي ۾ تعاون ٿو ڪري؛ اهو ئي ڪارڻ آهي جو اتي ڏاڙيل پيدا نٿو ٿئي. البتہ اهڙا ڏوهہ ضرور ٿين ٿا، جهڙوڪ اسمگلنگ وغيره، تہ انهي سان ڪنهن شخص جو ذاتي نقصان نٿو ٿئي. هن وقت اهو صوبو ٻين صوبن کان وڌيڪ خوشحال ۽ پر امن آهي. تعليم ۽ ترقياتي رٿائن جي لحاظ کان بہ سرحد اڄ يا سڀاڻي پنجاب کي بہ پار ڪرڻ وارو آهي. بهرحال سرحد صوبو مضبوط سماجي بنيادن تي ٻڌل آهي، انهي ڪري ڏاڙيلن جي آزار کان آجو آهي.

بلوچستان ۾ بہ قبائلي نظام آهي، جيتوڻيڪ اهو قبائلي نظام گهٽين ڳالهين ۾ سرحد کان الڳ آهي. سرحد ۾ هن وقت اها صورتحال آهي تہ اتي جو قبائلي نظام

تون سگهارن سماجي ادارن کي جنم ڏيئي رهيو آهي. پين لفظن ۾ اهو قبائلي نظام ارتقائي بنيادن تي تبديل ٿي رهيو آهي. جڏهن ته بلوچستان جو قبيلن جي وچ ۾ ڪيڏي به ڏگهي ويڙهه هلندي هئي، پر سردارن کي هٿ نه لاٿو ويندو هو. هاڻي اتي سردار به گولين جو شڪار ٿيڻ لڳا آهن. اڪبر بگٽي جهڙي مضبوط سردار کي پنهنجي قبيلي مان خطرو پيدا ٿي پيو آهي. ذوالفقار علي ڀٽي جي زماني ۾ سردار خير بخش مري اسيمبلي ۾ اٿي بيهي جڏهن تقرير ڪندو هو ته سڄي اسيمبلي ڪڙڪائي ڇڏيندو هو. انهي ساڳئي سردار تازو جيڪي بيان ڏنا آهن، اهي پڙهي اکين کي يقين نٿو اچي ته اهو ساڳيو سردار خيربخش مري آهي. انهن بيانن ۾ سردار صاحب جي فرسٽريشن صاف صاف ظاهر آهي ۽ اها فرسٽريشن قبائلي نظام ٽٽڻ جي صدمي جو اظهار آهي. بلوچستان جي انهيءَ ٽٽندڙ قبائلي نظام جي جڳهه ڪو نئون سماجي ادارو پري نه رهيو آهي، پر انهي هوندي به بلوچستان ۾ اجان ڏاڙيل جي ذات ايري نه سگهي آهي. سبب اهو آهي جو جيڪڏهن هڪڙي پاڙي/نڪ ٻئي پاڙي/نڪ ڏانهن هٿ وڌائي ٿو يا هڪڙو قبيلو ٻئي قبيلي جي ماڻهو ڏانهن هٿ وڌائي ٿو ته نتيجو ڏگهي ويڙهه جي صورت ۾ نڪري ٿو. انهي ڪري بلوچستان ڏاڙيلن جي باهه کان بچيل آهي.

پنجاب ۾ پنچائت جو نظام آهي، چار چڱا ويهي ڳالهه کي ٿاري ٿا ڇڏين. انهي هوندي به پنجاب ۾ ڏاڙيل فئڪٽر موجود ته آهي، پر اهو ايترو گهرو ۽ وسيع ناهي، جيترو سنڌ ۾ آهي. پنجاب ۾ ڏاڙيل ڏاڙي جي صورت اختيار نه ڪئي آهي، جيئن سنڌ ۾ ٿيو آهي، تنهن ڪانپوءِ پنجاب جي سرڪش نوجوانن لاءِ بيا اهڙا ادارا موجود آهن، جن ۾ خاص طور تي فوج اچي وڃي ٿي. راندين جو شوق جي لاءِ ادارا ڏار آهن، ته نوجوان جي سرڪشي کي مثبت رستا ملي وڃن ٿا. انهيءَ هوندي به ڏاڙيل کي روڪڻ لاءِ پنچائت وڏ ۾ وڏ ڪارگر آهي.

سنڌ سان مصيبت اها آهي ته اتي نه بلوچستان ۽ سرحد وانگيان نه قبائلي نظام آهي ۽ نه وري پنجاب وانگيان سماج جو بنياد پنچائت تي بڌل آهي. يعني ته قبائلي ۽ پنچائتي نظام جو هڪ اهڙو مڪسچر آهي، جيڪو نڙي ۾ قاسي پيو هجي. ڪنهن ڇتي ۽ مضبوط نظام جي غير موجودگيءَ جي ڪري ڏاڙيل جي وڌڻ لاءِ رستو کليو آهي. انهيءَ صورتحال ۾ ڪيترا به سنا انتظامي اپاءُ ورتا وڃن ٿا ته اهي ڪامياب

نتا وجن. نتيجي ۾ ڏاڙيلن جو هڪ ٽولو ختم ٿو ٿئي تہ ٻيو ٽولو ڪن ڪڍيو بيٺو آهي.

(3) انهي ۾ ڪو شڪ ناهي تہ سنڌ ۾ نہ قبائلي نظام آهي ۽ نہ وري ڪا پنچائت پڙي آهي، پر سنڌ ۾ وڏيري جي اوطاق اهڙو سماجي ادارو هو، جتي ڇوڙي نبيري ٿيندي هئي. فيصلا ڦڙا ٿيندا هئا. جي ڪو چور چڪار، لوفر ڏاڙيل ڪن ڪيندو هو تہ اوطاق جي سگهہ جي ذريعي انهي بدمعاش جي بولتي بند ڪئي ويندي هئي. چور چڪار، بندمعاش ڪي وڏيرو انهيءَ ڪري نہ ڇڏي ڏيندو هو تہ هو ڪو سندس ذات يا قبيلي جو ماڻهو آهي. وڏيري جي اوطاق جو در پنهنجين قباحتن جي باوجود ستايل ماڻهو يا راڄ لاءِ ڪليل هوندو هو. اها پراڻي اوطاق اڃان بہ اوپر سنڌ ۾ ڪٿي ڪٿي موجود آهي، جيڪا تيزي سان پنهنجو اثر وڃائي رهي آهي. ڏاڙيل ڪي آڏي اينڌڙ اوطاق ٻن سببن جي ڪري پنهنجي پڇاڙي تي پهچي چڪي آهي (الف) اڳي زميندار جو ڏنڌو ايڏو محنت طلب نہ هوندو هو، وڏيون زمينداريون هونديون هيون. ٽريڪٽرن، پاڻي ۽ مارڪيٽنگ وغيره جو ڪٺر اڳ نہ هوندو هو، زمينن کي ڪاراوا ڪمدار اونڌو سڌو پيا هلائيندا هئا ۽ وڏيري تائين چڱي خاصي ونڊي پيا پهچائيندا هئا. وڏيرو شادين مرادين، مرڻي پرڻي ۽ آفيس جي ڪمن ڪارڻ سانگي ٻاهر نڪرندو هو، نہ تہ اوطاق جهليو ويٺو هوندو هو. سندس ڌيان زمينن تي اويترو نہ هوندو هو، جيترو واندو ويهي سوچڻ يا ڇوڙي نبيري ڪرڻ تي هوندو هو. واندڪائي، سوچ ۽ ڇوڙي نبيري جي لاڳيتي پريڪٽس وڏيري ۾ هڪ خاص قسم جو اڏامندڙ تتر جا پر ڳڻڻ وارو لوڪ شعور پيدا ڪري ڇڏيندي هئي. جيئن تہ راڄن جا بار پريون وڏي تي هوندا هئا. انهي ڪري سندس اولاد ۾ جسماني توڙي ذهني ڪاهلي پيدا ٿي پيئي. اولاد بوريت جو شڪار ٿي اوطاق جي ڪنڌ پاسي ۾ پنهنجي اوطاق ناهي، واندن، هلڪن ۽ وائڙن ماڻهن ۾ ويهي چار ڳالهين جا نڪاءِ ٻڌندو هو ۽ ٻڌائيندو هو يا جيئون پيو ڊوڙائيندو هو يا پوءِ وڏي ڪان لڪي شراب، ڪباب، شباب، شڪار ۽ راڳ جي محفلن ۾ غرق ٿي ويندو هو. سندس ڌيان نہ زمينن ڏانهن ويندو هو ۽ نہ ئي وري راڄن پاڳن ڏانهن ڪا توجہ ڏيندو هو. نتيجو اهو نڪتو جو انهيءَ وڏيري جي پوئين جنريشن هڪڙي پاسي سستي ۽ عياشي جو شڪار ٿيڻ لڳي تہ ٻئي پاسي شاهہ خرچين هٽي انهي جنريشن کي در تي وهاري ڇڏيو. قرض چڙهيا، ٻنين مان ٿيندڙ اپت ڪائي ويا، زمينون پهرئين گروي رکايون ۽ پوءِ

وڪاڻيون. نتيجي ۾ جيڪي وڏيرن جا اصلي خاندان هئا، اهي تباهہ ٿي ويا يا تباهي جي منزل تائين پهتل آهن. انهن خاندانن مان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ خاندان ضرور بچيا آهن، پر اڪثريت پنهنجو وارو وڃائي چڪي، پر ٿورڙا خاندان بچيا تہ وجي آهن تہ انهن جو هٿ راڄن ڀاڳن تي ناهي رهيو. بهرحال جيڪو روايتي وڏيرو يا رئيس هو انهي جي لوفر ڪي منهن ڏيڻ لاءِ اوطاق مڪمل طور تي ختم ٿي چڪي آهي. هاڻي پويان ڏوڙ پيئي ٿي اڏامي، اڄڪلهہ جيڪي وڏيرن جون خانگي جيلون ٻڌجن پيون ۽ لڄالٽ پيئي ٿئي، جيڪو ظلم جو ڏنبو پيو ٿو وسي، اهي خانگي جيلونَ پوءِ ڀاون وڏيرن جون آهن يا ٻين علائقن مان آيل وڏيرن جون آهن. سيني ڪمزورين هوندي اصلي خانداني وڏيري جو اهو وڙ ئي ناهي جو هو هارياڻي جي عزت تي هٿ ڪٽي يا ڪٽرائي، ڀلاجي ڪنهن اصلي خانداني وڏيري ڪي ڪارو منهن ڪرڻو هوندو آهي تہ پنهنجن هارين نارين ڪان پاسو ڪري پاڪستان جي وڏن شهرن جا در وجي جهليندو آهي. حاصل مطلب تہ سنڌ ۾ اصلي وڏيري جي اصلي اوطاق جي ختم ٿيڻ جو هڪ سبب اهو بہ آهي.

(ب) ظاهر آهي تہ دنيا جون جيڪي وڏي ۾ وڏيون تحريڪون ڪنهن نہ ڪمري، ڪنهن نہ ڪنهن ڪنڊ مان اٿنديون آهن ۽ پوءِ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ڪي پنهنجي انقلاب آڻڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. اهي تحريڪون پاڻيءَ وانگر هونديون آهن ۽ جنهن ٿانوَ ۾ پونديون آهن، اهو رنگ اختيار ڪنديون آهن. ڪميونزم جي تحريڪ جي ڦهلاءَ جو مثال نتو ملي. اسان وٽ اها تحريڪ پهرين "ترقي پسند تحريڪ" جي نالي سان ۽ پوءِ ماءُ حقدار جي نالي سان ڪر ڪڻڻ شروع ڪيا. مائي بختاور لاشاري جي خالد منڊي هٿان قتل، حيدربخش جتوئي ۽ سوڀي گيانچداڻيءَ جي پمفليٽن، ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي نبي سر روڊ لڳ نانگي واري ميڙي، انهيءَ وقت جي شيخ اياز جي شاعريءَ، جمال ابڙي ۽ غلام آگري جي ڪهاڻين ۾ ٻين ڪيترن ئي ڪامريڊن جي ڪوشش جي باوجود "هاري حقدار تحريڪ" سنڌ ۾ پنهنجا پير پختا ڪري نہ سگهي. هتي هڪڙو سچو پچو يوڳ بہ بيان ڪرڻ ضروري آهي، جيڪو مون پاڻ مرحوم غلام محمد لغاري جي واتان ٻڌو. غلام محمد لغاريءَ ڪي واري ساڻ حڪومت ٻڌي ويندي هئي. خاص ڪري جنرل ايوب جي زماني ۾ مرحوم جيل ۾ وڃڻ لاءِ اڳيئي سامان ٻڌي تيار ويٺو هوندو هو، تہ وري ڇڻي ايندو هو. پيءُ جي دل پيءُ جي ٿيندي آهي، جڏهين بہ ڪامريڊ ٻڌبو هو تہ غلام محمد لغاريءَ جي پيءُ ٻڪ ڪٽي جنرل ايوب ڪي پٺيندو،

گارين جو دس چاڙهيندو هو. هڪڙي پيري ڪامريڊ جو پيءُ ميڙي ۾ پٽ جي تقرير ٻڌڻ آيو. جڏهين تقرير پوري ٿي، پٽ کي سڏ ڪيائين ”چورا! هيڏانهن اچ!“ جڏهن غلام محمد، پيءَ وٽ پهتو ته پيءُ سرائيڪي ۾ چيس. ”چورا تون ته صفا ڪو واهيات آهين. جنرل ايوب ته ڪو اشراف ماڻهو ٿو ڏسجي جو ٻڌي وري چڙي ٿو ڏي. تو جيڪي گاريون جنرول ايوب کي ڏنيون، اهي گاريون مون کي ڏٺين ته ڪر توکي کهاڙي سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيان ها.“ سو خير. اها تحريڪ اپڙي سگهي، نه اپڙڻ جا سبب ته سوين صاحب ٿي ٻڌائي سگهي ٿو. پر منهنجي خيال ۾ هڪڙو ته انهيءَ تحريڪ جا ماڻهو عوام سان ايترو تعلق ۾ نه هئا ۽ گهڻو ڪري پنهنجو وقت هم خيال پڙهيل لکيل ماڻهن سان گذاريندا هئا. ٻيو ته هو عوام ۾ سوشلزم جي ڳالهه گهٽ ڪندا هئا ۽ مذهبن تي حملا وڌيڪ ڪندا هئا. نتيجي ۾ الله ۽ الله جي رسول ۽ ٽپ ٽپ تي واڪاڻ ڪرڻ وارا غريب معصوم هاري سندن انهن ڳالهين کان ٿهندا هئا. سنڌ جو هاري سيڪيولر ته آهي، پر لامذهب ناهي. اسان جا اهي بزرگ عوام اڳيان سيڪيولرزم ۾ لا مذهبيت جي فرق کي چٽو ڪري نه سگهيا، جو اهي بزرگ سوشل سئڪالاجيءَ جي علم کان آجا هئا. جيڪو ڪنهن تحريڪ کي ڪامياب بڻائيندو آهي. باقي جيڪا ذريعن جي کوٽ جي ڳالهه تي ڪئي وڃي ته اهو بهانو آهي. لينن، مائوزيتنگ، فيډرل ڪاسترو ۽ هوچي منهه ڪهڙو لکن تي مٿو پٿي ڏوتو. ٽيو ڪارڻ اهو به آهي ته هر تحريڪ جون پهريون لهرون ناڪامياب به وينديون آهن، پر ايندڙن لاءِ ڪجهه واٽون ناهي وينديون آهن.

ذوالفقار علي ڀٽو رڳو سياستدان نه هو، پر سياستدان واري حيثيت کان چار وکون اڳتي وڌي ڪري سوشل سئڪالاجي جو ماهر هو. سندس انهيءَ علم جو بنياد وسيع مطالعي ۽ مشاهدي سان گڏوگڏ قدرتي ڏات به هو. انهيءَ ڪري ٿي هن ڊيگال کي لکيل خط ۾ چاڻايو هو ته سندس نظر ۾ سندس سياست شاعري وانگيان آهي. سندس انهي قدرتي ڏات کي تخليقي سگهه به چئي سگهجي ٿو. سندس انهي تخليقي سگهه جا مثال سياست جي دنيا ۾ تما گهٽ ملن ٿا. ڀٽو صاحب گڏيل عوامي شعور جو ايڊيٽر هو. هن عوام جي احساسن، جذبن لاڙن، نظرين، عمل، رد عمل، بادي لينگوئيج ۽ ڊڪشن کي عمل جي صورت ۾ گڏ ڪيو. عوام وٽان حاصل ڪيل انهي علم (fold wisdom) ايڊٽ ڪري عوام کي واپس ڏنو. ڪيس خبر هئي ته آخري فيصلو وٽس نه، پر عوام وٽ آهي. ڪيس خبر هئي ته بند ٿيل گهر جو تالو ڪيس کولڻو آهي، پر گهر جي

صفائي پين گهر پاتين (عوام) کي ڪرڻي آهي. ڪيس خبر هئي ته عوام جي دل و دماغ جي دروازن کي کڙڪائڻ سندس ڪم آهي، عمل ڪرڻ عوام جو ڪم آهي. ڪيس خبر هئي ته هڪ نه هڪ ڏينهن دنيا مان لڏڻو آهي، پر عوام کي زنده رهڻو آهي، جنهن کي پنهنجا مسئلا پاڻ سنڀالڻا ۽ حل ڪرڻا آهن. اها حڪمت عملي ذهن ۾ رکي هن پين ٽابوز کي ٽوڙڻ سان گڏ سنڌ جي عوام جي ذهن ۾ وڏيرن جي رعب ۽ حاڪميت کي ٽوڙي ڦٽو ڪيو. نتيجي ۾ وڏيري جي اوطاق ٽٽي پيئي، پر انهيءَ سماجي اداري جي جاءِ تي ٻيو ڪو اهڙو مظبوط ادارو جڙي نه سگهيو. جيڪو ٽٽل اوطاق جي جڳهه والاري سگهي. نوان ادارا جڙڻ ۾ وقت وٺندا آهن. پڻي صاحب کي ايترو وقت ئي نه ڏنو ويو جو هو پنهنجي علم جي ذريعي عوام کي نوان ادارا ٺاهڻ ۾ مدد ڪري سگهي. اڳتي هلي نتيجو اهو نڪتو جو وڏيري جي اوطاق جي ٽٽڻ سببان ذاڙيلن جو من وڌي ويو ۽ اهو ذاڙيل ايستائين ختم نه ٿيندو، جيستائين ٻيو ڪو سگهارو سماجي ادارو جنم نه وٺندو.

(4) اها ڳالهه ڪنهن کان به لڪل ناهي ته سنڌ ۾ ڪي ذاتيون ڏاڍيون رهيون آهن. ته ڪي ذاتيون وري ڪمزور رهيون آهن. ڏاڍيون ذاتيون ڪمزور ذاتين سان ارهه زورائي ڪنديون رهيون ۽ ڪمزور ذاتيون اهي ارهه زورائي سهنديون رهيون آهن. پر جي دنيا جي مختلف نسلن جو جائزو وٺبو ته دنيا جي ڪا به قوم، نسل، قبيلو ۽ ذات پين کان ڏاڍي نه هوندي آهي ۽ نه وري ٻين کان ڪمزور هوندي آهي، پر ڪي ڪي وقت اهڙا اچي ويندا آهن جو هڪڙا ٻين تي دابو ڪري وٺندا آهن ۽ پوءِ ڪي وقت اهڙا هوندا آهن جو انهن جو دابو ختم به ٿي ويندو آهي. سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين جي معاملي ۾ اهو دابو ڪافي عرصي کان موجود هو. ڏاڍين ذاتين ڪمزور ذاتين کي پنهنجي لتن هيٺان رکيو. پر جڏهن ڪميونيڪشن وڌي، سنڌ ۾ سفيد پوش طبقي جنم ورتو ۽ سماجي اٿل پٿل ٿي ته هيٺين ۽ ستايل ذاتين ۾ اهو احساس پيدا ٿيو ته ڪير ڪنهن کان ڏاڍو ناهي ۽ ڪير ڪنهن کان هيٺو ناهي، ته انهن ذاتين جي ماڻهن ڏاڍين ذاتين جي ماڻهن کي پهرين ڪتا جواب ڏيڻ شروع ڪيا. جڏهن ڪتن جوابن ڪم نه ڏنو ته لٺ هٿ ۾ کنيائون. نتيجي ۾ جهيڙا وڌيا. انهن جهيڙن جي نتيجي ۾ ڏاڍين ذاتين ۾ ذاڙيل پيدا ٿيا ته هيٺين ذاتين ۾ به ذاڙيلن پيدا ٿيا. جيئن ته اهي ذاڙيل ذاتين جي جهيڙن جي ڪري اڀريا هئا، تنهنڪري هر ذات جي ماڻهن پنهنجي ذات جي ذاڙيل کي قبر ڪرڻ، لڪڻ ۽ پڄڻ ۾ ساٿ ڏنو. انهي ساٿ جي ڪري قانون نافذ ڪرڻ وارا ادارا ذاڙيلن فيڪٽر کي پڃپڻ

۾ ناڪامياب ويا. ڏاڙيلن جڏهن طاقت ورتي تہ انهن جائيداد ۽ انساني جانين جو رت چڪي ڏنو. رت چکڻ ڪانپوءِ ڏاڙيلن پنهنجيءَ ذات کي بہ نہ بخش ڪيو ۽ ڏاڙيل ڏاڙيل جو مائٽ بڻجي ويو. نتيجي ۾ هن وقت ڏاڙيل هڪ ٻئي سان جٽ آهن ۽ جيڪو بہ وَر ٿو چڙهين. انهيءَ کي بنا ڪنهن ڀيد ڀاؤ جي رهڙيو ٿا لاهين. اڳي ڏاڙيل نياڻين سياڻين جو خيال رکندا هئا. هاڻي شڪل جي موچاري نر کي ڪو نہ ٿا ڇڏين. اڳي ڏاڙيل سيد کان، پاڙي واري ۽ پنهنجي ذات واري کان ٽري ٽاور ڪندا هئا. هاڻي وٽانئن اهو روايتي لحاظ بہ ڇڏائي ويو آهي. حاصل مطلب تہ ذاتين جي حيثيت جو تعين ڪرڻ جي نتيجي ۾ بہ سنڌ ۾ ڏاڙيل پيدا ٿيو آهي.

(5) ڪيترين وقت کان ونءِ نالي ۾ نهال ڏاڍين ذاتين جا بہ پاڻ ۾ معمولي معمولي ڳالهين تان جهيڙا ڏکيا آهن ۽ پوءِ باهہ ٻٽبا آهن. جهيڙو ٿئي تہ معنيٰ خون ٿين. ظاهر آهي تہ خون ڪرڻ کان پوءِ خوني اهو نہ چاهيندو تہ هو ڦاسي چڙهي، اللهواهي ٿي وڃي. ڦاسيءَ تي چڙهڻ جي خوف کان خوني کي روپوش ٿيڻو ٿو پوي. روپوش ماڻهو لاءِ وڏي ۾ پناهہ گاهہ اها آهي تہ هو ڏاڙيلن جي ڪنهن ٽولي سان شامل ٿئي. نتيجي ۾ اهو ماڻهو ڏاڙيل بڻجي وڃي ٿو. اهڙي ساڳئي طرح انفرادي جهيڙن بہ ڏاڙيلن کي جنم ڏين ٿا.

(6) ڪيترائي ماڻهو زميندار، ڏاڍي مڙس ۽ پوليس جي هٿان ظلم جو شڪار ٿيڻ ڪانپوءِ رد عمل ۾ ڏاڙيل بڻيا آهن. انهي مامري تي الائي ڪيتريون فلمون ۽ ڊراما ٺهيا آهن. الاهي سارا مضمون ڇپيا آهن ۽ زباني حال احوالي بہ سونَ جي منهن ٻڌجڻ ۾ اچن ٿا. انهيءَ ڪري انهي ڪارڻ تي وڌيڪ ڪجهہ لکڻ اجايو آهي.

(7) انفرادي سطح تي ظلم جو شڪار ٿيل ماڻهو بنا ڪنهن رک رکاءَ جي همدرديءَ جو حقدار آهي، پر جڏهن هو پاڻ تي ٿيل ظلم جي رَد عمل ۾ اچي ڪيترن ئي معصوم ۽ بي گناهہ ماڻهن مٿان قهر ٿي ٽٽي ٿو تہ پوءِ انهيءَ کي هيرو بڻائي پيش ڪرڻ هٺ ونءِ ٻيڙو ٻوڙڻو آهي... اهڙن هيرو ٿيل ڏاڙيلن جي باري ۾ ڪئين سچيون، ڪوڙيون ڪچهريون محفلن ۾ جنم وٺن ٿيون. رومانويت ۽ وڏاءَ جي رنگ ۾ رڱيل اهي قصا تو مون تائين پهچي اخباري سرخي جي زينت بڻجن ٿا. نتيجي ۾ ڏاڙيلن کي دولت ملڻ کان پوءِ شهرت بہ ملي وڃي ٿي. شهرت حاصل ڪرڻ انسان جي فطري گهرج آهي.

هر ماڻهو چاهيندو آهي تہ ناڻو ڪمائڻ سان گڏ نالو بہ ڪمائي. اسان جا ڪيترائي نوجوان شهرت جي چڪر ۾ اچي پهرئين ڏاڪي مڙس ۽ پوءِ ڏاڙيل بڻجن ٿا.

(8) هن وقت اليڪٽرانڪ ميڊيا ۽ اليڪٽرڪ ميڊيا ۾ خاص طور تي ٽيليويزن جي انساني ذهن تي پوندڙ اثرن جي باري ۾ سڄي دنيا ۾ ڇتو بحث هلي رهيو آهي. افسوس رڳو اهو آهي تہ اسان جا هتان جا ڪيترائي سوشلسٽ بنا ڪنهن ڇاڻ جي سوويت يونين کي ٽوڙڻ جو الزام گورباچوف غريب تي هڻن ٿا. هونئن بہ اسان شخصيتن کي ئي ٽنڊيندا آهيون. اها صورتحال اسان جي نفسياتي بيماري بڻجي ويئي آهي، جيڪا علاج جوڳي حد تائين پهتل آهي. هونئن حقيقت تہ اها آهي تہ سوويت يونين کي ٽوڙڻ ۾ پين ڪارڊن سان گڏ وڏي ۾ وڏو ڪارڻ اليڪٽرانڪ ميڊيا جو آهي. جنهن کي مغربي ملڪن جي سگهہ جو اندازو لڳائڻو آهي تہ انهيءَ کي گذارش آهي تہ هو 1992 ۾ خودڪشي ڪندڙ نوبل لاريٽ پولش آمريڪن ليکڪ جيرزي ڪوزنسڪيءَ جي ناول Being Their جو پوئيون حصو پڙهي ڏسي، جيڪو نيويارڪ شهر جي پس منظر ۾ لکيل آهي. جنهن ۾ ناول جي مرڪزي ڪردار ذريعي ٽي وي اسڪرين جي ڊڪٽيٽرشپ جا ڪارناما بيان ٿيل آهن تہ مغربي ماڻهو ڪيئن تہ الڪٽرانڪ ميڊيا جو Capitve Mind بڻجي ويو آهي. آمريڪا جي صدارتي چونڊ ۾ اثرائتي ۾ اثرائتو ذريعو اليڪٽرانڪ ميڊيا آهي، جنهن اميدوار وٽ ٽي وي جو ڪو نيٽ ورڪ ناهي، اهو اميدوار هر صورت ۾ هارائي وڃي ٿو. اسان وٽ ٽي وي اڃا تائين سرڪاري ملڪيت آهي، سرڪار جي ئي ڪم اچي ٿي. ٽي وي کي اها آزادي حاصل ناهي، جيڪا پرنٽ ميڊيا کي حاصل آهي، نہ ئي وري ٽي وي ۾ ڪي اهڙا چاڻو وينل آهن جيڪي ٽي وي کي اثرائتو بڻائي سگهن. جيڪڏهن ڪجهہ چاڻو ماڻهو وينل آهن تہ انهن جا بہ هٿ ٻڌل آهن. انهيءَ ڪري ڊرامي کي ڇڏي پيا پروگرام عام ماڻهو تي ڪنهن بہ قسم جو اثر ڇڏڻ جي قابل ناهن. البتہ سيني رڪاوٽن جي باوجود ڊرامو خلق تي اثر ڇڏي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ڊرامي ۾ اسٽوري ٻڌائي پڄي ٿي جيڪا ڏسندڙ کي اسڪرين جي سامهون وهاري ٿي ڇڏي، ٽيلي ناٽڪ جا ڪيترائي قسم آهن، جي اهي سڀ قسم بيان ڪرڻ وهيا تہ ڳالهہ ڊيگهہ ڪائي ويندي. اسان وٽ ٽن قسمن جا ڊراما شوق سان ڏٺا ويندا هن( الف) ٿرلر(ب) سوپ آپيرا( ج) حقيقت پسندي تي ٻڌل ناٽڪ.

جيتريقدر حقيقت پسندي تي ٻڌل ناٽڪن جو تعلق آهي تہ اهڙا ڊراما تمام گهٽ پروڊيوس ڪيا ويا آهن. البت ٽرلرس ۽ سوپ آپيرا اسان وٽ گهڻو ٿئي ٿو ۽ ماڻهو بہ شوق سان ڏسن ٿا. ٽرلرس ۾ نڪا نڪي گهٽي ڏيکارين ٿي وڃي. هئڻ تہ ائين کپي تہ نڪا نڪي، ڦر مار ۽ مقابلا ڏسي ڏسندڙ بہ اهڙا ڏنڊا شروع ڪري، پر سماجي نفسيات جا ماهر چون ٿا تہ ٽرلر ڏسي ماڻهوءَ جو ڪيٿارسس اسڪرين جي سامهون ئي ٿي وڃي ٿو. منجهس جيڪي حيواني ويڙهاڪ لاڙا آهن، اهي ٽرلر ڏسي مطمئن ٿي وڃن ٿا، جو ظالم ٽرلر ۾ پنهنجي انجام کي رسي ٿو. اهڙي طرح ڏسندڙ جا مارا ماري جا جذبا ٿڌا ٿي وڃن ٿا. پر سوپ آپيرا ماڻهو کي ڏوهہ ڪرڻ تي آماده ڪري ٿو. پاڪستاني انگريزي اخبار جا شوبزنس جا مبصر سوپ آپيرا جي جيڪا معني ڪندا ٿا، مهرباني ڪري انهي معنيٰ کان پاسو ڪيو وڃي. اهي ويچارا انگريزدان ٽرلر کي بہ سوپ آپيرا جي کاتي ۾ هڻي ٿا ڇڏين سوپ آپيرا هڪ اهڙي قسم جو ٽيلي ناٽڪ ٿيندو آهي، جنهن ۾ شاندار بنگلن، ڪارن، سهڻي لباس خوبصورت ڇوڪرين جي گليمر ڏيکاريو ويندو آهي. عام ڏسندڙ اهڙي قسم جو ڊرامو ڏسڻ کان پوءِ چاهيندو آهي تہ هو پاڻ بہ اهڙي پيڪيدار ۽ آرامده زندگي گذاري. ظاهر آهي تہ انهن شين جي حاصلات جائز آمدني مان تہ ڪري ئي نٿي سگهي. انهي ڪري غريب نوجوان اهڙين شين جي حاصلات جي چڪر ۾ اچي ڏوهن جي دنيا ۾ گهڙي ٿو ۽ پنهنجي زندگي سان گڏ ٻين جي زندگي بہ داءُ تي هڻي ٿو. انهي معاملي جي چٽي تصوير افسانہ نگار پوليس آفيسر اختر جانوري روبرو گفتگوءَ ۾ ڪجهہ هن طرح چٽي ٿو تہ "روڊ جي ڪناري اڌيل ڪوٺ جو غريب نوجوان رات جو اوندهہ ۾ ٻڌل پنهنجي گهر جي جهوپڙي مان نڪري، روڊ جي پر ۾ نهيل هوٽل ۾ ويهي، جڏهن هو سوپ اپيرا ڏسي ٿو تہ هو پنهنجي پاڻ کي پلائي شاندار بنگلن، ڪارن ۽ خوبصورت نخري دار ڇوڪرين جي دنيا ۾ گم ٿي وڃي ۽ جڏهن سوپ آپيرا ختم ٿئي ٿو، تہ هو واپس پنهنجي مايوس، محروم ۽ اونداهيءَ دنيا ۾ موٽي اچي ٿي. اهڙي طرح روزانہ هو ٽي ويءَ جي سامهون ويهي پنهنجو پاڻ کي انداران ئي اندارن ٻن حصن ۾ ٽوڙي ٿو. نوجوان جي اندر جي اها لاڳيتي ڀڃ ڊاهہ ڪيس ذهني انتشار جو شڪار بڻائي ٿي ۽ ذهني انتشار جي نتيجي ۾ هو ڏوهن جي دنيا ڏانهن رخ رکي ٿو ۽ ڏاڙيل بڻجي وڃي ٿو."

حاصل مطلب تہ ٽوي ويءَ تان پيش ٿيندڙ گليمر بہ ڏاڙيل ٿيڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿو.

(9) اسان وٽ ڏينهون ڏينهن ڪرپشن وڌي رهي آهي. اسان جو سياستدان، ڪامورو، ٺيڪيدار، پرفيشنل ۽ واپار وڏي زور شور سان پنهنجا پيسا پريندو نظر اچي ٿو. سفيد پوش ڏوهاري جي اڳيان قانون نه رڳو خاموش آهي بلڪ اهڙن ڏوهارين مٿان چوڪيداري ڪري ٿو. جڏهين هڪ عام نوجوان پنهنجي چوڌاري اها ڦر ڏسي ته ڏيڪا سڪيءَ ۾ هو به ڦرمار ڏانهن راغب ٿئي ٿو. پر وٽس نه اهڙي سگنيچر ڪرڻ وارو قلم آهي جيڪو هڪڙي رهڙي سان نوٽن جا ڍير لائي ڇڏي نه وٽس پروفيشن يعني ڊاڪٽر، انجنيئر وغيره وانگر ڪي نسخا ۽ نقشا آهن. جن جي مدد سان هو ڏوڪڙن جون پليون ٻڌائي يا انجيڪشن جي ذريعي مريض جي رتَ مان نوٽن جون ٿهيون ڪڍي سگهي. نه وٽس زبان جي اها طاقت آهي جيڪا گراهڪ کي چيرو ڏيئي مال ڪمائي سگهي، ٽيبل تي ويهي ڏي وٺ تي ٺيڪو ڪٽي سونَ جون سرون گهڙائي ۽ نه سوين ماڻهو گڏ ڪري انهن جي اڳيان تقرير ڪري ، ڊائيس جي ڪاٺ کي ملڪيت ۾ تبديل ڪري ڇڏي. نتيجي ۾ جنهن به نوجوان وٽ قلم نسخي، نقشي ۽ زبان جو جادو ناهي، اهو بندوق هٿ ۾ کڻي ٿو ۽ ڌاڙيل بڻجي وڃي ٿو.

(10) ڊڪٽيٽر ته پيا به جنرل ٿيا پر جنرل ضياءُالحق ٻين سيني ڊڪٽيٽرن کان وڌيڪ چالاڪ سياستدان نڪتو. هن پاڻ کي عقل ڪل سمجهڻ جي بدران اندر اندر هڪ خوفناڪ قسم جي ٿنڪ ٽئنڪ ٺاهي ورتي هئي، جنهن ۾ چوٽيءَ جا سوشيالاجسٽ، سوشل سائيڪالاجسٽ ۽ اقتصادي ماهر شريڪ هئا. جنرل ضياءُالحق جي وڏي ۾ وڏي چالاڪي اها هئي ته هو پنهنجي چالاڪي جي بدران ماهرن جي چالاڪي کان ڪم وٺندو هو ۽ پنهنجي راءِ کان وڌيڪ ٿنڪ ٽئنڪ جي راءَ کي وڌيڪ اهميت ڏيندو هو. نفسيات ۽ سماجيات جي ماهر اعليٰ معاوضن جي عيوض ۾ وڏي محنت ۽ ذهانت جي زور تي عوامي نفسيات تي ريسرچ ڪئي ۽ سندس اڳيان به رايا رکيا. هڪ ته مُلن جي اڳين مُلون تي ڳالهه ڪجي، لبرل جي اڳيان لبرل تي ڳالهه ڪجي ۽ قوم پرست اڳيان سندس ثقافت جي واکاڻ ڪجي ۽ زور وٺائجي. ٻيو ته عوام کي مذهب، نسل، زبان ۽ برادري جي بنياد تي هڪ ٻئي ويڙهائي ڦٽو ڪجي ته جيئن ماڻهن جو ڌيان انهن جهيڙن جهٽن ۽ جهيڙن‌جهٽن جي نتيجي ۾ پئدا ٿيل ڪرائيم ڏانهن رهي. اڪين ۽ ڪنن جو تڪو ۽ زبان جو ڊرو ضياءُالحق پنهنجي انهي رٿابندي ۾ ڪامياب ويو. سندس انهي مهارت جو هڪڙو ننڍڙو ماڊل هالا جي آس پاس واري ڪچي ۾ به ملي ٿو. اها ڳالهه ڪا ايتري لڪل ناهي. ڪچي جي انهي علائقي ۾ سنڌ جي ٻن سگهارين ذاتين ماڇين ۽

ڪوسن جو پاڻ ڇهيڙو ٿي پيو. خون ٿيا ۽ ڌاڙيل پيدا ٿيا. وڏيرو شاهنواز جوڻيجو فيصلي ڪرڻ جو شاهه ڪاريگر شخص آهي ۽ فيصلي ڪرڻ وقت مکڻ مان وار ڪيندو آهي. هن وقت تائين ڪيترائي وڏا وڏا جهيڙا ۽ خونريزيون ٽاري چڪو اهي. هالا واري ڪڇي جا ڪوسا ۽ ماڇي هڪ ٻئي جو رت چڪيو ويٺا هئا. شاهنواز خان ٻنهين ڌرين کي پاڻ ۾ ٺاهي، ڌاڙن جي باهه ختم ڪرڻ لاءِ وڏي هڻ پٽ ڪانپوءِ ٻنهين ڌرين کي فيصلي ۾ اچڻ تي راضي ڪيو ۽ فيصلي جي تاريخ ۽ هنڌ مقرر ٿي ويو هو. مقرر ٿيل تاريخ کان ٻه ٽي ڏينهن اڳ ڪيس گرفتار ڪيو ويو. نتيجي ۾ اها باهه ٻرندي رهي، ظاهر آهي تہ جنرل ضياءالحق جي انتظاميا پين هنڌن تي ٻه اهڙا هٿ ڏيکاريا هوندا. حاصل مطلب تہ ڌاڙيل پيدا ڪرڻ جي جنرل ضياءالحق جي ٿنڪ ٽئنڪ جو ٻہ وڏو حصو رهيو آهي تہ جيئن ماڻهو حڪومت مان بيزار ٿيڻ جي بدران هڪ ٻئي مان بي راز رهن.

(11) سنڌ جي ننڍڙن شهرن ۾ ايڪڙ پيڪڙ گهراڻن کي ۽ ڀهراڙين ۾ ڪجهہ بلاڪين زميندارن کي ڇڏي سنڌ ۾ ٻہ خاص طبقا هئا. هڪرا وڏا زميندار پيا صفا پٽ پيل هاري. سفيد پوش طبقوسنڌ مان غائب ٿيل هو. پر وقت سدائين هڪ جهڙو نہ رهندو آهي. سنڌ ۾ جيئن جيئن ڪميونيڪيشن وڌندي ويئي، تيئن تيئن سماجي اٿل پٿل ايندي وئي. ڪجهہ ماڻهو پڙهي وڃي نوڪرين سان لڳا، ڪي پروفيشنل بڻيا تہ ڪا واپار وڙي ڪي وڃي لڳا، سون مٿان سهاڳو اهو ٿيو تہ رڪي رڪي هڪ ٻئي پويا چار سنڌي يعني ذوالفقار علي ڀٽو، محمد خان، غلام مصطفيٰ جتوئي ۽ بينظير ڀٽو ملڪ جا وزير اعظم ٿيا، تہ ڪافي سنڌي ماڻهن کي اڳتي وڌڻ جو موقعو مليو. تہ انهن سنڌين ۾ سفيد پوش طبقو پيدا ٿيو. مٿان وري لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي ڪيترائي ماڻهو متحده عرب عمارات ڏانهن ڪمائڻ هليا ويا ۽ چڱو خاصو مال ڪمائي سنڌ ۾ پنهنجن گهراڻن کي اسٽيبلش ڪيائون ۽ سنهيون ٿلهيون جائيدادون خريد ڪيائون. جيئن تہ سنڌ ۾ اهو طبقو نئون هو انهي ڪري هڪ تہ انهي طبقي کي ڪنهن راڄ پاڳ جي پٺ ٺاهي. ٻيو تہ سنڌ ۾ جيڪي ننڍا ٿرو زميندار هئا، انهن جي ضد جو اهو طبقو نشانو بڻيو. اهڙن ماڻهن جي وات تي اها ڳالهہ اچڻ لڳي تہ جيڪي ڪالهہ اسان جي گهر جون جتيون پيا ڪٽندا هئا، اهي اسان جي مالڪي ڪرڻ لڳا آهن. اهڙي طرح انهي نئين سٽيي طبقي پاڻ ڏانهن ڦورن کي متوجہ ڪيو ۽ ڦورو انهن کي آساني سان ڦرڻ ۾ ڪامياب ٿي ڌاڙيل بڻيا. هن وقت تائين جيڪي ٻہ ماڻهو اغوا ٿيا آهن. 99 سيڪڙو انهي سفيد پوش طبقي جا بي يارو مددگار ماڻهو آهن.

(12) جنهن زماني ۾ منظور وٽو صاحب پنجاب جو وزيراعليٰ هو. بسنت جي موقعي تي ملن لاهورين کي ڌمڪي ڏني تہ جي لاهور جا ماڻهون هندن جو تهوار بسنت ملهائيندا تہ ملان ساڻن هٿيار بند مقابلو ڪندا. وٽو صاحب وري اهو آرڊر ڪيو ڇڏيو تہ خلق ۽ ملان پاڻ ۾ ڇاڻن، پوليس وچ ۾ نہ اچي. نتيجي ۾ ملن ڪنڌن ۾ لڪي وظيفن پڙهڻ جو وقت ڪديو. انهي موقعي تي شو بزنس جي ڪمن ڪارين سانگي آئون بہ اتي هيس. موقعي جو فائدو وٺي سنڌ ۾ نوڪري ڪندڙ پوليس جي هڪ لاهوري اعليٰ عملدار مون کي بسنت جي تماشي ڏسڻ جي دعوت ڏني. بسنت تي ڏينهن هلندي آهي، جنهن ۾ شراب پاڻي وانگر وهندو آهي. نچڻين جا گهنگهرو زمين کي تپائي ڪٽندا آهن ۽ لاهوري نوٽن کي ائين اڇلائيندو آهي تہ، جيئن ڇام ڪانيو اٺ تي چڙهي چانديءَ جا رپيا ماڻهن مٿان اڇلائيندو هو. اهي سڀ ڳالهيون پنهنجي جاءِ تي، پر انهن ٽن ڏينهن ۾ لاهور جي گهٽين مان لنگهندي جيڪا مون فائرنگ ٻڌي، مون کي پتو پيو تہ سڄي سنڌ ۾ ايترو هٿيار نہ هوندو. جيترو ڇڙي شهر لاهور ۾ آهي. فرق رڳو اهو آهي تہ اسان جا ماڻهو هٿيار هڪ ٻئي تي هلائيندا آهن ۽ لاهور جا ماڻهو پنهنجا هٿيار آسمان تي هلائيندا آهن. لاهور ۾ توهان صبح جو سج ايرڻ کان اڳ ڪليل جڳهين، پارڪن ۾نڪري وڃو تہ حد حساب کان ٻاهر نوجوان ڊوڙندا، ورزش ڪندا ۽ رانديون ڪندا نظر ايندا. شام جو اوهان شير پائو پل واري روڊ تي نڪرو تہ سون جي منهن ۾ نوجوان موٽر سائيڪلن کي ڊوڙائڻ جي بدران اڏائيندا نظر ايندا ۽ هلندي موٽر سائيڪل مٿان اهڙا تماشا ڏيکاريندا آهن. جو جي دل جو مريض اهي ڪيل تماشا ڏسي تہ هارٽ اٽيڪ ٿيندي نہ گسيس، تہ منهنجي چوڻ جو مطب آهي تہ پنجاب جي نوجوانن ۾ جيڪو ايڊوينچر موجود آهي، انهيءَ جو آئوٽ ليٽ بہ وٽس موجود آهي. هو پنهنجي ائڊوينچرزم کي جڏهين رانديـن تماشن ۾ تبديل ڪري ٿو تہ ڪيس وڏن وٽان باقاعدي داد ملي ٿو. تنهن کان پوءِ هو پنهنجي ايڊوينچرزم کي سخت ڇان قسم جي نوڪرين جهڙو فوج وغيره ۾ کپائي ٿو. جو ڪيس اهڙا موقعا ڏنا وڃن ٿا. جڏهن تہ سنڌ جو نوجوان انهن شين کي محروم آهي. ڪيس هڪ اهڙو سماجي سيٽ اپ مليل ناهي، جنهن ۾ هو سکيا وٺي، پنهنجي ايڊوينچر کي مثبت ڪارنامي ۾ تبديل ڪري ۽ نہ ئي ڪيس اهڙا موقعا ملن ٿا، جو هو اسپورٽس يا فوج ۾ ويهي ڪي ڪارناما ڏيکاري. نتيجي ۾ سنڌ جو نوجوان آدم بيزار سوشل سيٽ اپ ۾ رهي ڪري پنهنجي ايڊوينچر کي هٿيار کڻڻ ۾ استعمال ڪري ٿو. اڳتي هلي اهو هٿيار ڪيس ڌاڙي ۾ اغوا جي واٽ وٺرائي ٿو.

(13) هڪ وقت هو جو ڏوهاري کھڙي به قسم جو ، پر وٽس اخلاقيات جا ڪجھ اصول موجود هئا. مثلا طوائف محرم جي مهيني ۾ پيشي کان پاسو ڪندي هئي، چور ست راڄي ٽپي چوري ڪندو هو. ڌاڙيل نياڻي سياڻي کي ويجھو نه ويندو هو ۽ پوليس عملدار ڪيڏو به رشوتي هجي، پر خون ۽ زوري زنا تي نه رشوت وٺندو هو ۽ نه ئي ڪا سفارش مڃيندو هو. جيڪڏهن ڪو عملدار اهڙو ڪڌو ڪم ڪري وٺندو هو ته پيا پوليس وارا ڪيس نفرت جي نگاهه سان ڏسندا هئا. ڪيترائي پوليس عملدار اهڙا هوندا هئا جو ڪنهن خوني يا زوري زنا ڪندڙ کي مٿان پوندڙ دٻاءُ جي ڪري گرفتار ڪري نه سگهندا هئا. ته باليءَ عملدار اڳيان ٽوپي ۽ پٽڪو لاهي، قول ڪلهن تان پٽي، ميز تي رکي سيليوٽ ڪري، نوڪري تان آسرو پلي هليا ويندا هئا. ماضي جي اهڙن پوليس آفيسرن جي لسٽ ناهجي ته ڪر اخبار جا صفحا سپ جا سپ پرجي وڃن. اڄڪلهه جيئن زندگي جي ٻين شعبن ۾ پيچ ڊاهه تي، تيئن پوليس به اخلاقي انحطاط جو شڪار تي ۽ ڪيترائي پوليس آفيسر خونن ۽ زوري زنائن جي ڪيسن ۾ پئسا وٺڻ لڳا. خون تي پئسو ورتو ته معنيٰ ڌاڙيلن کي به ڊگهي رسي ملي، ائين ڌاڙيل جي تعداد ۾ اضافو آيو.

(14) پوليس جو ڏوهه پنهنجي جاءِ تي، پر سياسي اثر رسوخ رکندڙ ماڻهن به پنهنجي سياسي اثر، تقريرن ۽ اخباري بيانن ذريعي پوليس تي اهڙي قسم جا دٻاءُ وجهڻ شروع ڪيا، جو چڱن خاصن ايماندار آفيسرن جو پٽڪيون لٿيون. نتيجي ۾ پوليس جو ادارو به ٻين ادارن وانگر تباهيءَ جي ڪنڌي تي وڃي پهتو ۽ ڌاڙيل جو من وڌي ويو.

(15) ڌاڙيل کان وڌيڪ خطرناڪ ڌاڙيلن جيٰ هٿ ۾ آيل هٿيار آهي. افغانستان جي جنگ جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ جام هٿيار پهتا، انهن هٿيارن ڌاڙيلن کي وڌي هٿي ڏني،

(16) 1983ع ۾ اٿيل ايم آر ڊي جي تحريڪ جي حوالي سان ڌاڙيلن جو ڪجھ تذڪرو اخبارن ۾ تي چڪو آهي. انهي سلسلي ۾ منهنجي راءِ کان وڌيڪ تصديق جوڳي راءِ سنڌ جي سياست سان لاڳاپيل ڪو ماڻهو ئي ڏئي سگهي ٿو. جو اهو ئي مون کان انهي تحريڪ جي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻي ٿو.

(17) ڪميونيڪيشن ۽ ٻين سهوليتن جي وڌڻ کانپوءِ اسان جو ڳوٺاڻو نوجوان پنهنجي ڳوٺ مان يا ننڍڙي شهر مان ٻاهر نڪتو. ڪو تعليم سانگي، ڪو نوڪري

سانگي تہ ڪو گھمڻ سانگي، غربت ۽ قدامت جي ماحول مان نڪري شهرن ۾ پهتو تہ اتي هن کي دنيا بدليل نظر آئي. ڪارون، بنگلا ۽ پيا نت نانگر هن پنهنجين اکين سان ڏٺا. هو جڏهين سپر اسٽور ۾ گھڙيو تہ خريدارن کي "پئسا ڦئنڪ تماشا ديک" جي عمل مان گذرندي ڏٺائين. هو جڏهين ڪنهن گھر ۾ گھڙيو تہ رشتن جي دنيا کي بدليل پاتائين. هو جڏهين روڊ ڪراس ڪرڻ لڳو تہ عاليشان ڪارن کي روڊ جي بدران پنهنجي روح مٿان گذرندي ڏٺائين. هن جڏهين ڪال گرلز جون ڳالهيون ٻڌيون تہ وات ۾ پاڻي پرجي آيس. هن جڏهين ڪمائي جا انگ اکر ٻڌا تہ محرومين جا ڪنڊا سندس نڙي ۾ ڦاسي پيا. ٻن ثقافتن جي انهي ٽڪراءُ جي ڪري هڪڙو تہ سندس دل و دماغ ۾ مونجهارو پيدا ٿئي ٿو. هو خوابن ۽ حقيقتن جي وچ ۾ چڪر ڪاٽڻ شروع ڪري ٿو. جنهن جا کيسا خالي، اکيون پريل هجن، انهي جي شخصيت تہ ٽٽي ٿي. اندر جو اها ٽوڙ ڦوڙ ڪيس اونداهين رستن ڏانهن وٺي وڃي ٿي. ٻئي پاسي هو هڪ انسان جي حيثيت ۾ چاهي ٿو جيڪي شيون ٻين وٽ آهن اهي وٽس بہ هجن. ڪيتريون اهڙيون شيون پيدا ٿي پيون آهن، جيڪي اڳ ۾ عياشي ۽ آرام جو سامان هيون، هاڻي بنيادي ضرورتون بڻجي ويون آهن. انهن شين جي حاصلات لاءِ جڏهين ڪو نوجوان هٿ پير هڻي ٿو ۽ موٽ ۾ ڪيس اهي شيون ملن نٿيون، تہ انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هو هٿيار جي سگھہ استعمال ڪري ٿو. هونئن بہ جڏهين دنيا جي ڪنهن بہ معاشري جو هڪڙو پير هڪڙي پيڙهيءَ ۾، ٻيو پير ٻئي پيڙي ۾ هوندو آهي. تہ اتي وڏو ٻاڪاٽڙو مچندو آهي ۽ ڏوھہ وڌي ويندا آهن. اهو سلسلو ايستائين جاري رهندو آهي، جيستائين سوسائٽي جا ٻئي پير نئين پيڙهيءَ تي وڃي ڪپن.

(18) ٻڪ ۽ محرومي جي نتيجي ۾ ٿيندڙ ڏوهن جي باري ۾ تہ اڳ ۾ ئي گھڻو ڪجھہ لکيو ويو آهي. ٻاهرين دنيا انهي موضع تي ڪتابن جا ڪتاب لکيا ويا آهن، تنهن ڪري بهتر آهي تہ اهو مواد پڙهيو وڃي.

سو سنڌ ۾ ڏاڙيل پيدا ٿيڻ جا ڪجھہ ڪارڻ مون هن مضمون ۾ بيان ڪيا آهن ۽ ڪجھہ ڪارڻ پڪ سان مون کان رهجي بہ ويا هوندا. جيڪي مون کان وڌيڪ ڄاڻو ماڻهو ٻڌائي سگھي ٿو. آخر ۾ مون کي رڳو اهو چوڻ آهي تہ جيستائين بيماري ڊائگنوز نہ ٿيندي، تستائين انهيءَ جو علاج ناممڪن آهي. تہ هي سماجي بيماري بہ اهڙي قسم جي آهي.

# سنهي ريڙهي

نپ سنڌيءَ ۾ سنهي ريڙهي اهڙي با معنيٰ، گهري ۽ سدا بهار چرچي کي چئبو هو، جيڪو منهن تي رڪ ٻڌي وڏي گنييرتا سان هٽبو آهي، جو سامهين ڌر کي ڦٽڪڻ جو به موقعو نه ملندو آهي، منهنجي ڄاڻ مطابق بين الاقوامي سطح تي سياستدانن ۾ نڪيتا خروشچيف ۽ ونسٽن چرچل، شاعرن ۾ پٺبلو نيرودا ۽ آءِ چن، اديبن ۾ ڊورو ٿي پارڪر ۽ چارج مائيڪس ۽ صحافين ۾ رائيس زارد ڪائوسنسڪي ۽ خوشونت سنگهہ سنهي ريڙهي هڻڻ جا شاهہ ڪاريگر ليکيا ويندا آهن. اسان وٽ سنڌ ۾ انهي سطح جي سنهي ريڙهي هڻڻ وارو صرف شيخ اياز آهي، سنهي ريڙهي هڻڻ کان اڳ شيخ اياز جي اکين ۾ هڪ خاص چمڪ اڀرندي آهي ۽ چوءِ چپن تي تلوار جي ڦر جهڙي سنهي مرڪ اپرندي آهي، تنهن کان پوءِ سندس زبان مان مختصر جملو ڪان وانگر ڪڙڪڙ ڪري نڪرندو آهي، سندس اهڙا ڪيئي جملا منهنجي ذهن جي نوٽ بوڪ ۾ لکيا پيا آهن، جيڪي هن وقت ڇپائي ڪنهن کي رنجائڻ نٿو گهران، ڇاڪاڻ جو آئون پنهنجو پاڻ ۾ اجان ڳالهہ ڪرڻ جي ايتري سگهہ پئدا ڪري نه سگندو آهيان. جيتري سگهہ خيرالنساءَ جعفري ۾ آهي، جيڪا خود اياز جي وائيس چانسلري دوران ڪڏهن ڪڏهن ايازس کي جواب ۾ سنهي ريڙهي هٽي وڌ ڏيئي ويندي هئي، هتي آئون پاڪستان جي پينص وينجي اهڙي شخصيت جون هنيل سنهيون ريڙهيون ڏيان پيو. جن کي س ۾ چڱي طرح ڇاتو سڃاتو ويندو آهي.



ٽي وي ڊرامي کي هٽ جي نوڪيل ڪهاڻين ۽ بنگلن مان ڪڍي ڳوناڻي غريب عوام ج ميئسلن تائين پهچائي ڊرامي کي نئون موڙ ڏيندڙ منو ڀائي ننڍي هوندي ٻاتائي ڳالهائيندو هو. انهي تي ڇوڪرا ته سندس اهلون ڪڍي ڪيس ستائيندا هئا پر ڇڪريون ڪيس تنگ نه ڪنديون هيون، انهي ڪري هو اجان تائينمردن جي محفل ۾ خوش نه رهندو آهي، ها ! ڪو سنڌي ملندو اٿس ته انهي سان گهٽي خوش خوش ڪندو.

ڇاڪاڻ تہ لاهور ۾ رهندڙ اڪثر لبرلمردن ۽ عورتن وانگيان سنڌي جي جيو پوليٽيڪل رومانس ۾ قائل آهن. 1985ع ڌاري لاهور ۾ عورتن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندي WAFنالي عورتن جي هڪ ڪٽڙ تنظيم ڏاڍي سرگرم هئي، اها جماعت ايتري تہ ڪٽڙ هئي، جو جماعت ٽڃي ڪنهن بہ فنڪشن ۾ مردذ ذارت جي داخلا بند هئي، سڄي لاهور ۾ ڏيئي وني منو ڀائي ڪي اعزازي عورت جو خطاب ڏيئي ڪيس شريڪ ٻڌايو ويندو هو. اهڙي هڪ فنڪشن ۾ ڪشور ناهيد جو لکيل مونو لاگ اسٽيج ناٽڪ اسٽيج ڪرڻو هو، جنهن ۾ عورتن ي کي پنهنجا ڏک سور اورڻا هئا. شي تمام سني لکيل هئي، پر ايڏي ڏکي ناٽڪ کي صرف هڪ اداڪاره کي ڇڪڻو هو. جيڪو ڪم صرف روحي بانو ڪري سگهي پئي، روحي بانو جي صدقي مون کي لاچار تي عورتن انهي فنڪشن ۾ شامل ٿيڻ جي اجازت ڏني،ا تي ئي مون کي خبر پيئي تہ منو ڀائي ”اعزازي عوت“ آهي تازو اتفاق سان پرائم منسٽر لٽريسي پروگرام تحت اسلام آباد ۾ ٿيندڙ هڪ ورڪشاپ ۾ چئني صوبن مان چار چار ميڊيا جا ماڻهو گهرايا ويا هئا. سنڌ مان ڪيهر شوڪت، حفيظ ڪنير، منظور مگسي ۽ مون کي ڪوٺ ڏنل هئي، انهي ورڪشاپ ۾ بحث هلندي هلندي عورتن جي حقن جي ڳالهہ اچي نڪتي تہ مون پوڇن ئي پوڇن ۾ صدر مجلس کي چيو ”عورتن جي حقن تي صرف عورتون ڳالهائي سگهن ٿيون. انهي ڪري مردن مان صرف منو ڀائي کي ڳالهائڻ جو حق ڏنو وڃي، جيڪا اعزازي عورت آهي“ انهي تي منو ڀائي وات کي چاٻو ڏيئي منهنجي اکين ۾ اکيون وجهي چيو” آئون تہ اعزازي عورت آهيان، پر تون اعزازي مرد آهين، انهي ڪري تون نہ عورتن جي حقن تي ڳالهائي سگهين ٿو نہ مردن جي حقن تي“ سنهي ريڙهي غور طلب هوندي آهي، اوهان منو ڀائي جي انهي جملي تي ويچار ڪندو تہ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويندي.



گوتم ٻڌ جو ڪردار ڪٿي، انهي ڪردار کي اسلام، پنجابي لوڪ شعور ۽ جديد مغربي علمجي هتي ڏيئي“ من چلي ڪا سودا“ جهڙي گهري ۽ اندر جي تارن کي ڇيڙيندڙ سيريل لکندڙ ۽ پنهنجو پاڻ کي هر وقت ”لوپ لالج جو ماريل بندو“ سڏيندڙ اشفاق احمد نہ رڳو قلم جو بادشاهہ آهي، پر ڳالهائڻ جي بہ ست واٽي بلا آهي، سندس زبان مان لفظ ڪڏهن ڪلاشنڪوف جي برستن وانگر تہ ڪڏهن گنگ بوڙ مينهن وانگيان، وسندا آهن. لاهور جي پرل ڪانٽينٽل هوٽل ۾ ماحوليات جي موضوع تي مذاڪرو هلي رهيو هو تہ ماحوليات جو هڪ گورو ماهر ماحوليات جي باري ۾ هيڏان ڦاڙ تقرير ڪري رهيو هو، جنهن ۾ اهو ٻڌائي رهيو هو تہ خلا ۾ ڪيئن هڪ وڏو سوراخ

پئدا ٿي، ويڪرو ٿي رهيو آهي، منهنجي سيٽ اشفاق احمد جي پر ۾ هئي، گورو ماهر تقرير ڪندي جڏهن انهي وڏنڊڙ خلائي سوراخ جي خوفناڪ نتيجن تي پهتو ته اشفاق احمد منهنجي گوڏي تي هٿ هڻي پنجابي زبان ۾ چيو"يار جوٽيجا! متي ڇت جي جانچ ته وٺ. ڏس ته ڪٿي ڇت ۾ سوراخ ته نه ٿي پيو آهي؟" مون وائڙو ٿي ڪٿي متي نهارڻ شروع ڪيو ته چوڻ لڳو"سنڌي بادشاهه! سوراخ هنن محلن جي ڇتين ۾ نه ٿيندا آهن، غريب جي جهوپڙي ۾ ٿيندا آهن "آئون سندس اها ڳاله ٻڌي وري ڇاڙ: تي هٿ رکي تقيرر ٻڌڻ ۾ محو ٿي ويس، ته ٿوري دير رکي وري منهنجي گوڏي تي هٿ لڳو ۽ نيڪ نمازي اشفاق احمد چيو"يارمولوي سڳورا ايندڙ جهان کان تا ڊيڄارين ۽ سائنسدان هن جهان کان تا ڊيڄارين پاڻ جا ته ٻئي جهان تا وڃن. لڳي ٿو ته پاڻ کي هتي ڊيڄارڻ لاءِ گهرائيو ويو آهي، ڊڄڻ جي بدران هل ته هلي چانهن ڇڪو پيئون" ائين چئي هو مون کي هال مان ڪڍي ريسٽورينٽ وٺي آيو.



"چولستان" ۽ "صبح لاهور" جهڙيون ڊاڪيومينٽريون ۽ "ايڪ هي راسته" جهڙو ڊاڪيوڊراما ( جنهن ۾ مرڪزي رول نور محمد لاشاري ادا ڪيو) ناهي شيرين پاشا ملڪ ۾ گهٽ ۽ ملڪ کان ٻاهر وڌيڪ نالو پئدا ڪيو آهي، سرائڪي پٽي جي اعليٰ خاندان جي هيءُ اعليٰ عورت، هن وقت ٻاهرين ٽي وي نيٽ ورڪس لاءِ پنهنجيون ذاتي ڊاڪيومينٽرن ٺاهيندي آهي ۽ گذريل سال ايشيا جي ڇهن ڏهن بهترين ڊائريڪٽر عورتن جي فهرست شايع ٿي آهي، انهي ۾ "سلام باجي" جي ڊائريڪٽر ميرا سان گڏ شيرين پاشا جو نالو ٻـ درج ٿيل آهي، سنڌ ۾ سندس پهرئين واقفيت فيض احمد فيض جي معرفت شيخ اياز سان، شيخ اياز جي معرفت ڊاڪٽر غلام علي الانا سان ۽ الانا صاحب جي معرفت مون سان ٿي، جيئن ته شيرين پنهنجي تعليم جا قيمتي ڏينهن آمريڪا، ڪئناڊا" جرمني ۾ گذاريا هئا. انهي ڪري هو مغربي سوسائٽي تي ڏاڍي چڙهيل ۽ ٺٺل آهي، رد عمل طور تي هوءَ عام ڳوٺاٽين عورتن وارا ڇيٽ جا ڪپڙا پائي هلندي آهي، ٻين لفظن ۾ توهان ڪيس قيمتي ڪار جي نئين ماڊل جي اسٽيئرنگ تي وينل فقيرڻ ۽ درويش صفت عورت چئي سگهون ٿا. منڇر ڍنڍ جي ٻيڙيءَ ۾ آباد ٿيل هڪ مهاڻي عورت جي ٻن گونهن ۽ مٽ ۾ لٽڙيل ٻارنجا ڪپڙا ڏوئي ۽ کين وهنجاري سهنجاري تيار ڪرڻ واريءَ، ٿر جي پٽ تي پنهنجي عملي ڪي پنهنجن هٿن سان ماني پچائي کارائڻ واري ۽ عمرڪوٽ جي ڳڙنگ زميندار شاعر مرحوم عبدالڪريم پليءَ ڪي اوطاق ۾ سوالين جا سوال پورا ڪندا ڏسي، پنهنجي ڏاڏي ڪي ياد ڪري (جيڪو ائين ئي ڪندو هو) ڪلاڪن جا ڪلاڪ روئندڙ هيءُ عورت اسڪردو کان وٺي ننگرپارڪر تائين

در در رلي لوڪ علم جي بکيا پنڻ واري شيرو 1986ع ۾ منهنجي مهمان بڻي، ڪيس سچي سنڌ گهمايم، موٽ ۾ مون کي پنجاب گهمڻ جي دعوت ڏنائين ۽ آئون سندس مهمان بڻيس، انهي زماني ۾ شيرين پاشا لاهور ۾ عورتن جي عقويت خاني هيرامنڊي تي ڊاڪيومينٽري ٺاهڻ جي چڪر ۾ هئي، هيرامنڊي رات جو يارهين وڳي کلندي هئي مون کي به صلاح هنيائين ته "مولانا! هل ته هيرامنڊي جو عقويت خانو ڏيکاريان" مون کي مولانا جو خطاب انهيَ ڪري ڏنائين جو آئون انهي وقت اهڙين جڳهين تي وڃڻ کان نٽائيندو هوس، سو ايئن پهريون پيرو هيرامنڊيجو ديدار نصيب ٿيو. گاڏي باهر ڇڏي اسان اندر وڏيءَ بازار ۾ گهڙياسين ته سامهون ڇا ٿو ڏسان ته ٿي ڇٽا سنڌي ڳالهائيندا پيا اچن، منهنجي دل ڇڪي کاڌي سو وڏي وڃي سڏينس ان هان مشڪان ڪيم، خبرن چارن کانپوءِ پتو پيو ته همراهه پنهنجي ئي پٽ جا وڏيرا آهن، خبرون چارون ڪندي وڏيرا شيرين پاشا کي به آڏين اکين سان ڏسندا رهيا، جيڪا ٽپ ڳوناٽن ڇيٽ جي ڪپڙن ۾ هئي، خبرون ڪري هڪ ٻئي کان ٽٽاسين ته هڪڙي همراهه ٻئي کي زور سان چيو ته (جيئن اسان سندن ڳالهه ٻڌون) "پر آهيون ته پاڻ به وڏا ڇڪلائي، پر هيءَ جنهان‌جو جوٽيجو پاڻ کان به وڏو ڇڪلائي آهيَ، جيڪو ٻارن ٻچن سوڌو ڇڪو پيو گهمي"



پي ٽي وي جي سنجيده حلقن ۾ ٻن ڊراما پروڊيوسرن کي وڏي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي، هڪ محمد نثار حسين، جنهن پي ٽي وي جي اسڪرين کي بين الاقوامي معيار جا ڊراما ڏنا ۽ ٻيو ياور حيات، جنهن پي ٽي ويءَ جي ماڻهن کي ڊرامي جي تعليم ڏني، ڪيس "استاد" ڪري چيو ويندو آهي ڪيس ٽيلينٽ هنٽر به چيو ويندو آهي، جو هن ٿ: وي کي وڏا اداڪار ۽ اداڪارائون ڏنيون، نثار قادري نئون نئون ايڪٽر ٿيو هو، سو ياور حيات ڪيس پنهنجي هڪ ناٽڪ ۾ مختصر پر ڀرپور ڪردار ڏنو. ڊرامي جي ڪهاڻي ڪجهه هن ريت هئي ته ڪا ڪالاباغ ڊيم ٽائيپ شيءِ پيئي هئي، اتي صدين کان وينل ڳوناٽن کي سرڪاري حڪم ٿو اچي ملي ته اتان لڏي ٻئي اپسني هليا وڃون، ڳوناٽا پنهنجو وطن ڇڏڻ نٿا چاهين، پر زور اڳيان زاري ڪري ڳوناٽا ڏکوئيندڙ ۽ دل کي جهپيون اچڻ واري صورتحال جو شڪار ٿا بڻجن، وطن جا وڻ ڇڏيندڙ آخري ماڻهو نثار قادري هوندو آهي، جنهن جي ملڪيت صرف هڪ ٻڪري هوندي آهي ۽ هو انهي ٻڪري کي رسيءَ سان گهليندو ڳوٺ ٿو ڇڏي، ياور حيات نثار قادري کي هدايتون ڏنيون ته لڏڻ‌جي انداز کان وٺي چهري جا تاثرات اهڙا ڏکارا ڏي جو ڏسندڙ روئي پون، نثار قادري وڏو هوم ورڪ ڪيو. دنيا جهان جي ڏکن جا تاثرات

پنهنيج ڇهري تي ميڙ؛ هو ٻڪريءَ کي گهليندو ڳوٺ کان نڪتو. شاٽ اوڪي ٿيو ۽ ياور حيات نثار قادريءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي داد ڏنو ته ڪم وهه جو ٿي ويو آهي، جنهن رات ڊرامو ٽيلي ڪاسٽ ٿيڻو هو، انهي رات نثار قادري اهو ڊرامو پنهنجي گهر ۾ ڏسڻ جي بدران يارن دوستن کان داد وصول ڪرڻ لاءِ ڪين هوٽل ۾ چانهن جي دعوت ڏني ته اهو ڊرامو گڏجي هوٽل ۾ ڏسبو. سو ائين نثار قادري يارن دوستن جي وچ ۾ وڏ نٽ ٿانگر سان لڏندو لمندو گهوٽ بڻجي اچي هوٽل تي ويٺو. ڊرامو هليو. هلندي هلندي ڊرامو نثار قادري جي سين تي اچي پهتو ته اسڪرين تي رسي سان گهلجندڙ مظلوم ٻڪري ڏسڻ ۾ آئي ۽ ٻڪري جي ڇهري تي آخري سين فريز ٿي ويئي ۽ نثار قادري نظر نه آيو. نثار قادري کي پيرن هيٺان باهه وٺي ويئي، هيڏي ساري محنت ڪيائين. يارن جي چانهجو بل ڀريائين. نتجي ۾ دوستن مهڻن سان تنجي اچي ڪنيس ته ميان! تو ته وڏا ٻٽاڪ پئي هنيا، تنهنجي ته شڪل به ٽي وي تي نظر نه آئي، سو همراهه هوٽل مان ڪري ياور حيات جي گهر وجي پهتو. ڪاوڙ وچان ياور حيات کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. ياور حياتي وڏي آرام سان نثار قادري جون ڳالهيون ٻڌيون. نثار قادري ڇاڙي هٽي هٽي جڏهين ڪاوڙ چنڊي بس ڪئي، ته ياور حيات کيس پيار مان چيو "چن (منهنجا چنڊ) آئون ڇا ڪريان، ٻڪري تو کان وڌيڪ سني اداڪاري ڪئي، انهي ڪري ڪئميرا مون کي ٻڪريءَ جي ڇهري تي رڪڻي پئجي وئي"

● ● ●

محمد نثار حسين جي رٽائر ٿيڻ ۽ سرمد صهباڻي جي آفيسر ٿي وڃڻ کانپوءِ هن وقت اقبال انصاري کي ڊرامي جو پروڊيوسر نمبرون ڪري ليکيو ويندو آهي. اقبال انصاري منهنجي سيريل "ڪاروان" پروڊيوس ڪئي، انهي ڊرامي ۾ نثار قادري هڪ ٽرئي جو ڪردار ڪري رهيو هو. ڪردار ٽر جو هو. انهي ڪري پونو هاري اداڪار نثار قادري انهي ڪردار جو وزن ڪڻي نه سگهيو ته، اقبال مون کي چيو ته هن ڪردار کس ستين قسط ۾ ختم ڪر. مون هڪدم پنو ڪڻي کيس سين لکي ڏني، جنهن ۾ ڇاڻايم تهنثار قادر حادثي ۾ مري ٿو وڃي. اقبال ڏاڙهي تي هٿ ڦيريندي سين پڙهي، ڪاغذ ميز تي رکي مون کي چيو "رائيٽر جڏهن لکي ٿڪجي پوندو آهي ته ڪانئس ڪهاڻي اڳتي ڇري نه سگهندي آهي ته هو ٻڪ ڪڻي الله تعاليٰ کي ٻڏائيندو آهي ۽ الله سائين رائٽر جو سڌ سٽي حادثو ڪرائي، ماڻهو کي ماري ڇڏيندو آهي، منهنجي خيال ۾ مون کي هن قسط جي آخر ۾ لڪرائٽو پوندو ته هن قسط ۾ جيڪا حادثي جي سين آهي، انهي لاءِ پي ٽي وي الله سائين جي شڪر گذار آهي، جنهن وڏا ڪرم ڪري هڪ ٽري ماري ڏنو"

# سماجي نفسيات جون ڪجھ حقيقتون

## ڊپ

هڪڙيون چوڻيون اهي هونديون آهن، جيڪي ڪم ڪان واندا سگهڙ اوطاقن ۾ ويهي اوطاقن جي ڏٽين جي وندر لاءِ گهڙيندا آهن ۽ هٿ جون هٽندا آهن، موٽ ۾ ڪين سٽيو ٽڪر ملندو رهيو آهي. انهن چوڻين ۽ ۽ گفتن ۾ اکرن جي مار گهٽي هوندي ۽ زندگي جون حقيقتون گهٽ هونديون آهن، انهن چوڻين کي پاڻ بين اکرن ۾ ايئن ڪٽي چئون تہ اهي ”درٻاري چوڻيون“ ٻڌي دل تہ وندرائي سگهجي ٿي، پر زندگي کي پرکي نٿو سگهجي. ٻيون چوڻيون اهي آهن، جيڪي مزدورن، هارين، ڏراڙن ۽ هنرمندن جي واتان نڪتل آهن، انهن چوڻين ۾ نہ رڳو ڏنڌو ڏاڙي ڪندڙ ماڻهن جو تجربو شامل آهي، پر گڏوگڏ گڏريل پنجن هزار سالن جا تجربا صدين جو پنڌ پٽي سندن زبانن تائين پهتا آهن. چوڻين ۾ تبديل ٿيل انهن تجربن مان زندگي جون حقيقتون چٽيون ٿي اڀرن ٿيون، سو هڪ اهڙي ئي چوڻي آهي، تہ ”ادا! فلاڻو همراهہ اهڙو آهي جو گَهہُ ڪري تہ واٽر تي ويهي رهي، جي پنهنجي تي اچي تہ درياءُ ٽپي وڃي“ انهي چوڻي جو چٽو چٽو مطلب اهو آهي تہ ڪڏهن ماڻهو ڊپ ۾ ويڙهجي ويندو آهي تہ ڪڏهن اهو ساڳيو ماڻهو وري ٻي ڊپو ٿي ويندو آهي. ڊپ ڪنهن بہ شخص جي ڪا مسلسل ڪيفيت نہ هوندي آهي، ڪو بہ ماڻهو نہ بهادر هوندو آهي ۽ نہ ئي وري بزدل، ڊپ هڪ اڇٽي وڃٽي ڪيفيت آهي، هر انسان جو نفسياتي ڪانٽو بهادري جي گرين سگنل ۽ بزدلي جي ريڊ سگنل جي وچ ۾ ڦرندو رهندو آهي. ا وهان ڪنهن ماڻهو کي بهادر سمجهندا هجو ۽ انهي کي ڪڏهن ڪنهن مامري تي ڊڄندي ڏسو، تہ انهي تي حيرت نہ ڪائو. اهڙي ساڳي طرح اوهان جي

نظر ۾ ڪو ڏٺو هجي ۽ انهي کي ڪنهن مامري ۾ ٻي ڏيو ٿيندي ڏسو، ته انهي تي ٻه حيرت نه ڪائو جو ته اها هر انسان جي فطرت آهي.

ڏپ ۽ ٻي ڏيپيءَ جون اهي ڪيفيتون نه رڳو ڪنهن شخص مٿان گذرنديون آهن، پر گڏوگڏ نسلي گروهن ۽ قومن تي به ايندون آهن. هڪڙو زمانو هو جڏهن منگولن جا نندي قد جا گهوڙا مينهن واءُ تي اٿندا هئا، ته آسپاس جي ملڪن جا وڻ وڃي ويندا هئا. هاڻي منگول اهڙي منزل تي پهتل آهن، جو پاڙي جو ڪو ملڪ ڳچيءَ مان جهلين ته ڦرندا به ڪونه. اهڙي ساڳي طرح ڊان درياءَ جي ڪپ تي رهندڙ ڪوزڪن پورا نو سئو سال اوپر يورپ جي الهندئين ڇيهه کان وني سينٽرل ايشيا جي ڏکڻ تائين رهندڙ قومن جا تڻ تپائي ڇڏيا هئا، هاڻي اهو ساڳيو ڪوزڪ ووڊڪا جي بوتل ۾ غرقور آهي. هڪڙو وقت هو جو وئٽنام جا ٻوڏي مڪ مارڻ کان به ڪئر ڪائيندا هئا، پوءِ اهڙو وقت آيو جو آمريڪا جهڙي سگهاري ملڪ جو پٽڪو ڏوڙ ڪري ڇڏيائون. ته قومن ۽ نسلن جي باري ۾ به ڳالهه اتي وڃي ٿي ڇيهه ڪري ته خوف ۽ ٻي خوفيءَ جون ڪيفيتون پنهنجي ليکي ڪا به حيثيت نٿيون رکن، پر اهي وقت جي ڌاڳي ۾ ٻڌل آهن ۽ وقت سان گڏ اچيون وڃيون آهن.

هونئن "ڏپ" پنهنجي جاءِ تي "دوري" جو ٻيو نالو آهي. مثال ته ڪنهن هنڌ فساد ٻيو هلي يا جنگ پئي ٿئي، ته اوهان جيڪڏهن انهي کان پري آهيو ته اوهان کي ڏپ ڪٿيو ٻيڻو هوندو، ته الائي ڇا ٿيندو. پر جي اوهان کهاڙين ۽ گولين يا بمن جي وچ ۾ آهيو ته اوهان کي ايترو ڏپ نه هوندو. جيترو پري رهندڙ ماڻهو کي هوندو. جهيڙي يا جنگ جي وچ ۾ قاتل ماڻهو سر تان آهو پلي ڇڏيندو آهي ۽ "جيڪو ٿيندو سو ڏٺو ويندو" يا" ڦاسڻ ڪانپوءِ ڦٽڪڻ ڪهڙو؟" جي ڪيفيت ۾ هوندو آهي. مون کي ڪيترائي اهڙا سياسي ماڻهو سڃهن ٿا، جيڪي جڏهن ڪنهن احتجاجي ميڙ ۾ شامل هوندا آهن ته اهڙا اهڙا خوفناڪ نعرا هڻندا ۽ تقريرون ڪندا آهن، جو چڻ اچهو آسمان کي ڪاغذ وانگر ڦاڙي ٿا ڦٽو ڪن، اهي مرڻ مارڻ لاءِ تيار هوندا آهن، پر اهي ساڳيا ماڻهو جڏهن ميڙ کان ٿٽي گهر پيڙا ٿيندا آهن ته ڪين ڪئين ڪٽڪا ۽ خوف اچي ڪٽندا آهن ته هاڻي الائي ڇا ٿيندو! ڪيئن نه ڪيئن جند ڇٽي ته چڱو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو جٽي جٽي خوفناڪ قسم جون آمريتون هونديون آهن، اتي سياسي جوابدار کي آڌيءَ رات جو درڪڙڪائي گرفتار ڪيو ويندو آهي، جو گرفتار ڪرڻوارن کي انساني نفسيات جي

انهي ڪمزوري جي خبر هوندي آهي تہ رات جي تنهائين ۾ گرفتار ٿيڻ واري جي مامري ڪي منهن ڏيڻ واري سگهہ (Resistance Power) ختم ٿيل هوندي آهي.
حاصل مطلب تہ ڊپ جي ڪيفيت زمان ۽ مڪان پيدا ڪندو آهي.

## خودڪشي

خودڪشي جا هونئن تہ ڪئين ڪارڻ هوندا آهن، پر هتي ڏيکھ ۾ پوڻ جي بدران صرف انهي خودڪشي جو ذڪر ڪبو، جيڪا باقاعدي هڪ خاص نفسياتي بيماري جي دائري ۾ ٿي اچي، جنهن جون پاڙون ننڍپڻ ۾ ئي لڳي وينديون آهن، هڪ تہ اها نفسياتي بيماري ماڻهو کي وراثت ۾ ملندي آهي، ائين ئي جيئن شگر جي بيماري مائٽن مان ٿيندي اولاد ۾ منتقل ٿيندي آهي. ٻيو تہ ننڍپڻ ۾ آسپاس جي ڪجھ حالتن جي ڪري ماڻهو ۾ خودڪشي ڪرڻ جا لاڙا پيدا ٿي پوندا آهن ۽ عمر جي ڪنهن بہ حصي ۾ پهچي اها بيماري ڦاٽ ڪائيندي آهي. انهي خودڪشي جا بہ ٻہ قسم ٿيندا آهن: هڪ قسم اهو ٿيندو آهي، جنهن ۾ ماڻهو سلوپوائزن وانگيان ڏاڪي بہ ڏاڪي پاڻ کي ختم ڪندو ويندو آهي ۽ پاڻ کي تباهيءَ ڏانهن گهليندو ويندو آهي. چوڻ وارا چون ٿا تہ پارت جي هڻ تہ چتي قسم جي اداڪاره مينا ڪماري ۽ شاهہ ڪاريگر ڳائڻو ڪي ايل سهگل انهي بيماري جو شڪار رهيا ۽ هٺ وٺي پنهنجو پاڻ کي شراب ۾ ٻوڙي ننڍي عمر ۾ ختم ڪري ڇڏيائون. پر انهي ڪان بہ وڏو مثال آمريڪا جي بيٽ جنريشن جي ليکڪن ۽ شاعرن جو ملي ٿو، جن ڊرگس جا وڏا وڏا شاٽ هڻي ننڍي عمر ۾ ئي پاڻ کي ختم ڪري ڇڏيو. نہ رڳو اهو پر پاپ ميوزڪ جا ڪيترائي وڏا نالا انهي ڪيفيت ۾ رهڻ جي ڪري چاليهن سالن کان مٿي جالي نہ سگهيا. اهڙي قسم جي خودڪشي جو ڳائڻن ۾ وڏو مثال بيٽلز گروپ جو آهي، جن پاپ ميوزڪ کي نئون موڙ ڏنو هو. انهي خودڪشي جو جيڪو ٻيو قسم آهي، اهو اهو آهي تہ خيال اچڻ کانپوءِ ڦٽافٽ پنهنجو انت آڻڻ. اهڙي قسم جو ماڻهو جڏهن خودڪشي ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيندو آهي تہ انهي فيصلي ڪرڻ کانپوءِ اهو ماڻهو کائڻ، پيئڻ، سمهڻ کان وٺي ڪپڙن پائڻ ۽ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ ۾ ايترو تہ نارمل هوندو آهي، جو ساڻس ملندڙ جلندڙ ماڻهن جي فرشتن کي بہ خبر نہ پوندي آهي تہ ڪو هي ماڻهو خودڪشي ڪرڻ وارو آهي، انهي ڪري ڪيترين ئي خودڪشين پر اسرار قتل جي ڪاتي ۾ هليون وينديون آهن.

جيئن هڪ انسان جي ڪل پرزن ۾ ڦيتاڙو ايندو آهي يا ايئن ڪٿي چئجي ته انسان جا جيرا جگر ڪم ڇڏڻ لڳندا آهن، ته انسان بيمار ٿي پوندو آهي، ايئن ئي ماڻهن جي ڪنهن وڏي گروهه جي ڪل پرزن ۾ ڦيتاڙو پوندو آهي ته اهو سڄو جو سڄو گروهه بيمار ٿي پوندو آهي، جنهن کي عام لفظن ۾ ”سماجي بيماري“ چئبو آهي. سماج جا عضوا انسان ٿيندا آهن، جيڪي هڪ ٻئي کان الڳ الڳ ڪم ڪرڻ شروع ڪندا آهن، نتيجن بيماري وگهي سماج ايئن پٽ پوندو آهي، جيئن فرد ڪٽ پوندو آهي. ته جيڪا خودڪشي جي بيماري آهي، اها انسان وانگر سماج کي به وٺندي آهي. سماج کي خودڪشي جي بيماري سلو پوائزن وانگر آهستي آهستي ڪائندي ويندي آهي، انهي بيماري جون پهريون نشانيون سفارش، نااهلي ۽ ڪرپشن جي صورت ۾ ظاهر ٿينديون آهن. هڪڙي ته سفارش ٿيندي آهي ناجائز ڪمن ڪارين جي ۽ ٻئي جي حق تي لت ڏياري پنهنجو ڪم ڪيائڻ جي، پر اها نشاني عروج تڏهين پهچندي آهي، جڏهن ماڻهو پنهنجا جائز حق وٺڻ لاءِ به سفارش ڪرائڻ تي مجبور ٿي ويندو آهي. اهڙي ساڳي طرح نااهلي عروج تي تڏهن پهچندي آهي، جڏهن غلط ماڻهو غلط ڪرسيون والاريندا آهن ۽ اهڙي ساڳي طرح ڪرپشن تڏهن عروج تي پهچندي آهي، جڏهن ماڻهو رات جو لڪ ۾ مال پاڻي هٽڻ جي بدران ڏينهن ڏني جو راڄن اڳيان ڳائي وڄائي مال پاڻي هٽندا آهن. اهي جڏهن ٽيئي نشانيون انهي عروج تي پهچنديون ته سماج خودڪشي ڪرڻ لاءِ جبل جي چوٽي تي بيهي پنهنجو پاڻ کي هزارين فوٽن تان هيٺ ڇڏڻ لاءِ پر تورينڌو آهي، نتيجو فساد، مارا ماريءَ تائين پهچندو آهي. سماجي خودڪشي جو ٻيو روپ اهو به آهي جنهن ۾ انسانن جو وڏو گروهه آمريڪن بلاڪ بسنٽر سيريل ”Holocaust“ جي ڪردارن وانگر بنا ڪنهن احتجاج جي وڏي خاموشي سان ڪنڌ جهڪائي قطار ناهي فائرنگ اسڪواڊ جي اڳيان بيهي رهندو آهي، گوليون هلنديون وينديون آهن، مئلن جي جڳهين تي جيئرا جڳهيون والاريندا ويندا آهن. اهي گوليون شيهي جون به ٿينديون آهن ته فائيلن جون به ٿينديون آهن. جن سان انسانن جي گروهه کي اڏايو ويندو آهي ۽ گروهه کي اڏايو ويندو آهي، گروهه خاموشي سان ڪرندو ويندو آهي. مطلب خاص ته جيئن ماڪوڙا، ڪوئا ۽ مڪڙ اجتماعي خوڪشي ڪندا آهن.

# فيصلو

نندين نندين جهيڙن جهڳڙن جا فيصلا راڄوڻي به ٿيندا آهن، سرڪار وٽ به ويندا آهن ۽ عدالتن تائين به پهچندا آهن، پر ڪنهن به رياست ۽ صوبي يا ڪنهن وڏي سماجي گروهه ۾ ڪو به تمام وڏو واقعو ٿي پوي يا اهڙي صورتحال پيدا ٿي پوي ته انهي جي هڪ فيصلي تي جانچ جونچ ڪئي وينندي آهي ۽ پوءِ ڪونه ڪو نتيجو سامهون ايندو آهي، پر پيو فيصلو عوام ڪندو آهي. سماجي نفسيات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته جڏهن به ڪنهن ملڪ ۾ ڪو اهڙو واقعو يا صورتحال پيدا ٿي پوي، جيڪا لکن جي منهن ماڻهن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ٿي، ته پوءِ قصو ايئن وجي بيهندو ته مٿئين توڙي سفيد پوش طبقي جي راءِ ڪي شمار نه ڪجي، ڇاڪاڻ ته انهي طبقي جي راءِ يا فيصلو پنهنجو نه هوندو آهي. انهن طبقن ڪي جيڪا معلومات ملندي آهي، اها اوڏر تي ملندي آهي، جنهن تي وڏو وياج لڳل هوندو آهي، پر عام ماڻهو پاڻ پنهنجن حوا سن جي ذريعي معلومات حاصل ڪندو آهي. ته ماهرن جي راءِ آهي ته فرض ڪريو ته جيڪڏهن هڪ ڪروڙ ماڻهن جو ڌيان ڪنهن صورتحال يا واقعي ڏانهن ڇڪجي ٿو ته هڪ ئي وقت پنج ڪروڙ حواس گڏجي انهي صورتحال جي باري ۾ فيصلو ڪندا آهن. پنج ڪروڙ حواسن جو ڏنل فيصلو 99 سيڪڙو صحيح هوندو آهي.

اها ڳالهه ته انهي فيصلي جا نتيجا ڪهڙا ٿا نڪرن؟ اهو هڪ الڳ ڏکيو بحث آهي، جنهن تي بيهر ڪڏهن لکبو.

# ميڊيا جا ڪجھ روپ

اسان ماڻهو جڏهن ڪنهن بہ شيءِ، ماڻهوءَ ۽ مسئلي جي پرک ڪرڻ تي ايندا آهيون تہ انهي جي چوڌاري گهمي ڦري، انهي جا سڀ چڱا مـــنا پهلو ڏسي راءِ ڏيڻ جي بدران رڳو هڪ پاسي ڪان بيهي ٿوري اڪ هٽي بنان سوچڻ جي فتويٰ ڏيئي ڇڏيندا آهيون تہ "فلاڻي شيءِ حد ڪان وڌيڪ ڪارائتي آهي يا نپ بيڪار. فلاڻو ماڻهو فرشتو آهي يا شيطان ۽ فلاڻي مسئلي جو صرف فلاڻو هڪڙو ئي ڪارڻ آهي، بيـون سڀ ڳالهيون اجايون آهن" اهڙي سوچ کي بليڪ اينڊ وائيٽ سوچ چئبو آهي، بين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئون تہ اسان ڪي ڪنهن بہ ڳالھ جو يا تہ نپ اونداهو رخ ڏسڻ ۾ ايندو آهي يا وري صاف روشن رخ جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ هر شي ۾ هر ڳالھ جا ڪئين چڱا مٺا رنگ روپ هوندا آهن.

اسان جي ٻي عادت اها آهي تہ اسان ڪنهن بہ مسئلي جي باري ۾ پهرين فيصلو ڪري ڇڏيندا آهيون، پوءِ ان تي ريسرچ يا ڇنڊ ڇاڻ ڪندا آهيون. پٽي! جڏهن پهرين فيصلو ڪري ڇڏيو اٿان تہ پوءِ ريسرچ ڪرڻ، مٿو هڻڻ ۽ پنهنجو ۽ ٻين ماڻهن جو وقت وڃائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ جيڪي انڌ منڌ مڙهڻا اٿو اهي مڙهي ڇڏيو.

اسان سان وڏي مصيبت اها بہ آهي تہ عمر جي هڪ خاص حد تائين پهچي اسان هڪ راءِ قائم ڪري ڇڏيندا آهيون ۽ پوءِ جيڪي نيون حقيقتون اسان جي سامهون اينديون آهن، انهن کي مڃڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيندا آهيون، پنهنجي راءِ يا فيصلي تي نظر ثاني نہ ڪندا آهيون ۽ ڍُسڙ ۾ دڙهو هٽي بيهي رهندا آهيون.

هاڻي اچون ٿا، تہ انهي ڏر تي جيڪا ڪنهن جي ڏنل راءِ کي پڙهي تي يا اسڪرين تي ڏسي تي يا زباني ڳالهيون ٻڌي تي، انهي ڏر جي بہ هڪ خاص سائيڪي (نفسيات) ٺهجي چڪي آهي تہ اها ڏر اوهان جي سڄيَ ڳالھ تي اکيون پوري، سورنهن

جا ويھہ آنا، اعتبار ڪري آمنا صدقنا چئي ڇڏيندي يا وري اڪيون پوري اوھان جي سچيءَ راءِ کي ٺڏي، دشمنيءَ تي لهي ايندي.

ڪجهہ وقت اڳ پال جانسن نالي هڪ ريسرچ، اسڪالر وڏي ڇنڊ ڇاڻ کان پوءِ هڪ ڪتاب لکيو INTELLECTUALS هن انهي ڪتاب ۾ روسو ۽ ڪارل ڪارڪس کان وٺي گارشيا مارڪيز جو انگريزي ۾ تعارف ڪرائيندڙ مست ملنگ آمريڪي ناول نگار نارمن ميلر تائين دنيا جي اصلي دانشورن، (نقلي دانشورن جي اسان وٽ ڪتي ويائي پئي آهي) جي شخصي لاڙن جو اونداهون رخ ڇنيو آهي، اهو ڪتاب پڙهي مغرب جو پڙهندڙ اهو ٿي چوي ٿو تہ هن دنيا ۾ علم، سائنس ۽ انساني ڀلائيءَ جي جيڪا روشني پکڙيل آهي اها انهن اصلي دانشورن جي عقل ۽ محنتن جو نتيجو آهي، پر اها بہ سڻي ڳالهہ آهي تہ انهن روشن خيال دانشورن جون انساني فطري ڪمزوريون بہ اسان جي سامهون اچي ويون آهن، آخر اهي دانشور انسان هئا، ڪي فرشتا تہ نہ هئا مغرب جو پڙهندڙ هڪ پاسي جتي انهن دانشورن جي انساني ڪمزورين کي قبول ڪندي سندس عزت ٿو ڪري تہ ٻئي پاسي پال جانسن کي بہ داد ڏئي ٿو تہ هن وڏي محنت ڪري انهن وڏين شخصيتن جي اونداهي رخ تان پردو کنيو آهي، انهي جي برعڪس اسان جو هتان جو پڙهندڙ اهو ڪتاب پڙهي دنيا جي اصلي دانشورن تي گارين جي رئي لايو ڏي تہ ”اهي ڪي وڏا شيطان هئا“ يا وري ٻيو پڙهندڙ پال جانسن تي گارين جو سٽڪو لايو ڏي تہ ”انهي خراميءَ جي ڦر وڏي شيطانگيري ڪري هيڏن وڏن فرشتہ سيرت دانشورن کي هرو ڀرو اچي خوار ڪيو آهي“ مطلب تہ اسان ماڻهن جي اڪثريت فڪري پولرائيزيشن جو شڪار آهي.

ڪاوش اخبار جي گذريل پرچي ۾ مون ميڊيا (جنهن جو آئون بہ هڪ حصو آهيان) کي ايبز نمبر 3 جو خطاب ڏيئي جيڪو آرٽيڪل لکيو هو تہ اهو ميڊيا جو هڪ اونداهو رخ آهي ۽ جيڪو پنهنجي جاءِ تي سورنهن جا ويھہ آنا موجود آهي، پر انهي جو اهو مطلب ناهي تہ ڪي ميڊيا جا روشن رخ منهنجي سامهون موجود ناهن، ميڊيا جي روشن رخن تي هڪ الڳ مضمون لکي سگهجي ٿو، پر هتي ميڊيا جي چڱائين منائين کي ڇڏي اهو ڏسڻو آهي تہ ميڊيا ڪهڙي بلا جو نالو آهي؟ انهي جا ڪهڙا رنگ روپ ڪيتري پاڙي ۾ آهن؟

ڪميونيڪشن جي دنيا ۾ جيڪڏهن هڪڙو فرد ٻئي هڪڙي فرد تائين ڳالهہ پهچائي يا گهڻا فرد هڪڙي فرد تائين ڳالهہ پهچائين تا تہ اهي ڳالهيون ميڊيا جي ذمري ۾ نٿيون اچن، پر جيڪڏهن هڪڙو فرد گهڻن فردن تائين يا گهڻا فرد گهڻن فردن

تائين ڳالهه پهچائين ٿا ته انهن ڳالهين کي ميڊيا چئي سگهجي ٿو. هاڻي اچون ٿا ميڊيا جا ڪجهه قسمن تي .

## منهان منهن (FASE TO FACE)

ميڊيا جو هيءُ روپ، ٻين روپن کان نه رڳو قديم ترين روپ آهي، پر گڏوگڏ سگهاري ۽ سگهارو آهي، ٻي ميڊيا جو پيٽ به هيءُ روپ ڀري ٿو. ڇاڪاڻ ته هيءُ ميڊيا ٻين ميڊيائين جي ماءُ آهي، اخبارن، رسالن، ٽي وي نيٽ ورڪس تائين جيڪو به مواد پهچي ٿو، اهو مواد ميڊيا جو هيءُ روپ مهيا ڪري ٿو. نه رڳو اهو پر ماضي ۾ جيڪي دنيا جا وڏا وڏا ليڊر ٿي گذريا آهن، انهن ميڊيا جي هن روپ جي ذريعي ئي سگهه حاصل ڪئي ۽ نالو ڪمايو. هن وقت به جيڪڏهن ڪو ليڊر ٻين ميڊيائن کي ڇڏي ۽ خلق خدا جي ۾ ڪاهي پوي ۽ سندس جسم ۾ سگهه ۽ عوامي نفسيات جي ڄاڻ ۽ زبان ۾ اثر هجي ته هٽي سٽ ٿيا اونڌا يا سڌا ڪري وجهي. ڪوبه ڀرپور شخص هن ميڊيا جي ذريعي طوفان بڻجي اٿي سٽ اخبارون اڏائي ۽ سڀ اسڪرينون ڀڃي سگهي ٿو ۽ ميڊيا مئنيجرن کي گوڏي هيٺان آڻي سگهي ٿو. ڪارڻ اهو آهي ته ماڻهن اڳيان پرنٽ ميڊيا اکرن جي صورت ۾ اچي ٿي ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا تصويرن ۽ آوازن جي روپ ۾ اچي ٿي، جڏهن ته هيءُ ميڊيا جيئرن جاڳندڙن ماڻهن جي روپ ۾ ماڻهن جي سامهون اچي ٿي ۽ جيئروجاڳندو ماڻهو وڌيڪ قابل اعتبار هوندو آهي. ميڊيا جو هي روپ ايڏو ڏنگو آهي، جنهن کي نه ايڊٽ ڪري سگهجي ٿو ۽ نه وري سينسر جي ڪينچي هلائي سگهجي ٿي، جيڪي ڳالهيون ٻين ميڊيائن ۾ آف دي رڪارڊ هونديون آهن، جڏهين ته هن ميڊيا ۾ اهي سڀ ڳالهيون آن دي رڪارڊ هونديون آهن. هن ميڊيا ۾ ڪچهري، جلسو، اسٽريٽ ناٽڪ ۽ اسٽيج ناٽڪ اچي وڃن ٿا. ميڊيا جو هيءُ روپ سدا جوان سدا بهار روپ آهي.

## ڪتاب:

ميڊيا جو هيءُ روپ منهان منهن ميڊيا وانگر قديم ترين ته ناهي، پر قديم ضرور آهي، هنِ جي ڀهرئين صورت هٿ اکر قديم مسودن جي روپ ۾ ۽ ٻئي نئين صورت ڇپيل ڪتابن جي صورت ۾ ملي ٿي، هن وقت دنيا ۾ جيڪي به مذهب آهن ۽ جنجي ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ هر ڪو ماڻهو مڃتا ڪري ٿو ته اهي سڀ ڳالهيون ڪتاب جي صورت ۾ تيل آهن، بهرحال هتي پاڪ ڪتابن کي ڇڏي دنيا داريءَ جي ڪتابن جو ذڪر ڪبو.

چيو وڃي ٿو تہ "ڪتاب اهوئي شخص پڙهندو آهي جنهن جو دماغ ڪتاب پڙهڻ تي هريل هوندو آهي" ٻين لفظن ۾ ڪتاب پڙهندڙ اڳ ۾ ئي گهڻو ڪجهہ ڄاڻندو آهي، انهي ڪري ڪتاب جي ميڊيا ڪي استعمال ڪرڻوارن جو تعداد ٻين ميڊيائن ڪي استعمال ڪرڻ وارن کان گهٽ آهي، پر انهي گهٽ استعمال ڪندڙ ميڊيا جي روپ ڪي ٻئي پاسي کان ڏسبو تہ جيڪي ٻيون ميڊيائون وڏي تعداد ۾ هلائيندڙ آهن، انهن جي حاصلات جو ذريعو ڪتاب ئي آهي، جيئن منهان مُنهن ميڊيا ٻين ميڊيائن جي ماءُ آهي تيئن ڪتاب وري استاد جي حيثيت والاري ٿو، پاڻ وٽ پڙهيل ماڻهن جو تعداد گهٽ آهي، پر جن ملڪن ۾ تعليم جو ريشو وڌيڪ آهي، اتي ڪتاب پڙهڻ جو خفت وڌيل آهي، اها ڳالهہ ڏني وئي آهي تہ ڪتاب پڙهڻ جو وڌ ۾ وڌ خفت اوير يورپ جي ملڪن ۾ پاتو وڃي ٿو.
سولزي نٽسن جڏهن ٻيهر واپس ماسڪو پهتو هو تہ سندس استقبال ڪنهن پاپولر سياستدان کان گهٽ نہ هو، جين پال سارتري (ساغ تغ) جي جنازي ۾ 80 هزار کان وڌيڪ ماڻهو شريڪ ٿيا، جرمنيءَ ۾ گنٽر گراس جو ڪتاب TIN DRUM پهرئين ڏڪ ۾ ٽيهہ لک ڪاپيون ڇپيون، ڪتابن جي اشاعت جو وڏي ۾ وڏو ادارو پينگوئن برطانيہ وارا هلائين ٿا. اگاٿا ڪرسٽي جي جاسوسي ناولن تي ٻڌل ڪجهہ اسٽيج ناٽڪ گذريل سٺ سالن کان روز اسٽيج ٿيندا پيا اچن، ٽرلر لکندڙ ماريو پوزو (گاڊ فادر فيم) کي ملندڙ رائلٽي 2 بلين ڊالرن کان مٿي چڙهي چڪي آهي، تہ انهن ڳالهين مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪتاب جي ڪيتري اهميت آهي، پڙهيل لکيل ملڪن ۾ ڪتاب جي ٻئي اهميت اها آهي تہ جيڪو جرنلسٽ اپ گريڊ ٿيڻ گهرندو آهي تہ اهو ليڪڪ بڻجي ويندو آهي، انهي جا وڏا مثال گراهم گرين، گارشيا مارڪيز، اوريانا فيلاچي ۽ خشونت سنگهہ آهن.

## اخبار:

ڪتاب جي حيثيت ڪهڙي بہ هجي پر تازين خبرن لاءِ اخبار ڏانهن واجهائڻو ٿو پوي، مارڪيٽ ۾ آيل تازن ڪتابن جو اطلاع اخبارن ۾هفتيوار رسالن جي ذريعي ملي ٿو ۽ دنيا جي وڏن وڏن ليکڪن جي تازن خيالن کان واقف ٿيڻ لاءِ بي بي سي ٽيليويزن جي نيوز واري نيٽ ورڪ تي FACE TO FACE يا HARD TALK جهڙا پروگرام ڏسڻا پون ٿا، انهي ۾ ڪو شڪ ناهي تہ اخبار يا ٽي وي جي خبرن جي عمر هڪڙو ڏينهن آهي جڏهن تہ رشين ماسٽرز اٺوهين ۽ ويهين صدي جي موڙ تي لکيل ڪتاب هر سال اڳئين

سال کان وڏيڪ تعداد ۾ ڇپجن ٿا. پر ليڪڪن جي رهائش لاءِ ايسٽ يورپ جي جهنگ ۾ نهيل هاسٽل ۾ رهيل پولينڊ جي شاعره سزائمر بروڪا کي نوبل ادب انعام ملڻ جو اطلاع اخبارن ۾ ٽي ويءَ جا خاطو ئي ڏين ٿا. خود اسان سنڌي زبان جي افزائش تہ ڪتاب ڪئي آهي، پر سنڌي زبان کي خلق خدا جي ۾ مشهور ڪرڻ ۾ سنڌ جي مسئلن کي اسلام آباد ڪٽي وجڻ جو اثرائتو ڪم سنڌي اخبارون ڪن ٿيون. خود منهنجو هيءَ مضمون ڪنهن ڪتاب جي نسبت اخبار ذريعي ئي وڏيڪ ماڻهن تائين پهچندو آهي.

## سئنيما:

چون ٿا تہ جنهن زماني ۾ فلم ”آن“ ڪلڪتي جي سئنيمائن ۾ چڙهي هئي، جنهنجي هڪ ڏيک ۾ دليپ ڪمار رسيءَ جي ذريعي محبوبہ جي گهر تي چڙهي ٿو. اها فلم ڏسڻ ڪانپوءِ ڪيترائي ماڻهو پراون گهرن تي رسا اڇلائي چڙهڻ جي ڪوشش ۾ ڪري مري پيا هئا. ڪيترائي زخمي ٿيا ۽ ڪيترائي گهر ڏٽين جا موچڙا کائي اسپتالن ۽ جيلن پيڙا ٿيا هئا. هٽ پاڻوٽ هوٽلن ۾ ٿريا. نرگس ۽ مڌو بالا جي طرفدارن جا جهيڙا ٿيندا هئا ۽ چرا هلندا هئا. اسٽالن، چرچل، آئزن هاور ۽ ڊيگال توڙي پيا انهي سطح جا سياستدان حاڪم ۽ هاڪاريل ماڻهو پنهنجي وقت جي وڏي اداڪار چارلي چيپلن جا پرستار هئا. جنهن زماني ۾ سوويٽ يونين عروج تي هو تہ اتي انڊيا جي فلم ”آواره“ وڏو ہرڏڪ مچايو هو. ڪجهہ سال اڳ ايراني بلوچستان جي چئن ڏاڙيلن جو ڪراچي جو پوليس جي وڏن اٿالن سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ جهيڙو هليو هو. انهي واقعي جي ڊان اخبار سرخيءَ ۾ خبر ڏني ۽ مقابلي کي مشهور ڪائو بواءِ فلم HIGH NOON سان تشبيهہ ڏني هئي. مٿان ئي مٿان لکيو هو تہ ڪراچي ۾ HIG NOON جو اجرا. 1958ع ۾ جڏهن سوييٽ يونين جون فوجون چيڪو سلواڪيا ۾ گهڙي آيون هيون تہ انهي تي جيڪو مقبول ترين احتجاج ٿيو. اهو فلم UNBEARBLE LIGhTNESS OF BEING جي صورت ۾ ٿيو هو. اها فلم ميلان ڪنديرا جي ناول تي ناهي وئي هئي، سو سئنيما بہ پنهنجي جاءِ تي ميڊيا جو هڪ سگهارو روپ رهيو آهي، پر هن وقت سئنيما زوال پذير آهي، پاڻوٽ ڪيتريون ئي سئنيمائون ڊهي چڪيون آهن پارٽ ۾ سئنيمائن ڊاهڻ جو سلسلو جاري آهي ۽ هاليوڊ سان لاڳاپيل ڪيترائي اسٽوڊيو وڪرو ٿي رهيا آهن. اسان وٽ يونيورسٽي جي ڪالوني ۾ رهندڙ ٻار جيترو ٽي وي تي ننڍا ننڍا رول ڪندڙ هيرو لاڪي کي سڃاڻي مٿس رش ڪن ٿا اوترو پاڪستاني فلم جي ڪنهن بہ وڏي هيرو ۽ هيروئن کي نٿا سڃاڻن، ماڌوري ڊڪشت، سري ديوي، پوجا ڀٽ ۽ شاهہ رخ

جهڙن اداڪارن جي مشهوريءَ جو خاص ڪارڻ زي ٽي وي، ايل ٽي وي ۽ اسٽار ٽي وي جهڙا نيٽ ورڪ آهن. مغرب جي دنيا ۾ ميرل اسٽريپ جهڙي شاندار اداڪاره پنهنجن فلمن جي ڪري گهٽ ۽ بلاڪ بسٽر ٽي وي ڊرامہ سريل HOLOCAUST جي ڪري وڌيڪ مشهور آهي.

بهرحال انهي هوندي بہ فلم سئنيما جي ذريعي نہ ئي سهي پر وڊيو جي ذريعي اڄ بہ ميڊيا جو هڪ اهم ۽ مضبوط ٿنڀو آهي.

## ريڊيو:

سنڌ جي لوڪ واڪاڻيل شخصيتن ۾ جتي سڪندر بادشاهہ، اڪبر بادشاهہ، دُودو سومرو، غئبي خان چانڊيو، ذوالفقار علي ڀٽو، ڄام ڪانيو خان، ماسٽر چندر، پرو چانڊيو جهڙا ماڻهو اچن ٿا، اتي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو ڪردار فتح خان ۽ بي بي سي ريڊيو جو خاطو مارڪ ٽلي جهڙا شخص بہ اچي وڃن ٿا، جن کي گهر گهر سڃاڻي ٿو. مون کي ياد آهي تہ ڪافي سال اڳ فتح محمد خان جو ڪردار ادا ڪندڙ سيد صالح محمد شاهہ جڏهن آمري(الهہ بچائي لغاري جو ڳوٺ) جي لغارين وٽ مهمان ٿي آيو هو تہ آسپاس جي ست ڪوهين جا راڄ ڪيس ڏسڻ لاءِ ٽٽي پيا هئا، اهو زمانو اهو هو جڏهن اميرن جي ماڙين ڪان وٺي هارين تائين هر جي پاڇارين ۾ ٽرانسسٽر ٽنگيل هوندو هو ۽ ماڻهو چرپائي جي حد تائين ريڊيو ٻڌندا هئا، پر اڄڪلهہ هلي ٽيليويزن، ٽيپ ريڪارڊر، وڊيو ۽ اخبارن جي مقبوليت ريڊيو جي ميڊيا کي وڏو ڌڪ رسايو انهي نقصان جي باوجود اڄ بہ اوهان نندي ڪٿي جي ڪنهن بہ ڳوٺ جي ٻاهران رات جو ائين وڃي ڪنهن اوچي جاءِ تي ويهي ڪن ڏيندؤ تہ اوهان کي بي بي سي ريڊيو جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو مطلب تہ بي بي سي جي ڪري ئي سهي اڄ بہ ريڊيو ميڊيا جو هڪ مقبول روپ آهي.

## ٽيپ رڪارڊر:

جيئن ڪجهہ سال اڳ بازارين، ٻنين ٻارن ۽ جهرن جهنگن ۾ عام ماڻهو ٽرانزسٽر ريڊيا هٿن ۾ کڻي هلندا نظر ايندا هئا؛ ائين هاڻي کڻين شائق ٽيپ رڪارڊر هٿن ۾ کڻي انڊين فلمي طرزن تي ٻڌل سنڌي ڪلام ٻڌندا نظر ايندا آهن. اهو تماشو نہ رڳو پاڻ وٽ نظر ايندو آهي پر آمريڪا جا ڪئين نوجوان شيدي واڪو ٽيپ رڪارڊر کڻي پاپ ميوزڪ تي نچندا، ڪڏندا هلندا نظر ايندا آهن. سندن هٿن، پيرن ۽ ڪنڌ جي

لوڌ پئي پوندي آهي. ساڳي حالت پاڻ وٽ مانڊٽين، هوٽلن، بسن، ٽرڪن ۽ ڪارن ۾ هوندي آهي. بس تي سفر ڪرڻ وارو ڀهرين اها پڪ ڪندو آهي ته بس ۾ ٽيپ رڪارڊر آهي؟ اها پڪ ڪرڻ کان پوءِ ئي بس ۾ سوار ٿيندو آهي. اسان ٻارن جن ماٺهن جا گهر ڪنهن به هاءِ وي جي ويجهو هوندا آهن انهن جي وازيلي شڪشن جي ڪهاڻيءَ "I want to live" جي ڪردارن وانگر ننڊ ڦٽندي آهي ۽ پوءِ جڏهين آوازن تي هري ويندا آهن ۽ اتفاق سان هاءِ وي تي ٽريفڪ گهٽ ٿي ويندي آهي ته پوءِ خاموشي سندن ننڊ ڦٽائيندي آهي. روڊ تي حادثن کان بچڻ لاءِ ڪيترائي ڀيرا سرڪار قانوني سختي ڪئي آهي ته گاڏين ۾ ٽيپ رڪارڊر نه وڃايا وڃن پر واري سان حڪومت ميڊيا جي هن پاپيولر مشين مان نڪرندڙ آوازن کي قيد ڪري نه سگهي آهي. خود بسن ۾ جيڪو شخص ٽيپ رڪارڊر بند ڪرائڻ لاءِ گوڙ ڪندو آهي ته ٻيا مسافر گوڙ ڪري سندس بولتي بند ڪري ڇڏيندا آهن. اها هڪ حقيقت آهي ته دنيا جي ڪا به حڪومت عوام جي ڪنهن پاپيولر لاڙي کي روڪي نه سگهي آهي ۽ جتي به حڪومت گهڻو ضد ڪيو آهي ته خود حڪومت جا ترا نڪتا آهن. تنهن کان پوءِ اخبارون کڻي ڏسو ته انهن ۾ به گهڻي ۾ گهڻا اشتهار آڊيو ڪيسٽن جا نظر ايندا آهن. اهڙن اشتهارن ۾ گانن جون سرخيون پڙهڻ وٽان هونديون آهن، انهن مان سنڌ جي موجوده سوشيو ڪلچر صورتحال جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهڙي ساڳي طرح اسان وٽ جڏهين اليڪشن ٿيندي آهي ته مختلف پارٽين ۽ پارٽين جي سربراهن جي شان ۾ آڊيو ڪيسٽون ڀرايون وينديون آهن ۽ رستن روڊن، جلسن جلوسن ۾ ٽيپ رڪارڊر جي ڌم لڳي ويندي آهي ۽ سڄي قوم ٽيپ رڪارڊر جي بخار ۾ ورتجي ويندي آهي، جيسين وڃي ملهالو ٿئي.

ايران ۾ جيڪو شديد انقلاب آيو، انهيءَ انقلاب جي ڪاميابي جا ٻيا به ڪئين ڪارڻ هئا پر سياسي چند ڇاڻ ڪرڻ وارن ماهرن جو چوڻ آهي ته انهيءَ انقلاب کي ڪامياب ڪرڻ ۾ جيڪو وڏي ۾ وڏو هٿيار ڪتب آيو، اهو ٽيپ رڪارڊر هو، جنهن جي ذريعي انقلابي ليڊرن جون رڪارڊ ٿيل زوردار تقريرون سَرن کي لڳل باهه وانگيان ايران جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ويون، نتيجي ۾ شهنشاهه ايران جهڙي مضبوط حاڪم ڦهڪو اچي ڪيو ۽ سڄي ايران جو سوشيو پوليٽڪل سيٽ اپ ئي تبديل ٿي ويو. خود اسان وٽ سنڌي، سرائيڪي، پنجابي، پشتو ۽ بلوچي ٻولين جي چڙهت ۾ ٽيپ رڪارڊر جو تمام گهڻو حصو آهي. ٽين دنيا ۾ ٽيپ رڪارڊر هڪ سگهاري ميڊيا آهي.

## اخبار:

سنڌ جي ٻهراڙين ۾ همراھ ننڍ مان اٽي جيئن ئي چانهه جو ڳارو پيٽ ۾ هٽي سلفيءَ ٻيڙي يا سستي سگريٽ مان دونهان ڪيندو ته ڪري/ بدني ۾ هٽ وجهي وٺي جهنگ ڏانهن ڀڄندو. جيستائين ڪيس اهي شيون نه ملنديون تيستائين سندس بولتي بند هوندي. اهڙي ساڳي طرح ولايت جو ڪيڏو به صحت مند ماڻهو هجي پر جيستائين لنچ يا ڊنر ۾ ايپيٽائيزر استعمال نہ ڪندو تيستائين پنهنجي هاضمي کي خراب سمجهندو آهي. ائين به اڪر پڙهيل ماڻهوءَ جي گهر ۾ جيستائين اخباز ڦهڪو نه ڪندي آهي تيستائين همراھ جو ناشتو حرام ۽ دماغ پٽيل ۽ جسم لاچار هوندو. اخبار سلفيءَ جو سوٽو به آهي، سگريٽ جو دونهاڙ به آهي، چانهه جو ڳارو به آهي ۽ ايپيٽائيزر يا هاضمي جي دوا به آهي. جنهن ڏينهن اخبار جي موالين جي گهر ۾ يا رستي تي اخبار پهچڻ ۾ دير ڪندي آهي. اهو سڄو ڏينهن خدا جو جيڪي پٽون، پاراتا ۽ گاريون اخباري هاڪر تي وسنديون آهن جو الله پيو ڏئي پناهه. ڪنهن به اخبار جي مقبوليت جا جتي پيا ڪارڻ آهن، اتي اهو به وڏي ۾ وڏو ڪارڻ آهي ته اخبار ٽائيم تي پڙهندڙ جي هٿن ۾ پهچي ڃاڪاڻ ته اخبار باقاعدي هڪ اهڙو نشو آهي، جيڪو پڙهندڙ جي صحت تي هاڪاري توڙي ناڪاري اثر ڇڏي ٿو. اخبار کي رياست جو چوٿون ٿنڀو سڏيو ويندو آهي پر آئون انهيءَ ڳالهه کي ڪليشي سمجهان ٿو. اخبار چوٿون ٿنڀو نه پر پنجون گهوڙيسوار آهي. هت عام پڙهندڙ لاءِ اها ڇنائي ڪرٽي پوندي ته "پنجون گهوڙيسوار" ڪهڙي مصيبت آهي. ڪجهه سال اڳ Freedom at midnight جي ليکڪن ليري ڪولنس ۽ سندس فرانسيسي دوست (City of joy جو ليکڪ ڊومينيڪ ليپيئر) گڏجي هڪ شاندار سياسي ٿرلر لکيو هو. ڪتاب جو عنوان هو "Fifth Horse man" انهيءَ ڪتاب ۾ هن آمريڪا جهڙي سگهاري ملڪ کي رت جا ڍڪ پيارينڌڙ ڪرنل قذافي کي پنجون گهوڙيسوار ڪري ليکيو هو. اصل ۾ يهودين ۾ موت جي باري ۾ اهو عقيدو آهي ته ڇئن ڏسائن ڪان چار گهوڙيسوار اچي ماڻهوءَ جو ساهه ڪڍندا آهن. ڪتاب جي ليکڪن ڪرنل قذافيءَ کي "پنجون گهوڙيسوار" ڪري لکيو ته اسان وٽ ميڊيا ۾ اخبار به پنجون گهوڙيسوار آهي، جيڪو شرافت تي اچي ته بدمعاشي کي ڏري تي ويهاري ۽ جي بدمعاشي تي لهي اچي ته اشراف جو سر پٽي. پريس جي سگهه جو انهيءَ ڳالهه مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته پريس ڪان ذات سياستدان، ڪامورو، سيٺ، وڏيرو ڪن ٿو هٽي ته ٻئي پاسي عام ستايل ماڻهو وري اها اميد ٿو رکي ته سندس دانهن ڪوڪ

اخباز جي ذريعي هٿي وجي هنڌ ڪندي ۽ ساڻس ظلم ڪندڙن لاءِ پنجين گهوڙيسوار جو ڪم ڏيندي. اخبار هڪ پاسي ايڊز نمبر 3 به آهي ته ٻئي پاسي زندگي بچائيندڙ انجيڪشن به آهي. اهو اخبار وارن تي ڇڏيل آهي ته ڪهڙي پاسي ٿا وڃن:
اها ته هڪ عام حقيقت آهي ته ٽين دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ وقت به وقت اخباري صحافي ظلم جو نشانو بڻجندو رهندو آهي ۽ اخبار تي ڏکيا ڏينهن ايندا رهندا آهن پر فڪري آزاديءَ جي لح رکندڙ ملڪن ۾ اخبار کي ٽي وي ڏک هنيو. مغرب ۾ ٽي ويءَ جي ذريعي جڏهن خبرن جو شعبو گهڻو اڳتي وڌي پڪڙيو ته دنيا جون وڏيون وڏيون اخبارون لُڏي ويون. پر ڏک کائڻ کان پوءِ اخباري دنيا جي ڪجهه ذهين ماڻهن ٽي ويءَ جي مقابلي لاءِ ڪجهه نوان نوان انگ ڳولي لڌا. ٽي ويءَ تان نشر ٿيندڙ خبرون خبرن لاءِ مخصوص وقت تي ڏسي سگهجن ٿيون ۽ اهو وقت نڪري وڃڻ کان پوءِ ڪنهن به خبرنامي کي پوئتي هٽائي (روائينڊ ڪري) ڏسي نٿو سگهجي ۽ نه وري ڪنهن بور ڪندڙ خبر کي اڳتي وڌائي (فارورڊ ڪري) ٻي خبر ڏسي سگهجي ٿي. اخبار چوويهه ڪلاڪ پڙهندڙ جي سامهون رهندي آهي. پڙهندڙ صرف پنهنجي دلچسپي جون خبرون يا مضمون پڙهي سگهي ٿو. اها ڳالهه اڳيان رکي اخبار جي ميڊيا مئنيجرن خبرون ايڏي تفصيل سان شايع ڪرڻ شروع ڪيون جيتريون ٽي وي ڪري ئي نه سگهي. ٻي ڳالهه ته خبرن جا شعبا به وڌايا ويا. مثلن اڄڪلهه هتان جي انگريزي اخبارن ۾ اسپورٽس جو شعبو يا ڪنهن وڏي خبر سان واسطيدار موضوع کي ڪٺي انهيءَ لاءِ صفحا مخصوص ڪرڻ جو جيڪو رواج نڪتل آهي ته اهو سڀ ڪجهه مغرب ۾ اخبارن کي بچائڻ لاءِ ڪيو ويو هو. ٽين ڳالهه ته اخبار جي اندرين صفحن ۾ ڇپجندڙ مواد کي تخليقي ڊڪشن (چشڪيدار لکڻيءَ جو انداز) ۽ ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ جي ذريعي وڌيڪ دلچسپ بڻايو ويو. ٻئي پاسي ٽي ويءَ وارن به هر ڪلاڪ کان پوءِ خبرون نشر ڪرڻ شروع ڪيون ۽ خبرن لاءِ باقاعدي الڳ سڄا جا سڄا چئنل مخصوص ڪيا پر جيئن تخليقي قلم ڪنهن به خبر يا موضوع جي مختلف پهلوئن کي جهٽي سگهي ٿو. ڪئميرا ۾ ايتري طاقت ناهي. ڪئميرا کي اکيون ته آهن پر ڪن ڪان ٻوڙي آهي. تنهن کان پوءِ اهو ڪو ضروري ناهي ته هر هنڌ ڪئميرا پهچائي سگهجي. ڏيٺي وٺي ٽي ويءَ تان خبرون پڙهندڙ ڪنهن به خبر جو تفصيل ٻڌائي سگهن ٿا پر انهن جي مقابلي ۾ اخبار وارن وڌيڪ تخليقي سگهه رکندڙ صحافي ميدان ۾ لاهي ڇڏيا. ائين مغرب جون اخبارون ڏک پچائي ويون. تازو هانگ ڪانگ جي چين جي قبضي ۾ اچڻ کان پوءِ ٽي وي جي ميڊيا ميگنائن پنهنجا نيٽ ورڪ سنگاپور، ملائيشيا ۽ پارت ڏانهن منتقل ڪرڻ

شروع ڪيا آهن. نتيجي ۾ ڀارت جي اخبارن ۽ اخباري قسم جي رسالن جهڙوڪ India Today وغيرهہ جي سرڪيوليشن کي ڌڪ لڳو آهي. پر اخباري دنيا اتي بہ ائين ڌڪ پچائي ويندي. جيئن مغرب جي اخبار ڌڪ پچايو. باقي پاڻ وارو خبرنامو سو تہ مڙئي نالي جو خبرنامو آهي. انهيءَ هوندي بہ وقت ڦيرو ڪائيندي دير نٿو ڪري. هتي بہ ڪنهن وقت ٽي ويءَ جا نوان نيوز نيٽ ورڪ ڪڙڪي سگهن ٿا. هڪ اڌ اخباري مالڪ انهيءَ اينڊڙ چئلينج کي هينئر کان ئي اک ۾ رکيو ويٺا آهن.

بهرحال حقيقت تہ اها بہ آهي تہ جڏهين اخبارن کان پراڻيون ميڊيائون پنهنجيءَ پوريءَ سگهہ سان سلامت آهن تہ اخبار جو نہ سلامت رهي سگهندي. اڳتي ڪجهہ بہ ٿئي پر اسان جي ملڪ ۾ هن وقت گيم اخبار جي هٿ ۾ آهن.

## رسالا:

هڪڙا رسالا تہ هوندا آهن اڪيڊمڪ رسالا. جيڪي يونيورسٽيون يا ٻيا اهڙي قسم جا ادارا شايع ڪندا آهن. انهن رسالن کي "جرنل" چيو ويندو آهي. انهن ۾ وڏي تڪبر سان ريسرچ جي نالي ۾ تحقيقي مضمون شايع ٿيندا آهن. اهي مضمون الله ڏنو لکندو آهي ۽ الله ڏنو ئي پڙهي سگهندو آهي. ويچارو لکا ڏنو تہ ڀاڻون ڪائيندو رهجي ويندو آهي. هنن رسالن ۾ بہ اڪر هتان بہ اڪر هتان ڪٽي ذر ذر ساڳيون ڳالهيون پڙهندڙ جي مٿي ۾ ٺوڪيون ويندﻳون آهن. مغرب ۾ 1950ع کان پوءِ اتان جي تخليقي ذهن رکندڙ ليکڪن ۽ اسڪالرن اهڙي قسم جي جرنلن تي وڏي وٺ پڪڙ ڪئي تہ اڪيڊمڪ مضمون Aesthetic sense Simplification, exploration کان وانجهيل آهن. انهيءَ ڏس ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي تفصيل ۾ وڃڻو آهي تہ برطانيہ جي جڳ مشهور شاعر ۽ دانشور اسٽيفن اسپينڊر جي ڪتاب World within world جو اهو حصو پڙهي ڏسي، جنهن ۾ هن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ سرگرمين تان پردو کنيو آهي يا وري ان حصن تي ٻڌل ڪتاب Writers at work کي پڙهي ڏسي. خود هت اسان وٽ شيخ اياز هڪ هنڌ لکيو آهي تہ محقق جو لفظ حقي مان نڪتو آهي. جنهن جو ڪم آهي گڙ گڙ ڪرڻ. بهرحال انهيءَ چڪ چڪان کان پوءِ مغرب ۾ انهن جرنلن ۾ وڏو سڌارو آيل آهي، جيڪي پڙهندڙ کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿا. تازو مون وٽ راءِ ڏيڻ لاءِ ريسرچ جو هڪ ڪتاب Threads of Identity- embroidery and Adorment of the nomadi rabaries پهتل آهي. اهو ڪتاب ڪڇ، گجرات، راجستان ۽ سنڌ ۾ رهندڙ رباڙين جي ڀارنهن نکن تي لکيل آهي. جيڪو آمريڪا جي اسڪالر جيو ڊي فريٽر 17 سالن جي فيلڊ ريسرچ کان پوءِ

لکيو آهي. انهيءَ اڪيڊمڪ ڪتاب جي لکڻي تخليقي انداز سان پوري پئي آهي. اهو ڪتاب جتي پڙهندڙ جي سوچ کي لوڏي ٿو. اتي جذبن ۽ احساسن کي بہ ڇهي ٿو. خود اسان وٽ ڪجهہ سال اڳ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سائنس جي نالي سان هڪ عام فهم ۽ شاندار اڪيڊمڪ رسالو نڪرندو هو انهيءَ رسالي جي اڄا تائين مارڪيٽ ۾ ڊمانڊ آهي.

ٻيا رسالا ٿيندا آهن ادبي رسالا انهن جي نوعيت ادبي ڪتابن جهڙي هوندي آهي. فرق رڳو ايترو آهي تہ ڪتاب ۾ هڪ ليکڪ جون لکڻيون هونديون آهن جڏهن تہ ادبي رسالي ۾ مختلف ليکڪن جون لکڻيون موجود هونديون آهن. هت اسان وٽ مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جي زماني جي "نئين زندگي" حميد سنڌي جي "روح رهاڻ" طارق اشرف جي "سهڻي"، ابراهيم جويي ۽ مولانا غلام محمد گراميءَ ۽ امداد حسينيءَ جي دور جو رسالو "مهراڻ"، مدد علي سنڌيءَ جو "اڳتي قدم" ادبي رسالن جو شاهڪار مثال آهن. انگريزي زبان ۾ Paris Review ۽ Granta شاهڪار ادبي رسالا آهن. Paris Review تہ اسان جي مارڪيٽ مان غائب آهي. پر پينگوئن وارن جو رسالو Granta ملي ٿو وڃي. انهن رسالن جون باقي خصوصيتون ساڳيون ڪتاب واريون آهن.

ٽيا رسالا گهڻي سرڪيوليشن وارا ڊائجسٽ ٽائيپ ٿيندا آهن. جيڪي رڳو تفريح ۽ وقت گذاري لاءِ پڙهيا ويندا آهن ۽ پڙهي ڦٽا ڪيا ويندا آهن. انهيءَ هوندي بہ تفريح حاصل ڪرڻ انسان جو فطري حق آهي. ان ڪري انهن رسالن جي وڏي اهميت آهي.

چوٿان رسالا ٿيندا آهن. اخباري رسالا. انهن رسالن ۾ اخبار ۾ آيل خبرن بابت تفصيلي رپورٽون، اخبارن کان بچي ويل خبرون، مختلف علمي شعبن ۾ ٿيل بريڪ ٿرو، غير معمولي انٽرويو، آرٽ، ادب ۽ شوبزنس جي باري ۾ معلومات، رايا، تبصرا وغيره اچي وڃن ٿا. انهن رسالن ۾ نيوز ويڪ ۽ ٽائيم تہ باقاعدي بين الاقوامي "عادت" بڻجي چڪا آهن. ايتريقدر جو انهن رسالن جي مخالف گارشيا مارڪيز کي چوڻو پئجي ويو تہ "مون کي هر هفتي نيوز ويڪ جو زهر پيئڻو پئجي وڃي ٿو." مشهور فلم ڊائريڪٽر رومين پولنسڪي کي 16 سالن جي ڇوڪريءَ سان زوري زنا جي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائي جيل ۾ بند ڪيو ويو. اڳتي هلي آزاد ٿي جڏهين هن پنهنجي رت رئاڙيندڙ آتم ڪٿا "Roman" لکي تہ انهيءَ ۾ هن اهو بہ ڄاڻايو آهي تہ انهيءَ ڪيس ۾ ڪيس ري گناهہ وڏ ۾ وڏ اخبارن ذليل ڪيو ۽ جيل ۾ وجهرايو. هن ڪنهن بہ اخبار جو نالو نہ ڏنو آهي پر ڪيس اهو چوڻو پئجي ويو تہ "پي ميڊيا تہ وڃي ڏوڙ ۾ پوي پر نيوز

ويڪ ۽ ٽائيم جهڙن رسالن بہ مون کي نہ بخشيو ۽ ذليل ۽ خوار ڪيائون." انهن ٻن مثالن مان اها ڳالهہ پڌري آهي تہ نيوز ويڪ ۽ ٽائيم جهڙن رسالن جي ڪيڏي وڏي اهميت آهي. اسان وٽ انهيءَ سطح جو تہ ڪو رسالو اڃا ڪنهن زبان ۾ شايع نہ ٿي سگهيو آهي پر مظهر لغاريءَ جي لفظن ۾ "رڪجي ٿي اميد تہ ميڊيا جي سرڪار انهيءَ سلسلي ۾ انصاف ڪندي." آهي ڪو انصاف ڪرڻ وارو؟

## ٽيليويزن:

ڪافي سال اڳي هاڪڙي جي ڪناري تي مهراڻي ۾ اسان جي ننڍڙي ڳوٺ جنهاڻ ۾ جڏهن منهنجي وڏي ڀاءُ محمد قائم مرحوم بيٽري وارو ريڊيو آندو هو تہ ڳوٺ ۾ ڀڙڏڪ مچي ويو تہ "مارا مائي ويٺي ڳائي لنڪا (ريڊيو سيلون/سريلنڪا) ۾ ٻڌون ويٺا هتي، بابا انهن انگريزن سان پڄڻ جي گهٽي ناهي، اڃان تہ الائي ڪهڙيون شيون ناهيندا" سڄو ڳوٺ حيرت ۾ وٺجي ويو. ماڻهو تہ ماڻهو پر انهي ڏينهن ڳوٺ جي ڪتن بہ اڃي حشروڙ مچايو تہ ڳوٺ ۾ ڪا نئين بلا ڪاهي پئي آهي. ڪجهہ سال رکي اهو هل هليو تہ هاڻي انگريزن اهڙي مشين ڪئي آهي جو مائي ڳائيندي ڪراچي ۾ ۽ پاڻ هتي ڪلام سان گڏ مائيءَ جي شڪل بہ ڏسي سگهنداسين. ائين 1964ع ۾ مائي ٽي ويءَ پنهنجيون ڀهريون وکون لاهور شهر ۾ رکيون ۽ سندس ديدار لاءِ سڄي شهر ۾ پيچ پچاڻ شروع ٿي وئي تہ ڪيئن نہ ڪيئن انهي مائي جو ديدار ڪجي. لاهور جا ماڻهو هونئن بہ تماشي ڏسڻ جا شاهہ شوقين آهن. اڄ ڪلهہ ٽيلويزن هر گهر جي پاتياڻي بڻجي چڪي آهي ۽ ڪيترين ئي ٽيليويزنن کي ڊش جا ڪنپ لڳي چڪا آهن. جن جي زور تي ٽي وي پري بڻجي اڏامندي نظر ايندي آهي مزيدار ڳالهہ اها آهي تہ ميڊيا جي هن روپ کي اڻ پڙهيل ماڻهو بہ پڙهي سگهن ٿا. انهي ڪري ٻين ميڊيائن جي ڀيٽ ۾ هن ميڊيا جو استعمال ڪرڻوارن جو تعداد ايڏو تہ گهڻو آهي جو ڳالهہ ليکي ڪان ڇڙهيل آهي. تنهن ڪان پوءِ ماڻهو گهر ويٺي دنيا جو سير سفر ڪري سگهي ٿو. دنيا جهان جي مشهور ماڻهن جون شڪليون ۽ سندن اٿڻ ويهڻ، چرڻ پرڻ، گندي ڪپڙي ۽ چهري تي ايندڙ ويندڙ تاثرات سولائي سان ڏسي سگهي ٿو ۽ پنهنجي ليکي اندازو لڳائي سگهي ٿو تہ همراهہ ڪيتري پاڻي ۾ آهي. ٻئي پاسي وائيٽ هائوس ۾ ٽڪيل آمريڪا جو صدر سنڌ جي ڪنهن بہ ڳوٺ ۾ هن ميڊيا ذريعي پهچي سگهي ٿو. جادوءَ جي پيتي کي ڪير جهلي! انهي ڪري بنا ڪنهن شڪ جي چئي سگهجي ٿو تہ ٽيليويزن ميڊيا جو سگهاري ۾ سگهارو روپ آهي. معاملو رڳو ايترو آهي تہ هن ميڊيا کي هلائيندڙ ماڻهو ڪيترا

سياڻا آهن يا ڪين ڪيڏي ڇوٽ مليل آهي، ڇاڪاڻ تہ مختلف عمرين ۽ ذهني سطحن جا مختلف مزاج رکندڙ مختلف موڊن ۾ مختلف هنڌن تي ماڻهو هن ميڊيا کي ڏسن ٿا، حاڪم ڪان وٺي هر هاريءَ ۽ مزدور مڙهي تائين ۽ ڪنهن دانشورن کان وٺي ڏپستي ڇٽ تائين هيءُ ميڊيا پهتل آهي، ان ڪري ٽيليوزن جي ميڊيا مئنيجرن کي ماڻهن جي سماجي نفسيات تي گهري نظر رکڻي پوي ٿي ٽيليويزن جو انساني ذهنن تي اثر جو اندازو هڪ مثال مان لڳائي سگهجي ٿو. مثال تہ اوهان پنهنجي ڪنهن بہ پروگرام جهڙوڪ خبر نامي يا ڊاڪيومينٽري يا ڊرامي ۾ هڪ اهڙو ڏيک ڏيکاريو ٿا تہ هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهو کي ڪهاڙي سان ماري ماڻهو جا ٽڪرا ڪري رهيو آهي، ظاهر آهي تہ اهو ڏيک ڪروڙين ماڻهو ڏسن ٿا. جن ۾ ٻار، دل جا مريض ۽ حامل عورتون بہ هونديون آهن، اهڙو ڏيک ڏسي دل جو ڪوبہ مريض مري سگهي ٿو. ڪنهن بہ حامل عورت جو ٻار ڪري سگهي ٿو ۽ ڪوبہ ٻار يا عمر لاءِ خوف جي نفسياتي بيماري جو شڪار ٿي سگهي ٿو. انهي ڪري ساڪٺوارا ٽي وي نيٽ ورڪ اهڙي ڏيک کي سينسر ڪري ڇڏيندا آهن. پر ساڳيو ڏيک سئنيما ۾ ڏيکاري سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اتي ماڻهو پاڻ پنهنجي مرضي سان ٽڪيٽ وٺي داخل ٿيندا آهن، جڏهن تہ ٽي وي هر ماڻهو جي مٿي ۾ لڳل آهي.

جن ملڪن ۾ ٽي وي تي دلچسپ پروگرام نشر ٿيندا آهن اتي ٽي وي جي گهرن اثرن تي بہ سوشيا لاجسٽن جو بحث جاري آهي، هڪڙن همراهن جو چوڻ آهي تہ ٽيليويزن "خاندان" جي اداري کي ٽوڙي ڦٽو ڪيو آهي، گهر جا ڀاتي جڏهن گهر ۾ موجود هوندا آهن تہ انهن جو ڌيان هڪ ٻئي ڏانهن هئڻ بدران ٽي وي جي اسڪرين ڏانهن رهندو آهي، مسلسل ائين هئڻ جي ڪري گهر جي ڀاتين جو وقت گذرڻ سان گڏ ذهني ۽ جذباتي رشتا ختم ٿيندا ويندا وڃي ٻڙي تي پهچندا آهن. پر ٻين ماهرن جو چوڻ آهي تہ ائين ناهي، ٽي وي جي اچڻ سان تہ الٽو خاندان مضبوط ٿيو آهي، مثال طور ٽي وي جي اچڻ کان اڳ ماڻهو فارغ وقت ۾ گهر کان ٻاهر نڪري ويندا هئا ۽ پويان گهر جي ڪنهن ڀاتي کي ڪا تڪليف اچي ويندي هئي تہ انهي جي مدد ڪرڻ لاءِ گهر جو ڪوبہ ڀاتي موجود نہ هوندو هو پر هاڻي ٽي وي جي دلچسپ پروگرامن کي ڏسڻ لاءِ گهر جا اڪثر ڀاتي گهر ۾ ئي موجود هوندا آهن ۽ پوءِ جي ڪو گهر جو ڀاتي تڪليف ۾ اچي ٿو تہ ٻيا ڀاتي ٽي وي ڏسڻ ڇڏي سندس مدد ڪرڻ لاءِ ڊوڙندا آهن، ائين خاندان مضبوط ٿيو آهي، هڪڙن ماهرن جو چوڻ آهي تہ ٽيليويزن ڪرائيم وڌايو آهي، نوجوان ٽرل ڏسي، انهن کان متاثر ٿي ڪرائيم ڪن ٿا ۽ ڪي عورتون ۽ مرد وري ٽي وي

۾ شاندار بنگلا، وڏيون ڪارون ۽ فيشن ايبل ڪپڙا ڏسي انهي جي ريس ۾ انهن شين جي حاصلات لاءِ ڪرائيم ڪن ٿا. پر پيا ماهر انهي راءِ سان اختلاف ڪندي چون ٿا تہ ٽي وي اچڻ کان اڳ جيڪي ڪرائيم ٿيا، ڌاڙا، خون، ڦريون، چوريون ٿيون ۽ ڪاٽ لڳا، اهي ٽي وي ڏسي تہ نہ ڪيا ويا. هلاڪو ۽ چنگيز ٽي وي ڏسي ماڻهن ۾ ٻاڪر ڪٽو تہ ڪونہ وڌو هو. ڪرائيم جا اصلي ڪارڻ تہ ذاتي ۽ سماجي ۽ اقتصادي آهن. تنهن ڪان پوءِ دنيا ۾ اهڙا ملڪ موجود آهن، جتي ٽي وي جو اثر تمام گهٽو آهي پر ڪرائيم گهٽ ٿئي ٿو. مطلب تہ ٽي وي سنجيده حلقن ۾ چتو بحث ٻڌائي ٿو تہ ٽي وي هڪ اهم ميڊيا آهي.

چوڻ وارا اهو بہ چون ٿا تہ آمريڪا ۾ صدارتي اليڪشن اهو ئي ماڻهو کٽي سگهندو آهي، جنهن جي هٿ وس گهڻا ٽي چئنل هوندا آهن. آمريڪي ماڻهو ٽي وي جو ذهني غلام آهي، انهي غلام جو داستان جيرزي ڪوزنسڪي جي ناول Bieng there ۾ پڙهي سگهجي ٿو. ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ پارٽ ۾ ڪانگريس جو زور ٽوٽڻ ۾ زي ٽي وي جي خبر نامن جو آهي، جيڪي دور درشن وانگيان حاڪمن جي قبضي ۾ نہ هيون. هت اسان وٽ بہ ڪا نئين اخبار نڪرندي آهي يا پراڻي اخبارڪي اجا بہ مٿي کٽڻو هوندو آهي تہ انهن اخبارن جا اشتهار پي ٽي وي تي ايندا آهن. جيتوڻيڪ پي ٽي وي جو نيٽ ورڪ ايڏو دلچسپ بہ ناهي ۽ اشتهارن جا ريٽ بہ ڳرا آهن.

تازا اطلاع آهن تہ هانگ ڪانگ جي چين جي قبضي ۾ اچڻ کان پوءِ اتان نشر ٿيندڙ نيٽ ورڪ سينگاپور، دبئي، پارت ۽ ملائشيا ۾ منتقل ٿي رهيا آهن. اهڙيون بہ ڪوششون هلي رهيون آهن تہ ڪي غير ملڪي نيٽ ورڪ ڪراچي جي سمنڊ سان لڳ علائقن ۾ هنيا وڃن. انهي کان علاوه ڇهہ پاڪستاني نيٽ ورڪ حاصل ڪرڻ لاءِ سيئيون پيچ ڊڪ ۾ آهن. پاڪستان جي هڪ اخباري اداري آمريڪن ڪمپني جي نالي ۾ دبئي ۾ نيٽ ورڪ ميدان ۾ -آڻڻ جو انتظام ڪري ڇڏيو آهي. في الحال اداري جو انچارج پنهنجو هڪڙو خفتي دوست آهي. مطلب تہ اسان وٽ بہ جلدئي ڪئين ٽي وي نيٽ ورڪ وڏو پڙدڪ مچائڻ وارا آهن.

## وي سي آر:

هندستاني فلمن تي پابندي لڳڻ کان پوءِ جڏهن وي سي آر ميدان تي آئي تہ اسان وٽ انڊين فلمن ڏسڻ جي چوس ۾ گهرن، هوٽلن ۽ اوطاقن مطلب تہ هر هنڌ وي سي آر پکڙجي وئي، ٽپ ٽپ تي وڊيو جا دڪان کلي ويا ۽ دڪاندارن وڏا جاوا ڪيا. ماڏوري

ڊڪشت جي لڏنڊ چيلهہ مڙسن جون هٽي چيلهيون پڇي وڏيون. انهي کان علاوه سالگرهن، شادين ۽ علمي ادبي محفلن ۽ سياسي جلسن کي يادگار طور تي وڊيو ذريعي فلمائڻ جو شوق اڃي وڌيو جيڪو اڃان جاري آهي. ڳجهن ادارن بہ ميڊيا جي هن روپ مان خوب فائدو ورتو. هاڻي تہ هالي ووڊ جي فلم بہ جيئن ئي ٺهي ٿي تہ اها وڊيو جي ذريعي ملڪن ۾ پکيڙي ٿي وڃي. پلس گلوبل ذريعي انهن هالي ووڊ جي فلمن جو اسان وٽ ڪاروبار بہ زورن تي آهي. ڪيترن ئي گهرن ۽ ادارن ۾ وڊيو لئبريريون قائم ٿي چڪيون آهن. انهي هوندي بہ ڊش جي اچڻ ڪانپوءِ هاڻي وڊيو جو ڪاروبار گهٽجي رهيو آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ ڊش هٽي وڊيو جي ڪاروبار جي چيلهہ چٻي ڪري وڌي آهي. ڊيڪوررڊر بہ سستو ٿي رهيو آهي ۽ امڪان اهڙا بيٺا آهن تہ وڊيو هاڻي سرڪاري ۽ خانگي لئبريرين جي زينت بڻجي رهجي وينديو ۽ ڪجهہ يادگار پلن جي ياد.

## انٽرنيٽ:

هيءَ بلا تازو اوچتو ئي اوچتو ڪڙڪي آهي. نيون نيون ايجادون ٿينديون آهن. اهي پاڻ‌جهڙن ملڪن ۾ پهچندي پهچندي چڱي خاصي دير لائينديون آهن پر هيءَ ايجاد ڪنوڻ‌وانگر ڊوڙندي پاڻجي مٿان اچي ٿني آهي. هتي پڌائي ڇڏيان تہ ڪنوڻ ڪرندي پهرين آهي ۽ ٺڪاءُ پوءِ ڪندي آهي. پهرين تہ اهو خيال بيٺو تہ هي نئين بلا ڪتابن، اخبارن ۽ ٽي وي وغيره کي هٽي‌چٽي ڪري ڇڏيندي پر پوءِ پتو پيو تہ انٽرنيٽ ٽپال پهچائڻ‌جو تکڙي ۾ تکڙو ذريعو آهي ۽ هن مان ميڊيا جي بين روين کي نڪو لهر نڪو لوڏو پهچڻو آهي ڇاڪاڻ تہ هي شيءِ سڌي طرح ميڊيا ناهي. پر ميڊيا جي ڪنهن بہ روپ کي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پهچائڻ‌جو روپ آهي. ان ڪري بنا ڪنهن شڪ جي هن شي کي ميڊيا ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو. مثال تہ اوهان پنهنجي ملڪ کان پري آسٽريليا يا نيوزيليند ۾ ويٺا آهيو. اوهان کي اهو ڪتڪو اچي لڳو آهي تہ پنهنجي ملڪ ملير ۾ الائي ڇا وهي واپري پيو. اوهان ڪمپيوٽر جي ٺڪ ٺڪ ڪري نمبر ملائيو تہ ڪاوش اخبار ڦهہ اچي اوهانجي اڳيان ڪندي. پڙهو ۽ ويٺي ويٺي حال احوال وٺو. پلا جي پنهنجي ، ملڪ ۾ ويٺا آهيو. اوهان کي لنڊن يا نيويارڪ جي ڪنهن لئبريريءَ ۾ رکيل ڪنهن ڪتاب مان ريفرنس ڳولڻو آهي تہ ٽڪيٽون پري وڏا خرچ پري اتي وڃڻ جو خفو ڪرڻ جي بدران هتي ويٺي ويٺي ڪمپيوٽر تي نمبر ملائيو سچي حقيقت اوهان جي اکين اڳيان اچي ڪرندي. ڪيترائي خفتي مغرب جي نائيٽ ڪلبن جي اگهاڙن ناچن ڏسڻ لاءِ وڏا پنڌ پنيندا آهن. اهي هاڻي پنهنجي بيڊروم ۾ لڪي ڪمپيوٽر جي اسڪرين

تي اهڙي قسم جو ناچ ڏسي سگهن ٿا، سو هڪ پاسي انٽرنيٽ جي ذريعي دنيا جهان جي معلومات حاصل ڪري پنهنجي علم ڪي وڌائي سگهجي ٿو ته ٻئي پاسي انٽرنيٽ ڪنهن به ملڪ جي اخلاقي قدرن جو بيڙو ٻوڙي سگهي ٿو. خود هي شيءِ ٺاهڻ وارا انهي ڳالهه تي پريشان آهن ته هو پنهنجن نابالغ ٻارن کي انٽرنيٽ جي هن اونداهي رخ کان ڪيئن بچائين، جن ته بوتل مان نڪري ويو. هاڻي همراهن کي فڪر اچي لڳو آهي ته انهي جن کي ڪيئن قابو ڪجي ته جيئن اهو ڪا غلط حرڪت نه ڪري ويهي رهي.

بهرحال ڪابه مشين ڪيڏي به سگهاري هجي، پر انسان ڪاري مٽي جو ڍٽي آهي، انسان پاڻ جيستائين اهڙين مشينن تي آگر نه رکندو ۽ دماغ کي استعمال نه ڪندو تيستائين اهڙي قسم جون يا ٻيون سگهاريون مشينون خوبصورت ڍبن کان وڌيڪ ڪا به حيثيت نه ٿيون رکن، پوءِ اهو ميزائيل هجي يا ڪٺي انٽرنيٽ ڪمپيوٽر، جوڳي جيستائين ڪاري کي ڏک نه هٽندو تيستائين نانگ ڪاري تي قابو رهندو. انسان جي دماغ جو وزن صرف ساڍا 3 پائونڊ آهي، پر تازو ناسا جي سپر ڪمپيوٽر ذريعي انساني دماغ جي سگهه جو انهي مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته انساني دماغ جي رفتار روشني جي رفتار کان هڪ ڪروڙ ارب ڀيرا وڌيڪ آهي، انت بحر ڏي ڪل نه ڪائي، رنگي رنگ ٻڻايا.

# ڇا صحيح تاريخ لکڻ ممڪن آهي؟

پاڻ فتويٰ ڪو نہ ڏيون، جو مفتيءَ جي پڳ نہ ٻڌائي اٿئون، حرف آخر ڪو نہ چئون جو ڪورٽ سڳوري جا جج نہ ٿيا آهيون. ڪا ڳالهہ ڪري پوءِ انهي تي ليڪو ڪڍي ويهي رهڻ جي پاڻ جي عادت ناهي، جو علم جي واٽ ڏکي آهي. ننڍي دماغ جا ننڍا ماڻهو آهيون، وڏو ٿپ ڏينداسين تہ ٿنگون ڀڄائي ويهي رهنداسين. البتہ ڪتابن ۾ لکيل آهي ۽ سياڻن جا چيل بہ اڪر پيٽ ۾ ضرور آهن. انهي ڪري ڪجهہ ڳالهين تي پيٽ ۾ وٽ پوندا رهندا آهن ۽ دماغ ۾ ڪيئن سوال اٿندا رهندا آهن. ڪيترن ئي مهينن کان هڪڙو سوال ذهن ۾ ڪنڊي هڻيو ويٺو آهي، تہ ڇا تاريخ لکڻ ممڪن آهي؟ مون کي انهيءَ سوال جو جواب ٿو کپي، فيصلو پڙهڻ وارن تي ٿا ڇڏيون. انهي سوال جا ڪجهہ ڪندون پاسا هت بيان ڪجن ٿا.

1- ويٽنام جي هلنديءَ جنگ ۾، گولين ۽ بمن جي وچ ۾ ويهي آفيم جا ڏکها سلفا ڇڪيندڙ گرِنگ ڏوپار موالي گراهم گرين مرهيات (سال بہ اڳ وفات ڪئي اٿس) هڪڙو اهڙو صحافي ٿي رهيو آهي، جنهن کي ويهين صديءَ جي اٺن ڏهن بهترين صحافين مان هڪ ڪري ليکيو ويندو آهي. پاڻ وڏي تعداد ۾ شاهڪار ناول بہ لکيا اٿس. پنج ست سال اڳ ننڍپڻ جي يادگيرن تي لکيل ڪتاب sort of life سندس هڪ دلچسپ ڪتاب آهي، پر انهيءَ ڪتاب جو جيڪو مهاڳ لکيو اٿائين، اهو تہ تهائين وڌيڪ دلچسپ آهي. پهرين مهاڳ ۾ پنهنجي انهيءَ آتم ڪٿا کي رجيڪٽ ڪيو اٿائين ۽ پوءِ آتم ڪٿا لکي اٿائين. مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ صحيح آتم ڪٿا لکڻ ناممڪن آهي، جنهن جا ڪارڻ هو هن ريت ٿو لکي.

(الف) انسان انسان آهي، ڪمپيوٽر ناهي، ويسر انسان جي فطرت ۾ شامل آهي، جو انسان پل جو گهر آهي، تنهن ڪري ضروري ناهي تہ هو جيڪا آتم ڪٿا لکي، اها ڪا صحيح هجي.

(ب) ڪافي عرصو گذرڻ کان پوءِ انسان جي دماغ ۾ نالا، جڳهيون، ڳالهيون، رويا ۽ واقعا مٽ سٽ ٿي ويندا آهن. ڪي ڳالهيون اصلي ماڻهن جي بدران ٻين سان منسوب ٿي وينديون آهن. ڪي واقعا هڪڙي هنڌ پيش آيا هوندا ته اهي ٻئي هنڌ ۽ ٻين حالتن سان منسوب ٿي ويندا آهن. ڪي حقيقتون اڳتي پوئتي ٿي وينديون آهن، ۽ ايئن آتم ڪٿا اعتبار جوڳي نه رهندي آهي.

(ت) هلندي، ڦرندي، رهندي، اٿندي جيڪي حقيقتون ۽ واقعا ماڻهو ڏسي ۽ ٻڌي ٿو ته ٿوڙلٽيءَ ۾ نٿو ڏسي، پر ڪنهن هڪ اينگل کان ٿو ڏسي. انهي ڪري انسان جون اکيون، ڪن ۽ دماغ ڏوڪا ڪائيندا رهندا آهن. اهڙي قسم جا ڏوڪا کائڻ انسان جي فطرت ۾ شامل آهن. انهي ڪري وقت گذرڻ کان پوءِ هو پنهنجي آتم ڪٿا ۾ جيڪي ڳالهيون بيان ٿو ڪري ته ضرور ناهي ته اهي صحيح هجن.

(ث) ننڍي عمر ۽ پوءِ ڪچي نوجواني ۾ هر ماڻهو پهه پچائيندو آهي، ٻين لفظن ۾ هو نفسياتي طور تي فئنسٽي تخليق ڪندو رهندو آهي، اهي پچايل پهه وقت گذرڻ سان گڏ انسان جي دماغ ۾ اهڙيون پختيون پاڙون هڻي ويندا آهن. جو اهو شخص انهن پهن کي حقيقت سمجهڻ لڳندو آهي، هو پنهنجي ذهن جي ئي ڏوڪي ۾ اچي. انهن پهن کي حقيقت سمجهي قلم بند ڪندو آهي. اها ذهني ڪيفيت آتم ڪٿا کي اعتبار جوڳي رهڻ نٿي ڏئي.

گراهم گرين جي انهي راءِ کان انڪار ٿيڻ جو ڪارڻ ئي نٿو سمجهي، ته پوءِ اها حقيقت سامهون ئي اچي ٿي ته لکندڙ جڏهين پنهنجي باري ۾ ئي صحيح ڳالهه نٿو لکي سگهي، ته ٻين جي باري ۾ ڪيئن ٿو صحيح ڳالهه لکي سگهي؟ جڏهين آتم ڪٿا ئي لکڻ ناممڪن آهي، ته تاريخ لکڻ ڪيئن ممڪن آهي؟

2 – ٻري نه وڃو. ٿورو دل تي هٿ رکي خدا ڪارڻ شاهدي ڏيو ته زمان حال جي اخبارن، رسالن، ڪتابن ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا تي جيڪا اسان جي تاريخ رڪارڊ تي رهي آهي. ڇا اها صحيح تاريخ آهي؟ جيڪڏهن زمان حال جي اها تاريخ غلط رڪارڊ پيئي ٿئي ته زمان ماضيءَ جي لکيل تاريخ تي ڪيئن ٿو اعتبار ڪري سگهجي؟

3– راڳ ناچ، کيل تماشن ۽ سخت جانيءَ ۾ ٻن عظيم جنگين ۽ اوير يورپ ۾ ايندڙ ڪميونسٽ انقلاب جي طوفان ۽ ناتشين جي ٻڙڏڪ دوران پنهنجي شناخت قائم رکندڙ آواره گرد ڪميونٽي جپسيءَ جو نالو سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. ڪميونيڪيشن جي وانٽر به جپسين جي طرز زندگي ۾ ڪو ڦيرو آڻي نه سگهي آهي. شيطان وانگر مشهور انهي ڪميونٽيءَ لاءِ سنڌ جا اسڪالر چون ٿا ته جپسي اصل ۾ سنڌي آهن.

پارت جي بن ٽن شاندار يونيورسٽين ۾ چنديگڙهه يونيورسٽيءَ جو نالو اچي ٿو. چنديگڙهه يونيورسٽي جي تاريخ جي اسڪالرن وڏيڪ پختگيءَ سان مغربي دنيا ۾ اها ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته جيسي اصل ۾ پنجابي آهن. راجستان جا سڀ تاريخدان انهي ڳالهه تي متفق آهن ته جيسي اصل ۾ راجستاني آهن. مطلب ته جپسين کي هر ڪو پاڻ ڏانهن ڇڪيو بيٺو آهي. اهڙي ساڳي طرح اسان علائقن تان هٽي شهرن تي ايندا سين ته دادوءَ وارا چون ٿا ”دادو جادو آهي“ لاڙڪاڻي وارا چون ٿا ”هجئي ناڻو ته گهمر لاڙڪاڻو“ لاهور وارا چون ٿا ”جناني لهور نئين ويکهيا، او جميائي نئين“ لندن وارا چون ٿا "A man who is tired of London is tired of life" مطلب ته عام ماڻهو هجي يا اسڪالر، اها هڪ انساني فطرت آهي، هر ڪو ماڻهو پنهنجي نسل، شهر، علائقي کي ڪريڊٽ ڏئي ٿو. ظاهر آهي، تاريخدان به ڪا آسمان مان لٿل مخلوق ناهي، تنهنڪري تاريخ لکندي/ رڪارڊ ڪندي، هو انهيءَ فطري ڪمزوريءَ جو شڪار ٿئي ٿو. ته ڇا انسان جي اها فطري ڪمزوري تاريخدان جي لکيل تاريخ کي بڻاڪن ۾ تبديل نٿي ڪري؟

4 - پنهنجي نسل، شهر ۽ علائقي وانگر هر شخص پنهنجي عقيدي ۽ نظريي سان ٻڌل آهي. عقيدو ۽ نظريو رکڻ کان سواءِ انسان جو جيئڻ محال آهي. ظاهر آهي ته تاريخ لکڻ وقت ماڻهو پنهنجي عقيدي وارن ۽ نظرياتي هم آهنگين کي نظر انداز نٿو ڪري سگهي. انسان پنهنجي روح کانِ الڳ ٿي نٿو سگهي، اهڙيءَ حالت ۾ ڇا صحيح تاريخ لکڻ ممڪن آهي؟

5- اڄ ڪلهه ته تعليم عام آهي، پر ماضيءَ ۾ تعليم خاص ماڻهن کي مليل هوندي هئي، جيڪي يا ته درباري ٻڌجي وقت جي حاڪمن جي واکاڻ ۾ زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيندا هئا. جيڪي وري باغي هوندا هئا، سي وقت جي حاڪمن جي لاڪ لاهي ڦٽي ڪندا هئا. جيئن درٻارين کي حاڪمن ۾ ڪو به اوگڻ ڏسڻ ۾ نه ايندو هو. تيئن باغين کي حاڪمن ۾ ڪو به گڻ ڏسڻ ۾ نه ايندو هو. جڏهين ڪو حاڪم هجي يا محڪوم، اهو انسان ٿئي ٿو. انهيءَ ۾ ڪجهه گڻ هوندا ته ڪجهه اوگڻ به هوندا ته انهيءَ حالت ۾ لکيل تاريخ ڪيتريءَ حد تائين صحيح هوندي؟

ته اِهي آهن ڪجهه سوال جيڪي سياڻن دوستن جي اڳيان رکجن ٿا ۽ عام پڙهندڙ جي به اڳيان.

# فيصلن جا نتيجا

مون پنهنجي مضمون ”سماجي نفسيات جون ڪجهه حقيقتون“ جي آخر ۾ اهو لکيو هو تہ سماجيات جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ ملڪ ۾ پيدا ٿيل غير معمولي صورتحال يا ڪنهن تمام وڏي واقعي جي باري ۾ عوام مان جيڪڏهن هڪ ڪروڙ ماڻهو فيصلو ڏيندا آهن تہ اهو پنج ڪروڙ حواس گڏجي فيصلو ڪندا آهن، جيڪو 99 سيڪڙو صحيح هوندو آهي. البتہ اهڙي قسم جي فيصلي جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا آهن. انهيءَ جي باري ۾ اڳتي هلي ڪجهہ لکبو. سو اهو واعدو هت پورو ڪجي ٿو.

مسئلو سماجي هجي، سياسي هجي يا اقتصادي يا ڪو ٻيو. پر اوهان زندگيءَ جي ڪنهن بہ رخ کي ڪنهن خاص فارمولي ۾ بند ڪري نٿا سگهو. ڇاڪاڻ تہ وقت سان گڏ زندگيءَ جون حقيقتون رخ بدلائينديون رهنديون آهن. وقت جو ڪانٽو وڏي ظالم شئي آهي. هت ڳالهہ کي سولو ڪرڻ لاءِ هڪ ذاتي مثال ڏيڻ ضروري آهي. منهنجي هڪ دوست حد درجي مهربان، صبر واري، سمجهو، فراخدل انسان ذات سان نہ رڳو همدردي رکڻ واري، پر پنهنجي وس آهر ڪم اچڻ واري عورت آهي. ڏاڍي ڀلي 'عورت آهي، سندس مڙس کان عليحدگي ٿي ويئي. جڏهين منهنجيون ملاقاتون سندس انهيءَ مڙس سان ٿيون تہ محسوس ڪيم تہ سندس مڙس بہ اهڙوئي ڀلو ماڻهو آهي، جهڙي سندس زال. مون کي سندس عليحدگي تي حيرت ٿئي. هڪ ڏينهن انهي عورت کان پڇيم تہ ” تون ڀلي، تنهنجو مڙس بہ ڀلو. پوءِ گڏجي ڇو نٿا رهو؟“ تہ نڪ سان جواب ڏنائين ”ضروري ناهي تہ ٻہ سٺا انسان هڪ ئي ڇت هيٺيان رهي سگهن، زندگي فارمولن هيٺ نہ گذرندي آهي.“

سو صحيح فيصلن لاءِ بہ اهو فارمولو استعمال نٿو ڪري سگهجي تہ فيصلو صحيح هجي ۽ انهي جا نتيجا بہ ڪي سٺا نڪرن. هت ڪجهہ گذريل سياسي مامرن تي نظر وجهنداسين تہ ڳالهہ اجا بہ وڌيڪ چٽي ٿي ايندي.

روسو ۽ ڪجهہ ٻين پرخلوص ماڻهن جي مدد سان فرانس جي عوام وقت جي حاڪم کان تنگ ٿي، فرانس ۾ انقلاب آندو. اهو انقلاب پوري خلوص ۽ سچائي سان

فرانس جي عوام پنهنجي ڀلي لاءِ آندو. پر انهي سٺي فيصلي جو نتيجو اهو نڪتو جو فرانس جي عوام جي مٿي تي نيپولين بونا پارٽ جهڙو آمر ڪنڌ تي لڳو ۽ نتيجو خراب نڪتو.

هت اسان وٽ يونان جي بروٽس کي ڏاڍو بڇڙو ماڻهو ڪري ليکيو وڃي ٿو ته هن پنهنجي پياري دوست سيزر کي خنجر هڻي ماري وڌو. پر حقيقت اها آهي ته انهي وقت يونان ۾ جيڪا زماني جي حساب سان اشرافيه جي جمهوريت هئي، سيزر پنهنجي عملن سان انهي کي تباهه ڪري آمريت ڏانهن وٺي وڃي رهيو هو. بروٽس ۽ سندس ڪجهه دوست جمهوريت جا حامي هئا. انهن جڏهين ڏٺو ته جمهوريت کي نقصان پهچي رهيو آهي ته هنن جمهوريت کي بچائڻ لاءِ صلاح ڪئي ته بروٽس، سيزر کي خنجر هڻي ختم ڪري، پر انهي خنجر جو نتيجو اهو نڪتو جو انهي سٺي فيصلي جي نتيجي ۾ ڪاليگولا جهڙا موتمار آمر يونان جي ڳچيءَ ۾ پئجي ويا.

روسي انقلاب هڪ درست فيصلو هو. روس جو مسڪين ماڻهو جنهن عذاب مان گذري رهيو هو. انهي کان ڇوٽڪاري لاءِ روس جي عوام لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي پرخلوص سربراهي ۾ هڪ سٺو انقلاب آندو. سٺي فيصلي جي نتيجي ۾ اسٽالن جهڙو خونخوار آمر سوويت يونين جي ڪنڌ تي چڙهي ويهي رهيو. ۽ بيريا سان گڏجي سائبيريا جا عقوبت خانا سٽي پڏيا ۽ ڏڪارن وگهي ڪروڙين ماڻهو مٽي ڦڪي مري ويا. فيصلو ته سٺو هو. پر نتيجو خراب نڪتو.

پهرين عظيم جنگ هارڻ ۽ يهودين جي اقتصادي اڙهه زوراين جي نتيجي ۾ جرمن عوام هٽلر جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيو ۽ ننهن چوٽي جو زور لائي، جرمن کي سپر پاور بڻايائون ته هڪ ته جرمنيءَ جي ذلت جو بدلو دنيا کان وٺجي ۽ يهودي کي ڌرتي تان ڌوئي ڦٽو ڪجي ۽ جرمني انتهائي وڏيڪ طاقتور بڻائجي، پر نتيجو اهو نڪتو جو جرمني خود ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي ۽ يهودين کي پنهنجي اسٽيٽ اسرائيل ملي ويئي.

انهن مثالن ڏيڻ جو ڇٽو مقصد اهو آهي ته صحيح فيصلن جا نتيجا خراب به نڪري سگهن ٿا ۽ غلط فيصلن جا نتيجا سٺا به نڪري سگهن ٿا.

انهيءَ ڳالهه تي گذري ويل حڪومت کي به سوچڻ گهرجي، موجوده حڪومت کي به سوچڻ گهرجي. ايندڙ حڪومت کي به سوچڻ گهرجي، ۽ ميڊيا ۽ عوام کي سوچڻ گهرجي، وقت جو ڪانٽو ڏاڍو ظالم آهي.

# ڪارو ڪاري ۽ اڇا اُجرا ماڻهو

منهنجو پيءُ مريد حسين جوڻيجو 1953 کان 1956 تائين نوابشاهه ضلعي ۾ مختلف ٿاڻن تي صوبيدار ٿي رهيو هو. پڙهائي سانگي، منهنجو ساڻس رهڻ ٿيندو هو. مرحوم طبيعت جو ڏنگو هوندو هو. وڏيرن سان ڪونه ٺهندو هو. انهيءَ ڪري ڪيس ٽئين چوٿين مهيني هڪڙي ٿاڻي کان ٻئي ٿاڻي تي بدلي ڪندا هئا. انهيءَ ڪري اسان جا ٽپڙ ٻڌا پيا هوندا هئا. سندس انهن بدلين جي ڪري مون کي ننڍي هوندي، سڄي نوابشاهه ضلعي ۾ حال سارو گهمڻ ڦرڻ جو موقعو مليو. ذري ذري بدلين جي ڪري پڙهڻ ۾ ڪمزور هوندو هوس. انهيءَ ڪري ماسترن هٿان موچڙا ڪاٽڻا پوندا هئا. انهيءَ موچڙا ڪٽ جي نتيجي ۾ ڪنهن هم ڪلاسيءَ سان ياري باشي رکڻ جي بدران اڪيلائيءَ ۾ گذاريندو هوندو هوس يا پوءِ وري لاڪ اپ ۾ بند ٿيل قيدين کان آکاڻيون ٻڌندو هوس ۽ سندن آتم ڪٿائون به ٻڌندو هوس، موٽ ۾ پتي جي ٻيڙين، چانهن ۽ مانيءَ ٽڪر جو بار مون تي هوندو هو. سو ايئن لاڪ اپ جي دروازي تي منهنجي اڳيان "ڪاروڪاريءَ" جي رسم جي خبر ڦاٽي، جو ته تر ۾ اها رسم نه هئي. انهيءَ ڪري اڳ ۾ آئون انهن ڳالهين کان اڻ واقف هوس.

جيئن رنڊيءَ جي اخلاقيات آهي ته اها محرم جي مهيني ۾ پيشو نه ڪندي يا اڳئين زماني جي ڌاڙيلن جي اها اخلاقيات هئي ته زال ۽ ٻار کي هٿ لائڻو ناهي يا وري انهيءَ زماني جي عاشقن جي ريت هئي، ته پنهنجي راڄ ياڳ ۾، يارن دوستن جي پاڙي ۾ يا ست – راڄيءَ ۾ اک ميري ڪرڻي ناهي. ائين ئي انهيءَ زماني ۾ پوليس جي اخلاقيات اها هئي ته ڪڏي ۾ ڪڏو ڪم ڪرڻو آهي، پر خونيءَ ۽ زوري زنا واري کي ڇڏڻو ناهي. انهيءَ معاملي ۾ نه رشوت هلندي هئي ۽ نه سفارش. جي مٿان بار پوندو هو ته پوليس آفيسر پنهنجا ڦل پٽي، پٽو لاهي، وڏي صاحب اڳيان رکي نوڪري ڇڏي هليا

ويندا هئا ۽ وڏا صاحب وري پرپٽ ميڊيڪل گرائونڊ تي اهڙن آفيسرن کي رٽائر ڪري ڇڏيندا هئا. خير! هاڻي ته اهي اصول سيني کان ڇڏائي ويا آهن.

سو جنهن زماني ۾ منهنجو پيءُ نوابشاهه جي تعلقي ٽاڻي جو صوبيدار هو. اهو ٽاڻو انهيءَ وقت نوابشاهه شهر کان ٻاهر وڏي ريلوي لائين سان لڳ حرن جي ڪئمپ ۾ هو. (هاڻي شايد شهر سان گڏجي ويو هوندو) اتي لاڪ اپ تيل منهنجي هڪ جهور پوڙهي قيديءَ سان سنگت ٿي وئي. سندس نالو ته مون کان وسري ويو آهي، پر ذات ياد آهي. ذات هتي انهيءَ ڪري نٿو لکان جو ڪنهن قبيلي کي ماضيءَ جي حوالي سان رنجائڻ منهنجي شان وٽان ناهي. اهو پوڙهو "ڪارو ڪاريءَ" جي خونن ۾ پيش اچي پيو هو ۽ ڪيس ايڪسٽرا جوڊيشنل طور لازمي طرح پوليس هٿان قتل ٿيڻو هو. جيئن ته انهيءَ زماني ۾ اهو قانون هو (شايد اڃا به هوندو) ته جيڪو غيرت ۾ اچي خون ڪندو هو، انهيءَ کي ڪورٽ سڳوري ٿي سال سزا ڏيندي هئي. جڏهين ته پوليس جو اهو اصول هو ته خونيءَ جي سزا موت آهي. انهيءَ ڪري انهيءَ اصول جا حامي پوليس آفيسر جوابدار کي ڪورٽ جي حوالي ڪرڻ جي بدران وڻ سان ٻڌي، گوليون هڻي ماري ڇڏيندا هئا. انهيءَ زماني ۾ خون لکي نه سگهندا هئا. انهيءَ ڪري اها چوڻي اڃا تائين هلندي اچي ته "خون ۽ ڪتوري لڪا ئي ناهن"سو خونيءَ جي سر تي موت بيٺو هوندو هو. ٻيا اڪثر خوني ته ڪورٽن مان سزا ڪائي ويندا هئا، البت ڪو ڪو خوني سنڌ جي ليجنڊري وڪيل ڏيئل مل جهڙو ڪو وڪيل ڪري، سزا کان بچي به ويندو هو. سو جيڪي غيرت ۾ اچي "ڪارو ڪاريءَ" کي ماريندا هئا، انهن ۾ پوليس جي هٿان مرڻ جي بدران وري اهو رواج هو ته راڄ پاڳ يا برادريءَ خاندان ۾ جيڪو پنهنجي وهي ڪائي وينو هوندو هو، اصل جوابدارن جي بدران، اهو پوڙهو رت ۾ رڱيل ڪهاڙي کڻي اچي ٿاڻي ۾ پيش ٿيندو هو ۽ ڪجهه ڏينهن لاڪ اپ ۾ رهڻ کانپوءِ پوليس جي ٽري ناٽ ٽري گوليءَ هٿان رت ۾ رڱجي، رب پيڙو ٿيندو هو. انهيءَ پوڙهي مون کي ٻڌايو ته "اسان جي قبيلي ۾ اهو رواج آهي ته جڏهين چار ساڪائتيون اکيون (به ساک وارا ماڻهو) راڄ جي چئن چڱن اڳيان ڪير جي پريل وٽي تي هٿ رکي يا پنهنجي نياڻيءَ جي مٿي تي هٿ رکي يا قرآن شريف تي هٿ رکي، پير ڪوڙي شاهدي ڏيندا ته فلاڻو فلاڻيءَ سان "قتل" آهي، ته پوءِ ڪاري ۽ ڪاريءَ جا وارث وڏا ڪاريءَ جو ڪاري سان نڪاح پڙهائي، ٻنهين کي وٽي وجي خون ڪري ڇڏيندا آهن. جي ڪاري پرڻيل هوندي ته مڙس ڪيس طلاق جا ٽي پتر

هٽي، ٻنهين کي خون ڪري ڇڏيندو آهي. ”ڪاري ڪاريءَ“ جي خون ڪان پوءِ اصلي جوابدارن جي بدران سندن پوڙهو مٽ مائٽ ثابتي (رت ۾ رڳيل ڪهاڙي) سان پوليس وٽ اچي پيش ٿيندو آهي.“ هاڻي انهيءَ ۾ ڪيترو ڪوڙ آهي، ڪيترو سچ آهي، اهو آئون پنهنجي انهيءَ پوڙهي يار تي ڇڏيان ٿو. البته ٻين اهڙي قسم جي قيدين سان ملاقات ڪانپوءِ اها ڳالهه پڪي آهي ته انهيءَ زماني ۾ جيڪي ڪاري ۽ ڪاريءَ جا قتل ٿيندا هئا، انهن ۾ ڪو جائيداد جو جهيڙو نه هوندو هو. جو اهي قيدي سڀ جا سڀ مالي لحاظ کان مسڪين ماڻهو هوندا هئا، نه وري سڱابندي يا ٻئي ڪنهن تڪرار جي ڪري اهي خون ٿيندا هئا. جو جي تڪرار ٿيندو هو ته ٻئي ڌريون زال ذات کي ويجهو ئي نه وينديون هيون ۽ مرد پاڻ۾ وڙهي هڪ ٻئي جا سر ڪٽندا هئا. هاڻي انهن پٽن ۾ ڇا پيو ٿئي، انهيءَ جي ساک ته اتان جو ئي ڪوئي ساڪائٽو جرنلسٽ يا فيلڊ ريسرچ ڪندڙ ڏيئي سگهي ٿو. باقي انهيءَ مسئلي کي ڪٽي، مسئلي کي ڪٽش ڪرائڻ وارين ڌرين تي منهنجو ته ڪو به اعتبار ناهي، ٻيا اعتبار ڪن ته ڀلي وجي ڪن.

سوشيالاجيءَ جي شاگرد جي حيثيت ۾ منهنجو خيال اهو آهي ته جيڪي ”ڪاروڪاري“ قسم جا خون ٿين، انهن جي پويان Sexual Jealousy آهي، جنهن کي اردو ۾ ”جنسي رقابت“ ۽ پاڪستان جي ٻين ٻولين۾ ”غيرت“ ڪري ڇئون ٿا. اها غيرت ڪٿي گهٽ ته ڪٿي وڌ، سڄيءَ دنيا ۾ پاتي وڃي ٿي. فرق صرف اهو آهي ته ڪٿي زهر استعمال ٿئي ٿو. ڪٿي ڪلاشنڪوف استعمال ٿئي ٿي. ڪٿي خنجر استعمال ٿئي ٿو ته ڪٿي ڪهاڙي. خود پاڪستان جي وڏ ۾ وڏ سڌريل صوبي پنجاب ۾، جتي اڳي اهڙي قسم جا خون تمام گهٽ ٿيندا هئا. هاڻي انهن جو تعداد وڌي ويو آهي، ڪنهن کي اعتبار نه اچي ته اهو لاهور مان نڪرندڙ ٻن اخبارن ”پاڪستان“ ۽ ”خبرين“ جو گذريل هڪ مهيني جو فائيل کولي ڏسي ته اچا ڪارا پڌرا ٿي پوندا: اهڙن خونن جو تعداد پنجاب ۾ گهٽجڻ بدران وڌي رهيو آهي. فرق رڳو ايترو آهي ته اتي ”ڪاري“ يا ”ڪاريءَ“ جو لفظ استعمال نٿو ٿئي ۽ ڪهاڙي استعمال ۾ گهٽ آهي. ڀارت جي ڪن صوبن ۾ اهي خون گهٽ ته ڪن ۾ وڌيڪ ٿين ٿا. ڀارت جي انهن صوبن ۾، ٻين صوبن جي نسبت ۾ گهٽا خون ٿين ٿا، جتي راجپوت برادري رهي ٿي. تنهن ڪانپوءِ ايشيا ۾ جتي مسلمان گهٽا رهن ٿا، اتي به اهڙا خون ٿين ٿا، يورپ ۾ گهٽ ٿا ٿين، ليڪن آمريڪا ۾ نه هئڻ جي برابر ٿين ٿا، پر يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي وڏن شهرن ۾ چڱا خاصا خون ٿين ٿا. چين جي

اترين مسلم صوبن ۾ هونان صوبي ۾ بہ اهڙا قتل ٿين ٿا. (چين جو هونان صوبو هن وقت بہ سنڌ وانگيان ڌاڙيلن جي ڪري مشهور آهي.) البتہ جاپان اهڙن خونن کان اسيڪينڊينيويئن ملڪن وانگر يا غير مسلم آفريڪا وانگر آجو آهي.

انهن سيني حقيقتن جي باوجود اها ڳالهہ ڪٿي مڃجي ٿي تہ سنڌ ۾ اهڙا خون وڌيڪ ٿا ٿين، تہ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ بنا ڪنهن دير جي اهي خون سنڌ ۾ بند ٿيڻ گهرجن. اها ڳالهہ هر ڪو سمجهو ماڻهو دل وٽان مڃي ٿو تہ انهيءَ نام نهاد غيرت جو سلسلو بند ٿيڻ گهرجي. پر وڏو سوال اسان جي اڳيان اهو ٿي آهي تہ اهو سلسلو ڪنهن کي بند ڪرڻ گهرجي ۽ ڪيئن بند ڪرڻ گهرجي؟.

جيڪڏهين ڪو ايئن سمجهي ٿو تہ اخبار ۾ سياستدانن ۽ سوشل ورڪرن جا بيان يا ڪنهن اخبار جو ايڊيٽوريل يا منهنجو لکيل هيءُ مضمون پڙهي، ڪو پنهنجي ڪهاڙي اڇلائي ڇڏيندو ۽ ظلم کان باز اچي ويندو تہ اها پوءِ اسان جي خوش فهمي آهي، جو اهڙا خوني ماڻهو اخبار پڙهي توبهہ تائب نہ ٿيندا آهن. جيڪڏهن ڪي ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ ڪنهن وڏي هوٽل جي هال ۾ وڏا خرچ پڪا ڪري، نام نهاد دانشورن جي لوڌ گهرائي، اسپيڪر جي اڳيان بيهي رڙيون ڪندا تہ "بابا اهو ظلم بند ڪرايو" تہ ائين ڪرڻ سان انهن ماڻهن جي نالن جي فهرست ۽ سندن فوٽو تہ اخبار ۾ شايع ٿي ويندا، پر جيڪي ڪهاڙيون سرن مٿان ڪڙڪيون هونديون، ڪڙڪي وينديون. جيڪڏهن ڪو سمجهي ٿو تہ بنيادي انساني حقن جي نالي ۾ مغرب مان ملندڙ ڊالرن جي زور تي اهو ناحق بند ٿيندو تہ اهو ناحق الائي بند ٿئي يا نہ، پر اهي ڊالر سماج سڌارڪن جي کيسي ۽ پيٽ ۾ ضرور ويندا. جيڪڏهن ڪو سمجهي ٿو تہ حڪومت تي پريشر وجهي يا خود حڪومت پنهنجي ليکي ڪي اهڙا قانون ٺاهيندي، جنهن سان اهڙن خونين جي سزا ٽن يا سٽن سالن مان ڦري ڦاسيءَ جي ٿيندي ۽ ماڻهو ڦاسيءَ جي ڊپ کان "ڪارو ڪاري" ڪرڻ ڇڏي ڏيندا. تہ منهنجي خيال ۾ تہ اهو پاراٽو خيال آهي. هيستائين قانون جيڪي ڦاڙها ماريا آهن، اهي سيني جي اڳيان آهن. انهيءَ معاملي ۾ گهونگهٽ ڪڍي نچڻ مان ڪجهہ ڪو نہ ورندو. جو ڳالهہ پڌري پيئي آهي ۽ قانون جا ڪيل تماشا لڪل ناهن. خون پڌندا رهندا آهن ۽ پڌندا رهندا. سپر پاور جي صدرن جا خون پڌي ويا آهن. تہ پاڻ ڇا ٿا وڪٽون! پٽي صاحب جو ئي خون پڌي ويو تہ غريبن جا خون پڌڻ تہ ڪا ڳالهہ ئي ناهي.

هتيءَ وري اهو سوال اٿي ٿو تہ جيڪڏهن ايڏي وڏي ناحق کي سياستدان، جرنلسٽ، اديب، قانون، حڪومت ۽ اخبارون وغيره روڪي نٿا سگهن تہ ڪير روڪيندو؟ انهيءَ سوال جو سولو ۽ مختصر جواب اهو ئي آهي تہ انهيءَ ناحق کي صرف اها خلق خدا جي روڪي سگهي ٿي، جنهن ۾ اهڙا ڪيس قهر ٿين ٿا. مٿان وري اهو سوال ٿو اٿي تہ انهيءَ خلق خدا جي کي ڪير ۽ ڪيئن سمجهائي؟ انهيءَ سوال جو جواب بہ پڌري پٽ پيو آهي تہ جنهن بہ ماڻهوءَ کي يا ماڻهن جي جماعت کي اهو ڪم ڪرڻو آهي، ڪين پهرئين دل جي ڪوٺي صاف ڪرڻي پوندي. بنيادي انساني حقن جي نالي ۾ ملندڙ ڊالرن کي ايئرڪنڊيشنڊ هوٽلن جي هالن ۾ ويهي اڏائڻ ۽ پنهنجا فوٽو ۽ بيان ڇپائڻ جي بدران سنڌ ۾ در در ڌڪا کائي، ڪلر جي پوٺن تي ويهي، ڪپڙن جي چنڊ ڦوڪ کي پاسي تي رکي، جوڳي بڻجي، جهولي جهلي خلق کان انصاف پنڻو پوندو، صدائون هڻي ڪين سمجهائڻو پوندو. سنيون تقريرون ڪري تقريرن جو داد وٺڻ جي بدران ذر ذٿين وٽ وڃي، انصاف وٺڻو پوندو، جن کي سنڌ جي مسڪين ماڻهوءَ مان پگهر جي بوءِ ٿي اچي، تہ اهي پنهنجو نڪ جهلي گهر ويٺا رهن يا پوءِ ڪا موسيقيءَ جي محفل رچائي ”مان ڪاري هان مان ڪاري هان“ جو راڳ ٻڌي، دل وندرائي فجر ڏاري وڃي گهر سمهي رهن.

باقي فيلڊ ۾ وڃي Face To face جي طاقتور ترين ميڊيا جو استعمال ڪنهن کي ڪرڻو آهي تہ جنهن کي جتان ليو لڳي، اتي اهو هٽي ۽ ماڻهن ۾ سجاڳي آڻي تہ بابا رب جي واسطي انهيءَ مار ماران کان پاسو ڪريو.

آخر ۾ اها ڳالهہ ضرور ڪبي تہ ڪارو ڪاريءَ جي رسم کي ئلهو ڪٺش ڪرائي، نالو ۽ ناڻو ڪمائڻ ايڏو ئي ڏوهہ آهي، جيڏو ڪاري ڪاريءَ کي مارڻ، بلڪہ اهو ڏوهہ اجا بہ بہ آڱر وڏيڪ آهي.

# ٽريا ۽ وسڪارو

ڪونهي ملڪ ۾ رام جي ڪولهي، تڏهن پيا آمريڪا ۽ آفريڪا جا شيدي مشڪريون ڪن ۽ ڊوڙن جا مقابلا ڪٽن. رام جي ڪولهي جي جيئرو هجي ها ته اينڊڙ اولمپڪ مان ست اٺ سونا تمغا رهڙي ملڪ جي جهوليءَ ۾ اڇي رکي ها. ٻين ملڪن جا ڊوڙن جا چئمپين منٺي چٽيندا رهجي وڃن ها. اهو رام جي ڪولهي ڪنهن زماني ۾ پارڪر جي پٽن ۾ هرڻن کي ڊوڙائي ٿڪائي جهليندو هو. انهيءَ زماني ۾ ننگر پارڪر، ڇاڇري، سلام ڪوٽ ۽ مٺيءَ جا سينيا جوا ڪيڏندا هئا. رام جي ڪولهي انهن سيٺين وٽ اڇي نڪتو. جڏهن ڪو سيٺ جوا ۾ پنهنجي پينگ ڪرائي ويهندو هو ته ٻئي شهر جي سيٺ کي جلدي ڏوڪڙ موڪلڻ لاءِ چٺي لکندو هو ۽ ڪنهن اوٺيءَ کي اٺ تي چاڙهي موڪلڻ جي بدران، چٺي رام جي ڪولهيءَ جي هٿ ۾ ڏيندو هو ۽ رام جي ڪولهي وڃي اٿندو هو ۽ پٽن جا پٽ پٽيندو سامهين ڏر ڪان ڏوڪڙ وٺي، جوا ڪيڏندڙ هارايل سيٺ جي جهوليءَ ۾ اڇلائيندو هو. زندگيءَ جي پوئين پهرن ۾ اهو رام جي ڪولهي اسان جو ڌراڙ هوندو هو. مون کي ايترو ياد ٿو اچي ته سندس پنين ۾ ڊوڙي ڊوڙي ڳڏيريون پئجي ويون هيون. تنهن هوندي به مال چاري جڏهن گهر موٽندو هو ته ٻه چار تتر جهلي ايندو هو. رام جي اهي تتر ڄار ۾ نه ڦاسائيندو هو، پر ڊوڙي جهليندو هو. ڇا ٿيندو هو جو جڏهن ڪو تتر وڻن جي ڪنهن ويڙهه مان ڦڙڪي ڪائي اڏامندو هو ته رام جي اڏامندڙ تتر کي اک ۾ جهليندو هو. تتر ٻئي ويڙهه ۾ وڃي لهندو هو ته اوڏانهن وٺي ڊوڙ ڪندو هو. پوءِ اتان وري تتر اڏامندو هو ته وري تتر جي پويان ڊوڙندو هو. تتر اڏامي ته تڪو ٿو، پر ٿن چئن ڦڙڪين (اڏامن) کان پوءِ ساٿو ٿي ڪري پوندو آهي ۽ رام جي وڃي ڪيس ڪنين مان جهليندو هو. جيڪي ماڻهو تتر کي اک ۾ رکي ڄاڻن، تن کان ماڻهو ڪيڏانهن لڪي ويندو. رام جي ته هو غير معمولي ماڻهو. پر

ڪانئس گهٽ درجي جا خفتي ٽڙ ۾ جام آهن، جيڪي نہ رڳو ماڻهوءَ جي خبر ڪڍي ويندا آهن، پر اطلاع پهچائڻ جا بہ تکا آهن ۽ اهو اطلاع هڪ ماڻهوءَ کان ٻئي تائين ۽ نيٺ وڃي ڏر ڏٽيءَ کي پهچندو. مثال جنهن زماني ۾ آئون پرائمري ماستر هئس تہ هتان منٺيءَ مان تعليم کاتي جو بيٺ آفيسر نکرندو هو تہ اسان کي منٺيءَ کان ڇوٽيهہ ميل پري ڳوٺ جنهان ۾ خبر پئجي ويندي هئي تہ صاحب منزل تي نڪتو آهي. ٿر جي انهيءَ انٽرنيٽ کي ڇٽبو آهي ”لڪڙ تار“ بر پٽن ۽ جهرن جهنگلن ۾ انسان جي جبلت ۽ حواس تيزيءَ سان ڪن ڪندا آهن. جن ”لڪڙ تار“ کي جنم ڏنو آهي، اها لڪڙ تار ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ هلندي پئي اچي.

انهيءَ لڪڙ تار ذريعي ڄامشوري ۾ پاڻ کي اهو اطلاع پهتل آهي تہ هيل سال وٺ، پارڪر، ڊٺ ۽ وچ ٿر ۾ دبالٽ مينهن پيو آهي ۽ ملڪ مليرتي ويو آهي. باقي رهيو بٺراج سان لڳندڙ ٿر جو ڪس ”مهراڻو“ تہ اُتي اڳين سال وانگر هيل بہ پاڇاڻو مينهن پيو آهي، تنهن ڪري اتي وسڪارو ناهي.

اڳي ٿر ۾ لوس (ڪالرا)، ماتا، ڇيڇني جهڙا سنڙيا ۽ ڏهڙيا ڏڪار ۽ ماڪڙ اچي پينگ ڪندي هئي. اهي قدرتي آفتون هونديون هيون پر ماڻهو ماڻهوءَ کي رت ڪو نہ ڪندو هو. جي ٿر جا چار ڇڳا مڙس يا ڪجهہ ڪامورا ڪڙا پلن انن تي چڙهي ڪنهن راڄ ۾ وڃي ٽٽندا هئا تہ ٿريا خوش تي معزز مهمانن جي رسائي ڪندا هئا. ڇيلو ڪنو مڙس ڇٽو، مهمان بہ خوش تہ ميزبان بہ خوش. ائين ٿريا پاڻ تي بار پري محسوس ڪو نہ ڪندا هئا. الٽو مزمانن جي اچڻ سان راڄ ۾ ميڙو مچي ويندو هو. ٿر جي خاموش تنهائين ۾ هڪ وٽندڙ هلچل پيدا تي پوندي هئي. ڪو قڏو ڏڇو پيدا ٿيندو هو تہ لٺ بازيءَ کان اڳ ڇار ڇڳا وچ ۾ پئي فيصلو ڪري ڇڏيندا هئا. هاڻي قصو پيو آهي، ٿر جي زمين سروي نہ ٿيل آهي. انهيءَ ڪري وسڪاري ۾ مهاڳن تي جهيڙا ٿيندا آهن. پيو تہ جڏهن ٿر سڪاربو آهي تہ ماڻهوءَ جي گنديءَ ۾ چار ڪٽا ۽ ڪيسي ۾ چار پئسا اچي ويندا آهن. انهيءَ ڪري ٿريا سڱابندي بہ انهيءَ موسم ۾ ڪندا آهن. (شاديءَ جو مرحلو تہ سياري ۾ ايندو آهي) تہ انهن سڱابندين تيان بہ ٿرين ۾ ڏقيڙ پوندو آهي. انهن ٻن مسئلن جي نتيجي ۾ پهرئين درخاشن (درخواستن) پوءِ جهيڙن ۽ تهان پوءِ انڪوائرين جي جنڊ جي پڙن ۾ اچي ٿريا پيسبا آهن. سو وسڪارو خوشين سان گڏوگڏ ڪدورتن کي بہ پاڻ سان گڏ ڪٽي ايندو آهي.

اهو تہ ٿيو معمول، پر ڪارو منهن منهنجو ٿيو جو 1985ع ۾ ٽي وي سيريل ”ڪاروان“ لکي ويهي رهيس. ڪاروان جي مرڪزي ڪردار ”سڪان“ جي ذريعي ٿر گليمرائيز ٿي ويو. هاڻي ويٺو پنهنجو منهن مٿو پيو پٽيان.

ٽي وي ميڊيا هڪ اهڙو ڪارو جادو آهي، جيڪو ٿرين جي هنرن ۽ سنگيت کي تہ ڇا غربت کي گليمرائيز ڪري ٿو ڇڏي. سو انهيءَ کان پوءِ انگريزي پرنٽ ميڊيا جا ڪيترائي صحافي ۽ خاص ڪري صحافڻيون ٽيپ رڪارڊر ڪلهن ۾ ۽ بنديون هٿن ۾ کڻي ٿر ۾ ڪاهي پيا ۽ آمريڪي ٽوئرسٽن وارو انداز اختيار ڪندي، اڌ ڪچا اڌ پڪا مضمون لکي ويهي رهيون ۽ چئني ڏسين ۾ ”ٿر ٿر“ ٿي ويو ۽ مارڪيٽ ۾ وڪامڻ لڳو. ٿر جو پرت، بلاڪ پرنٽنگ ۽ باندڻي جا هنر وڏن وڏن ڊرائنگ رومن جي پٽين ۽ فرشن جا شوپيس بڻجي ويا، يا ائين کڻي چئون تہ سڄو ٿر هن وقت شوپيس بڻيل آهي.
هن وقت ٿر ۾ جڏهن وسڪارو ٿئي ٿو تہ ڪيترائي وڏا ماڻهو پاجيرو ۽ لئنڊ ڪروزر ۾ ٻارن ٻچن يا سنگت سات کي ساڻ ڪري ٿر ۾ ڪاهي پون ٿا. سچي دنيا ۾ تہ نهيو، پر خود پاڪستان جي اترين علائقن تائين جيڪي بہ ٽوئرنگ اسپاٽ آهن تہ اتان جا ماڻهو ٽوئرسٽن مان ڪمائي ٿو، پر وسڪاري جي مند ۾ ٿر جو مسڪين ماڻهو وڃائي ٿو.

هاڻي اچون ٿا انهيءَ سوال تي تہ ٿر جو مسڪين ڪيئن ٿو وڃائي، ڪيئن ٿو پنهنجي پيننگ ڪرائي.

ظاهر آهي تہ ٿرئي جي پگهر جي ڪمائيءَ جا اهي وسڪاري جا ٽي چار مهينا آهن. انهيءَ ڪري مڙني جي اها ڪوشش هوندي آهي تہ هو بہ اکر پڙهي ڪا نوڪري وٺي. شايد اهو ئي ڪارڻ آهي جو جڏهن ٽيڪنيڪي توڙي ٻين اعليٰ تعليمي ادارن ۾ ضلعي جي ڪوٽا تي داخلائون ٿينديون آهن تہ ٿرپارڪر ضلعي جي مارڪن جو ريشو، سنڌ جي ٻين سيني ضلعن کان مٿي هوندو آهي. ايتريقدر جو فوج ۽ رينجرس جهڙين نوڪرين ۾ بہ ٻيءَ سنڌ جي نسبت ٿرين جو تعداد وڌيڪ هوندو آهي.

سو هڪڙا پڙهيل لکيل ٿريا تہ وڃي پنهنجي دماغ ۽ هٿ جو پورهيو ڪائيندا آهن. ڪيترائي هنرمند ٿريا وري ڪراچيءَ جي ريڊي ميڊ ڪپڙن جي ڪارخانن ۾ مزدوري ڪندا آهن. انهن ٻنهي ڌرين کان هٽي ڪري ڪيترائي بہ اکر پڙهيا ٿريا ٿر ۾ رهي ڪري، ٿر کي پليٽ ۾ سجائي وڪرو ڪندا نظر اچن ٿا، جن کي واپارين جي ٻوليءَ

۾ "مڊل مين" چئي سگهجي ٿو. اهو سفيد پوش طبقو ڪنهين وانگر وسڪاري ۾ ظاهر ٿئي ٿو.

اصل ۾ اهي ماڻهو اتي ٿي ٿر ۾ سنهين تلهين نوڪرين ۾ هوندا آهن يا جيڪڏهن نوڪرين ۾ نه هوندا آهن ته ڪامورن ڪڙن يا سياسي ليڊرن جي حاضريءَ ۾ هوندا آهن. جيڪي ٿر جي سڌاري جو ۽ ثقافتي رنگارنگيءَ جو منڍن ماروئن جو راڳ ڳائيندا نظر ايندا آهن. اها جنس وينل ڪٿي جي به هجي، پر سينٽر مٺيءَ کي ٺاهيندي آهي، جو اهو ضلعي جو مرڪزي شهر آهي. اهي ٺڪريل ماڻهو هڪ ته ڪامورن ۽ قڏن ۾ قاتل ماڻهن جي وچ ۾ ڊيل ڪري حال سارو مال پاڻي هٿي پنهنجو پاڻ کي سائو ڪندو آهي. سنڌن اهو ڌنڌو ته اڻين ٿي پيو هلندو آهي، پر ٻي ٿيندي آهي سيزنل ڪمائي، جيڪا ٽوئرسٽن جي آمد وقت ٿيندي آهي. مٺيءَ شهر ۾ ڪو شخص اوهان کي اسان وانگر پنجين نمبر ۾ سگريٽ ڦاسائي ڪنهن پجيرو يا لئنڊ ڪروزر جي چوڌاري طواف ڪندو نظر اچي ته اهو نه سمجهبو ته اهو ماڻهو ڪو مڪينڪ ناهي، جيڪو گاڏيءَ کي درست ڪرڻ جي چڪر ۾ آهي، پر پڪ سمجهبو ته اهو ماڻهو شڪار جي تلاش ۾ آهي، جيڪو ٻن ڏارن واري تير سان شڪار ڪندو آهي.

اهڙن ماڻهن جو ٿر جي مسڪين ماڻهن سان اڳ ۾ ئي لڳ لاڳاپو هوندو آهي ۽ پوءِ وسڪاري جي مند ۾ لٽل ٽوئرسٽ کي اچي ڪلهو هڻندا آهن ته سائين اصل ٿر ڏسڻو اٿانوَ ته مٺيءَ مان نڪرو ۽ اسان سان گڏ هلو. ماني ٽڪر ۽ رهائش جو بار اسان تا ڪٺون. ٽوئرسٽ گهري هڪڙي اک، تنهن کي به اکيون مليو وڃن. ٽوئرسٽ جي گرين سگنل کان پوءِ هلندي لڪڙ تار ۽ منڍن ماروئڙن کي اهي وڃي نياپا ملندا ته بابا هٿي تي پري. پاڻ سان اهڙا ماڻهو آهن، جو اصل سرڪار سنڌن پيرن ۾ پئي آهي. مهاڳا ۽ نوڪريون وٺي ڏيڻ هاڻي پنهنجي ڏائي هٿ جو کيل آهي. ماني ۽ رهائش جو اهڙو انتظام رک جو اک نه ڏسي گوڏي کي. اڻين اهو مڊل مين عرف ٺڪريل ماڻهو وڏين وڏين گاڏين ۾ مهمانن جي گهل وٺي وڃي ڪنهن مسڪين راڄ مان نڪرندو. موٽ ۾ مسڪين ٿريو پنهنجو الهه تلهه چٽ ڪري، گهر ٻاري ڏياري ڪندو. پوءِ هڪڙي پاسي ٿر جي مهمان نوازيءَ جون واڪاڻون پيون وڄنديون ته ٻئي پاسي ٻٽاڪ جو نڪاءُ پيو پوندو ته بابا ههڙا مهمان ته الله ڏياري. اصل هٿ جي ترِيءَ تي بهشت پيو آهي. اوهان

سان کو کُس کري تہ ڳاٺو پيچي وٺونس. ائين مڊل مين هڪ پاسي ٽوئرسٽ کي اَٺــو هٽي، کانئُس فائدو وٺندو آهي تہ ٻئي پاسي پرائي مال تي ٽوپي نراڙ تي هوندي اٿس.

ايئن جڏهن وِسڪاري جي مند پوري ٿيندي آهي تہ مهمان هليا ويندا آهن. مهاڳن ۽ نوڪرين جا ڏنل آسرا آسرا ئي رهجي ويندا آهن. مڊل مين ڪن ڇپا ڪري وري اچي منٺيءَ جون گهٽيون جهليندو آهي ۽ مڊل مين جي ڳوٺ ۾ ويٺل زال ”سارو تان سيارو مون گنديءَ ۾ گذاريو“ ڳائيندي رهجي ويندي آهي.

سڄي سنڌ وانگر ٿرين کي بہ ويسارو تمام گهڻو آهي. وري جڏهن وسڪارو ورندو آهي تہ راڄ جو مسڪين ٿريو مهاڳن ۽ نوڪرين جا پراڻا آسرا وساري نون آسرن جي آڌار تي گهر ٻاري ڏياري ڪرڻ لاءِ تيار تي ويندو آهي ۽ هر سال جڏهن بہ وسڪارو ايندو آهي تہ ڪافڪا جي لفظن ۾ آسمان مان ڪرندڙ مينهن جي بوندن کي وچ مان ئي جهرو (Devils) جهٽي ويندا آهن.

ٿر جي مسڪين ماڻهوءَ تي اها هڪ نئين مصيبت ڪڙڪيل آهي.

# مارئي ۽ مارئيءَ جو ميلو

مون کي سن تہ ياد نہ رهندا آهن، پر اپترو ياد آهي تہ مارئي جو پهريون ميڙو پنهنجي وقت جو فائر برانڊ ايم پي اي مير حاجي محمد بخش ٽالپر مرحوم ڀالوا ۾ لڳرايو هو، جنهن ۾ مولانا غلام محمد گرامي، مرحوم رائچند هريجن ۽ مرحوم ممتاز مرزا جهڙا چاڻو ماڻهو شريڪ ٿيا هئا. مون اتي تقرير ڪندي چيو هو تہ مارئي ڪير بہ هئي، پر لطيف سائينءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ مارئي کي "وطن جي محبت" جي اهڃاڻ طور ڪتب آندو آهي ۽ مارئي جو ڪردار آزادي جي نشاني آهي.

بهرحال هن سال وري وڏا قرب ڪري ميلي جو انتظام رکندڙن دوستن دعوت ڏني آهي تہ ميڙي ۾ شريڪ ٿي بہ اکر ڳالهايان. هن وسڪاري جي مند ۾ کهڙو ظالم ٿر وڃڻ کان انڪار ڪندو. پر تاريخ 2 اپريل تي انسان کي مفلوج ڪندڙ دنيا جي انتهائي خوفناڪ وائرس" جي بي سئنڊ روم جي ڏک پڇائڻ، 30 ڪلاڪ عالم برزخ ۾ گذاري، هن دنيا ۾ واپس اچڻ کان پوءِ بہ مهينا نيو روبس(جنهن ۾ ماڻهو عارضي طور تي چريو ٿي ويندو آهي) جي بيماري مان جند ڇڏائڻ کان پوءِ گهمي ڦري، هلي ۽ لکي تہ سگهان ٿو، پر اجان، ڪريءَ دوائن ۽ ڊاڪٽر جي هدايتن کي نظر ۾ رکندي، ايڏو پنڌ پٽي ڪنهن ڳوٺ رهڻ جهڙو نہ آهيان، يارن جيڪا محنت ڏيکاري آهي، انهي جي موٽ ۾ ڪاوش اخبار ذريعي بہ اکر موڪليان ٿو، پوءِ ميلو ڀلي ڪڏهن بہ لڳي.

هن وقت اسان جي اڳيان چار وڏا سوال آهن، 1- مارئي ڀالوا جي رهاڪو هئي يا نہ، 2- مارئي ۽ سندس مارو هندو هئا يا مسلمان؟ 3- عمر سومري جي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ عمر ڪوٽ هئو يا نہ؟ ملير ڪٿي آهي؟

انهن سوالن جي گڏيل جواب ڳولڻ لاءِ تاريخ جي ڪتابن مان مدد وٺڻ بدران ٿر جي سياست، ڪلچرل اينٿراپالاجي، جاگرافي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي جوڙجڪ مان ونجي،

جيڪي علم وڏيڪ ساڪائتا آهن، حليم بروهي سورهن جا ويهه آنا سچ چوندو آهي تہ سنڌ تي لکيل تاريخون ڪوڙن ۽ ٺٺاڪن سان پريون پيون آهن.

اها هڪ هٺ جي تري وانگر پڌري ڳالهہ آهي تہ جنهن زماني کان وني اليڪشنون شروع ٿيون، انهي زماني کان وني اڄ تائين ٿر جي سياست تي ونگي جي ڄامن(اربابن) جو قبضو رهندو آيو آهي، اهي ونگي جا ڄام پاڻ اليڪشن ۾ بيهن يا ڪنهن ٻئي اميدوار کي بيهارين يا ڪنهن اميدوار جو لحاظ رکندي، اندرو اندر لڪ ۾ ووٽ ڏيارين تہ اهو ئي اميدوار ميدان ماري سگهندو آهي. ارباب ڪنهن کي وٽن يا نہ وٽن، پر بازي اربابن جي هٿن ۾ رهي آهي، جنرل ايوب جي زماني ۾ جيڪا اربابن جي مخالفت ۾ صوبائي اسيمبلي جي سيٽ انهي ڪري کٽي جو ووٽر صرف بي ڊي ميمبر هئا، جيڪڏهن سڄي عوام کي ووٽ ڏيڻ جو حق هجي ها تہ ارباب مٿو مٽي تي رکي پڙ ڪري وڃن ها ۽ منهنجي والد جو گهاٽو دوست، منهنجو ذاتي مهربان فائر براند سياستدان مير حاجي محمد بخش ٽالپر اها سيٽ کٽي نہ سگهي ها. مير صاحب سياستدان هئڻ سان گڏ تاريخدان بہ هو. ڪيس اڳتي ٿر جي پارڪر واري علائقي ۾ پير پختا ڪرڻا هئا. انهي ڪري هن پنهنجي سياسي حامين جي ڳوٺ "پالوا" ۾ موجود هڪ پراڻي کوهہ کي مارئي جو کوهہ قرار ڏيئي، اسان پارا اڌ پڙهين اڌ ڪڙهين اديبن جي ذريعي اهو مشهور ڪري ڇڏيو تہ مارئي اتان جي رهاڪو هئي ۽ ملير اهو ئي علائقو آهي، جتي اهو کوهہ آهي، ائين اهو "سياسي کوهہ".ڦري "مارئيءَ جو کوهہ، بڻيو، پوءِ "ثقافتي کوهہ" بڻيو ۽ هن وقت اهو "پبلسٽيءَ جو کوهہ" بڻجي چڪو آهي، فرانس ۾ رهندڙ چيڪ ليکڪ ميلان ڪنڊيرا اهڙي قسم جي ڪنهن بہ صورتحال تي ڏاڍي سٺي ڳالهہ لکي آهي، جنهن جو سنڌي ۾ ترجمون منهنجي وس کان ٻاهر آهي، هو لکي ٿو:

Reality was stronger than idealogy and it is in this sense that imagology surpassid idealaogy is stronger than reality.

اها ئي صورتحال هن ميلي جي بنياد جو ڪارڻ بڻ آهي، پلا جيڪڏهن پالوا واري علائقي کي ملير نالي علائقو سمجهيو وڃي تہ ائين تہ ملير نالي هڪ علائقو ڪراچي جو بہ آهي ۽ اتي پراڻا کوهہ بہ جام آهن، ائين تہ پوءِ ڪراچي وارا بہ دعويٰ ڪري سگهن ٿا تہ مارئي اسان جي آهي، جڏهين تہ حقيقت اها آهي تہ "ملير" اسم نہ پر خاصيت آهي، ملير جي معنيٰ آهي "ساوڪ" ٿر ۾ جنهن بہ علائقي ۾ گهڻو مينهن

وسندو آهي تہ تر جو عام ماڻهو چوندو آهي تہ” يرا پاڻ وٽ تہ اجاڻ بر لڳو پيو آهي، پر فلاڻي هنڌ ايڏو مينهن وٺو آهي جو ملڪ ملير ٿي ويو آهي“ پوءِ اهو مينهن مهراڻي ۾ وٺو هجي يا وٽ ۾ يا آمراڻي (عمر ڪوٽ وارو علائقو) ۾. اهڙي ساڳي طرح جڏهين ڪوهستان ۾ مينهن ڪو نہ وسندو هو تہ ماڻهو مال سانگي جبل ڇڏي ڪراچيءَ جي پٽن ڏانهن هيٺ لهندا هئا تہ اتان جي ساوڪ ڏسي چوندا هئا تہ ملير ۾ پهتا آهيون، معنيٰ ساوڪ واري هنڌ پهتا آهيون. اڄين ڪراچي وارو علائقو ”ملير“ سڏجڻ لڳو. اهڙي ساڳي طرح ڪپڙي جي هڪڙي قسم کي ”ملير“ چوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ انهي ڪپڙي تي گولاڙي جي ول جهڙا سارا ڇٽ ڇٽيل هوندا آهن. اهڙي ساڳي طرح جڏهن اسان جو شاعر چئي ٿو ”منهنجو ملڪ ملير“ تہ انهي جي سڌي سوانئي معنيٰ آهي تہ منهنجو ملڪ سائو لڳو پيو آهي، چار پنج سال اڳ هڪ پوڙهي ٽڙ ٽي سان گڏ ميرپورخاص کان حيدرآباد اچي رهيو هئس تہ هن ٽنڊي الهيار کان وٺي ٽنڊي ڄام تائين باغن ۽ فصلن جي ساوڪ ڏسي چيو ”ابو! هيءُ ملڪ تہ جڏهين لنگهہ تڏهين ملير لڳو پيو آهي“ ٻين لفظن ۾ ٽنڊي الهيار تعلقي کي بہ ملير چئي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هن وقت اهو پٽ سائي ۾ سائو آباد پٽ آهي. جيڪڏهن پالوا جي علائقن کي ملير چئي سگهجي ٿو تہ پوءِ هاڻي شڪيل بچاڻيءَ کي ڪٻي تہ هو ميلاڻ ڪنديرا جي لڪيل لفظن کي سامهون رکي اها imagology ناهي ڇڏي تہ مارئي اصل ۾ ٽنڊي الهيار جي هئي، وٽس صحافي جي حيثيت ۾ ”ڪاوش“ جو فورم آهي ۽ هو پنهنجي ڳوٺ کي مارئي جو ڳوٺ چئي مشهور ڪري سگهي ٿو. سو ملير تہ ڪنهن بہ هنڌ ٿي سگهي ٿو. هروڀرو پالوا ڇو؟

هاڻي اچون ٿا انهيءَ ڳالهہ تي تہ مارئي جا مائٽ مارو ڪير هئا؟

هڪڙي تہ آهي شاندار ايڪٽريس جيوڊي فاسٽر. ٻي مشهور آهي، آمريڪن اينترا پالاجسٽ جيوڊي فريئر. انهيءَ جيوڊيءَ 20 سالن جي ڄمار ۾ گريجيوئيشن ڪرڻ کان پوءِ فيلڊ ريسرچ جي چڪر ۾ هن پنهنجي جوانيءَ جا پورا سترهن سال ڪڇ، گجرات ۽ راجستان جي مالوند ماڻهن جي واڍين ۾ ڳاري ڇڏيا. ڇريءَ ڇوريءَ کي ڪير سمجهائي تہ توکي کهڙي ڇتي ڪتيءَ ڇڪ پاتو جو تو آمريڪا جا سک ڇڏي، پنهنجي جوانيءَ کي رڻ ۾ روليو. انهن سترهن سالن جي رولڙي کان پوءِ ڪتاب لکيائين. اهو ڪتاب اڃان پاڪستان جي مارڪيٽ ۾ تہ نہ پهتل آهي، پر منهنجي جيوڊي فريئر جي مشترڪ دوست جرمن اينترا پالاجسٽ ڊاڪٽر هيليني باسواهو ڪتاب مون کي تبصري

ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي، اهو ڪتاب رباڙين تي لکيل آهي، جن جي هڪڙي ”نک“ (شاخ)-بدين ضلعي ۾ چڱيءَ خاصي تعداد ۾ رهي ٿي ۽ ٻئي نک جا ڪجھہ ماڻهو ميرپورخاص ضلعي ۾ رفيق ڪاچيلي جي فارم ۽ عمرڪوٽ ضلعي ۾ ڪنريءَ جي زميندار شمس الدين جوڻيجي جي ڇانءَ ۾ رهي ٿي، جيوڊي فرينڊ پين ڳالهين سان ڳڏ رباڙين جون ڪل ٻارهن نکون(شاخون) ڇاڻايون آهن، جن مان هڪ نک آهي ”مارو“

مارو نک جا ماڻهو هڪڙا تہ ڀارت جي سپر اسٽار ڪرڪيٽر ڄام وجئہ جاڙيجي(jadeja) خاندان جي چڱي مڙس ڄام سانول جاڙيجي جي راڄ هيٺ رهن ٿا ۽ ٻيا سنڌ جي بدين ضلعي ۾. مارو رباڙين جي هڪ جهونڙي مکڻان جو جيوڊي فرينڊ کي چوڻ آهي تہ ”اسان کي هتي هندو سمجهيو وڃي ٿو، پر اسان هنگلاڄ جي پير جا مريد آهيون. سنڌي مسلمانن کي وڌيڪ ويجها آهيون“ اهڙي ساڳي طرح ڀهرئين منهنجي ڏاڏي پوءِ منهنجي پيءُ ۽ ان کان پوءِ منهنجي پنهنجي دوست مرحيات پنهون رباڙيءَ مون کي ٻڌايو تہ ”اسان کي پنهنجي مذهب جي ڪابہ خبر ناهي، پر اسان جا نالا اٿڻي ويهڻي ۽ گندي ڪپڙو سنڌ جي مسلمانن جهڙو آهي“ پنهون رباڙيءَ جي نک بہ مارو آهي، ٻئي پاسي اها بہ ڪلي حقيقت آهي تہ دودي سومري جي شهادت کان پوءِ انهن مارو رباڙين سوڳ ڪيو، جيڪو پوءِ راجپوتانہ اسپتال جي مالڪ مرحوم فتح پائي سومري نياڻيون ميڙ وني، اهو سوڳہ ٽوڙايو، ائين اسان جي سامهون هي ڳالهيون اچن ٿيون 1 – سومرن جي دارالحڪومت وڳھہ ڪوٽ هو. 2- مارو رباڙي گذريل ڇهہ سوءَ سالن کان انهي وڳھہ ڪوٽ جي ويجهو پريان ڪڇ ۾ ٽوڙيِ هٿ سنڌ ۾ آباد رهندا آيا آهن. 3- مارو هنگلاڄ جي پيرن جا مريد آهن ۽ لطيف سائين جتي مارن ۽ مارئيءَ کي ڳائيو آهي، اتي هنگلاڄ جي پانڌيئڙن جو بہ وڏو ذڪر ڪيو آهي. 4- مارو رباڙي پنهنجي نک کان ٻاهر سڱ نہ ڏيندا آهن، ڀلي ڪٿي ڪسجي وڃن. 5- هتي اها ڳالهہ بہ نوٽ ڪرڻ وٽان آهي تہ لاڙ جي جنهن علائقي ۾ رباڙي رهندا آهن، اهو علائقو ٿر کي تمام ويجهو آهي ۽ جڏهن بہ برساتون پونديون هيون تہ مارو رباڙي پنهنجو مال ڪاهي ٿر جي مهراڻي واري علائقي ۾ لانڍ لاهي ويهندا هئا، مهراڻي جي ڪيترن ئي خاندانن سان مارو رباڙين جو ڏرميلو آهي. انهن خاندانن ۾ منهنجو پنهنجو خاندان بہ اچي وڃي ٿو، ٻئي پاسي خود مهراڻي جا ماڻهو سارين جي سيزن ۾ سارين خريد ڪرڻ لاءِ لاڙ ويندا هئا تہ مارو رباڙين جا مزمان

ٻڌبا هئا. ائين ٿر جي اتر اولهه واري پاسي سان مارئيءَ جو گهاٽو جذباتي ڳانڍاپو نظر اچي ٿو.

انهي ۾ ڪو شڪ ناهي ته دنيا جي ٻين شاعرن وانگر لطيف سائين به ڪافي ڪردار تخليق ڪري شاعري ڪئي آهي پر ڪردار تخليق ڪرڻ جي پويان انسپائريشن لاءِ حقيقتون به موجود هونديون آهن. مٿئين ڪلچرل اينٿرا پالاجي جي ريسرچ مان اها ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته مارو لاڙ جا رهندڙ هئا ۽ وسڪاري ۾ ٿر جي مهراڻي واري علائقي ۾ ڏاپو ڪندا هئا. ظاهر آهي ته سندن ڇائي مارئي به لاڙ جي هئي. تنهن ڪان پوءِ عمر سومرو وڳهه ڪوٽ جي سومرن جي پوئين مان هو. سومرن جي بادشاهي ته ختم ٿي ويئي هئي، پر عمر سومرو پنهنجي پٽ جو چڱو مڙس رهيو هوندو. انهيءَ زماني جا چڱا مڙس بادشاهن وانگر زندگي گذاريندا هئا. سو لاڙ جي عمر سومري نالي ڪنهن وڏيري مارئيءَ جي ٻانهن زوري ڪئي هوندي ۽ پوءِ سومرن جي ڪن چڱن چڱن عمر سومري تي دٻاءُ وجهي ٻانهن آجي ڪرائي هوندي. لڳي ٿو ته مارئي نهٽي ڪان وٺي راهمڪي بازار تائين راهمڪي بازار ڪان وٺي وڳهه ڪوٽ تائين وچ ۾ ڪٿان ڪڇاڻي آهي. اهو قصو لطيف سائين لاءِ انسپائريشن جو ذريعو بڻيو آهي. جنهن پوءِ مارئيءَ کي خوبصورت ڪردار جي حيثيت ۾ شاعري ۾ آندو آهي. اها به ڳالهه پڌري پٽ پيئي آهي ته مارئي نه هندو هئي نه مسلمان. مارئي هڪ اهڙو انسان هئي، جنهن کي پنهنجي مذهب جي خبر نه هئي.

سو Reality (حقيقت) ته اها آهي. باقي imagology (تصوراتي) جيڪي ذهن پالوا ڪي ميلي جو مرڪز بڻائي ڇڏيو آهي ته اهو ميلان ڪنڊيرا جي لفظن ۾ نه چاهيندي به اسان کي قبول ڪرڻو پوندو. مارئي جو ميلو جتي به لڳي رهيو آهي ۽ جڏهن به لڳندو ته اهو اسان جي اکين تي.

# ميڊيا، ڊائنا ۽ ولي محمد ڏھوٽ

حقيقت تہ اھا آھي تہ پاڻ کي ڊائنا جي موت تي ايڏو ڏک نہ پھتو آھي، جيترو ڊائنا جي موت جي ڏک ۾ سعيد آباد جي ولي محمد ڏھوٽ جي موت تي ڏک پھتو آھي. ميڊيا کنھن بہ صورت ۾ ڊائنا جي موت جي ذميوار ناھي، پر ولي محمد ڏھوٽ جي قاتل ضرور آھي، جو تہ ميڊيا ڊائنا کي ايڏو تہ گليمرائيز ڪيو جو ھنڪ دل جي سادي ماڻھوءَ شاڪ ۾ اچي پنھنجو انت آڻي ڇڏيو. آئون جيڪڏھن اخبار جو ايڊيٽر ھجان ھا تہ ولي محمد ڏھوٽ جي اسٽوري ڇاپيان ھا.

اصل ۾ ڊائنا نہ مائيڪل جيڪسن جھڙي ڪلاڪار ھئي، نہ رومين پولنسڪي جھڙي فلم ڊائريڪٽر ھئي ۽ نہ ئي وري اجيت ڪوز جھڙي ليکڪا ھئي، جن کي ري گناھہ ميڊيا پنھنجو نشانو بڻايو. ڊائنا نہ وري مدر ٽريسا ۽ عبدالستار ايڌي جھڙي سوشل ورڪر ھئي. ڏيئي وٺي جيڪڏھن بارودي سرنگن ھٽائڻ لاءِ اوپر يورپ ۾ ھڪ اڌ ڦيرو وٺي تہ اھا ڪا ايڏي وڏي ڳالھہ نہ ھئي. ڇاڪاڻ تہ بارودي سرنگھن ھٽائڻ جي مھم ۾ ڪائنس وڏا وڏا خفتي ڪم ڪندا رھيا آھن. جن مان ڪنھن پنھنجو مال لٽايو ۽ ڪن حياتيون لٽائي ڇڏيون، انھن جو تہ ميڊيا ڪڏھن بہ ايترو ذڪر نہ ڪيو. ھونئن بہ پلي جي ڪم ۾ پنھنجو من ڌن ۽ بدن لٽائيندڙ ماڻھو ميڊيا ڏانھن نہ واجھائيندا آھن، بئي پاسي جيڪڏھن ڊائنا جي سونھن جي ڪٽ ڪبي تہ ٿلھو رڳو پاڻجيءَ سنڌ ۾ ڇھبڪ جھڙين ڇيلھين ۽ ڪارين ڪجلين اکين واريون ان ڊائنا کان لک پيرا سھڻيون جوانڙيون ٿھري ڪھاڙين جي ھيٺان ۽ بندوقن جي منھن ۾ اينديون ر ھنديون آھن، پر ميڊيا جي ايتري ڪوريج وٺي نہ سگھنديون، پر ميڊيا تہ پنھنجي ئي پيدا ڪيل گليمر جي پاڇي پويان ڊوڙندي رھندي آھي. منھنجي نظر ۾ ڊائنا جي شھرت جو ڪارڻ صرف اھو ھو تہ ھوءَ برطانيہ جي شاھي خاندان جي عورت ھئي ۽ سندن ڪجھہ اسڪينڊل پڙ

تي لٿل هئا. سندس آخري عشق ڪانٽس وڏيڪ ذهين شخص دوديءَ نالي سان هڪ عرب بزنس مين سان هلي رهيو هو، جيڪو برطانيہ ۾ فرانس جون قديم يادگار عمارتن تائين خريد ڪرڻ جي چڪر ۾ هو.

ڊائنا جي قاتل ميڊيا آهي يا نہ، انهي ڳالهہ تي پوءِ ٿا اچون، ان ڪان اڳ ۾ سچي پچي ميڊيا جو نشانو بڻجندڙ پارت جيَ پنجابي ليکڪا اجيت ڪور جي داستان تي اچون ٿا جيڪا پاڻ اهو داستان پنهنجي ڪتاب "خانہ بدوش" هيٺ تي لکي.

"باهر پئي نڪتس تہ پنجابي ٻوليءَ جو هڪ نامر نهاد شاعر اندر پئي آيو. سچي حياتيءَ ۾ هو ڪو هڪ پيرو مون کي الائي ڪٿي مليو هو. شايد پنجاب يونيورسٽي جي ڪنهن سيمينار ۾ ملاقات ٿي هئي. منٽ کن جي ڏيٺ ويٺ ٿيل هئي. سو ڪيس سڃاڻي نہ سگهيس، پر هو مون کي ايڏي حجت سان مليو، ڄڻ نند پڻ ۾ مون سان رانڊ ڪيڏيو هجي. ڪمري ۾ وينل ماڻهن کي ٻڌائڻ لاءِ سندن ڏانهن نهاري مون کان وڏي واڪ پڇڻ لڳو، تون ڪڏهن آئي آهين پئي؟، اهو جملو ٻڌي منهنجي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي، پر سندس ڳالهائڻ جي اندر مان مون کي سندس نالو ياد اچي ويو. پر ڄڻهن حجت سان هو مليو ۽ جنهن نموني سان مون کي "تون" ڪري ڇيائين اها ڳالهہ انهي وقت مون کي سمجهہ ۾ نہ آئي تہ ڇا ڇوانس تنهن هوندي جيترو مون کان پڇو، مون ڪيس ٽڏائي ۾ لاپرواهي سان چيو "آئون اچڻ وڃڻ جو حساب نہ رکندي آهيان."

ڪمري ۾ وينل سڀ ماڻهو اسان کي ڏسي رهيا هئا. منهنجيَ انهي جواب تي شاعر صاحب کي ٿوري ڦيري آئي، پوءِ منهن کي پڪو ڪري چوڻ لڳو تہ، "پوءِ هل نہ پيلا تہ چانهن ٻانهن پيئون." "هينئر چانهن پيتي اٿم، ڊائريڪٽر صاحب وٽ" "ڇڏ ڪٿي اسان بہ ڪنهن ڊائريڪٽر کان گهٽ ناهيون" جواب ۾ آئون در ڏانهن وڌڻ لڳيس تہ واٽ جهلي بيهي رهيو. لاچار ٿي موٽي وري مٿي ڊائريڪٽر جي ڪمري ڏانهن هلي ويس ۽ منهنجي دل ۾ اهو احساس ويهي رهيو تہ پويان ڪمري ۾ اوڏيون سڏيون ڳالهيون هلنديون هونديون. ٻئي ڏينهن صبح جو پنجاب يونيورسٽي ۾ ڪنهن سان ملڻ ويس، تہ اتي ڪن ٻڌايو تہ اڄ فلاڻي اُردو اخبار ۾ ڏاڍي واهيات خبر آئي آهي. سيڪٽر 17 ۾ وڃي اخبار خريد ڪيم. پهرين صفحي تي ٺلهن ٺلهن اکرن ۾ لکيل هو "دهلي جي هڪ خوبصورت عورت پنجاب حڪومت کي ڦري چٽ ڪيو" هيٺ لکيل هو تہ انهي عورت پنجاب جي ڪجهہ آفيسرن کي "الو" بڻائي ڪانئن لکين رپين جي گرانٽ ۾ لکين روپين جا اشتهار

پنهنجي پبليڪيشن لاءِ ورتا آهن... انهيءَ ڪان پوءِ خبرن جو هڪ ڊگهو سلسلو شروع ٿي ويو. اُردو ۽ پنجابي اخبارن لکيو تہ پنجاب حڪومت جا ٽي آءِ سي ايس آفيسر انهي ڳالهہ تي وڙهي پيا تہ اها خوبصورت عورت ڪنهن وٽ رات گذاري، پنجاب جا ڪيترائي وزير انهي خوبصورت عورت پويان چريا ٿيا پيا هلن ۽ اها پيا پڇا ڪن تہ اها اجيت ڪور ڪير آهي. وغيره وغيره پوءِ انگريزيءَ جي هڪ هفتيوار رسالي ۾ سرخي لڳي تہ Who is Ajit Kaur? ۽ گڏوگڏ چيف منسٽر گياني ذيل سنگهہ جي تصوير بہ ڇپيل هئي، جنهن جو مطلب هو تہ اجيت ڪور شايد گياني جو درشن ئي نہ ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ مشهور هئي تہ گياني ڪو فيصلو ئي نہ ڪري سگهندو آهي. انهي ڪري مون سوچي ڇڏيو هو تہ اهڙي ماڻهوءَ سان ملي پنهنجو ۽ سندس وقت ڇو وڃايان، پر پنجاب جي پنجابي ۽ اُردو جي انهن اخبارن ۾ جيڪا مساليدار خبر هلي چري هئي، انهيءَ لاءِ ڪنهن بہ تصديق يا ترديد جي ضرورت نہ هئي. اهڙي قسم جون اخبارون رڳو اسان وٽ نہ، پر مغربي ملڪن ۾ ڇپجنديون آهن. جيڪي رڳو افواهہ ساز ڪالمن جي زور تي هلنديون آهن، پر اتي هر خبر ڇاپڻ وقت باقاعدي جانچ ڪئي ويندي آهي. ڇاڪاڻ تہ اتي جيڪڏهن ڪا خبر غلط هوندي آهي تہ ماڻهو ڪورٽن ۾ دعوي داخل ڪندا آهن ۽ اخبارن وارا لکين ڊالر ڏنڊ ڀري جند ڇڏائيندا آهن. اها بہ ڳالهہ آهي تہ ڪورٽ هلندڙ ڪيس ۽ ڏنڊ جي ڪري اهڙين اخبارن کي جيڪا پبلسٽي ملندي آهي، اها وري اهڙين اخبارن جي اشاعت وڌائي ڇڏيندي آهي."

اجيت ڪور جي بيان ڪيل هن داستان مان صاف ظاهر آهي تہ ميڊيا ڪنهن جي بہ پٺڪي لاهي سگهي ٿي ۽ جان وڃائي سگهي ٿي، پر ڊائنا جي قتل جو الزام ميڊيا جي فوٽوگرافرن تي مڙهڻ سراسر بي واجبي آهي.

حقيقت اها آهي تہ دوديءَ ۽ ڊائنا جو عشق ڪا لڪل ڳالهہ تہ نہ هئي. حادثي کان ڪيترائي ڏينهن اڳ نيوز ويڪ جهڙو جڳ جهان ۾ هلندڙ رسالو انهي عشق جون حقيقتون ڇاپڻ سان گڏو گڏ سوئمنگ پول ۾ پيار ونديندي سندن تصويرون ڇاپي چڪو هو. راڄن کي خبر هئي تہ مائي عرب سڳوري سان قتل هئي ۽ جيئن پوءِ تيئن عشق چوٽ چڙهيل هو. تنهن کان پوءِ فرانس يا برطانيہ جو ڪو اسان جهڙو ڪلچر تہ ناهي جو خبر پوڻ کان پوءِ ماڻهو ڪهاڙيون ۽ بندوقون کڻي، سندن پويان ڪاهي پون ها يا ٽاٽي ۾ وٺي مائيءَ کي ٻليون ٻچين ها ۽ دوديءَ کي گڏهہ تي چاڙهي شهر گهمائين ها. پئرس

جهڙي شهر ۾ اڳ ۾ ئي مشهور تيل عاشق معشوق جون جي وڏيڪ تصويرون ڇپجن ها ته ڪهڙو آسمان ڦاٽي پوي ها! يا جيڪي موٽر سائيڪلن تي ماڻهون سندن پويان لڳا، اهي پريس جا فوٽو گرافر هئا. جيڪي وڏ ۾ وڏ فوٽو ڪڍن ها. ڪو واهراڙو ته ڪو نه هو جو ڪين ڳترا ڳترا ڪري وجهي ها. اهڙي حالت ۾ ڪار ڪي سٽ جي ڪانٽي تي چاڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ گاڏي حد کان وڌيڪ تيز هلائبي ته حادثو ٿيندو ۽ حادثو ٿيندو ته ماڻهو به مرندا.

هلو سائين! انهي ڳالهه جو پيو رخ تا ڏسون. ڊائنا جي ڪار ۽ ڪئميرا جي آڏار تي پنهنجو ۽ پنهنجي ٻچن جو پيٽ پالڻوارن فوٽوگرافرن جي موٽرسائيڪلن جي ڊوڙ ڊوڙان ۾ ڊائنا جي بدران فوٽون گرافرن جون به تي موٽر سائيڪلون جيڪڏهن سڙنگهه جي پٺين سان لڳن ها ۽ اهي همراهه پنهنجي حياتي وڃائي ويهن ها ته ڇا انهن جي قتل جو الزام ڊائنا ۽ دوديءَ تي هڻجي ها ڇا؟ هر ڪو چوي ها ته فوٽوگرافر پاڻ "موت موت" پئي ڪيو. سو پنهنجي جان پاڻ وڃايائون.

حاصل مطلب ته ڊائنا جهڙي موچاري مائيءَ جي حياتي حادثي کسي، انهيءَ ۾ ميڊيا جو ٽڪي جو به ڏوهه ناهي. جيڪڏهن ميڊيا جو ڏوهه آهي ته اهو ولي محمد ڏهوٽ جو موت آهي. جنهن غريب، ميڊيا جي پوزين تي لڳي، پنهنجي جان وڃائي ۽ هڪ غريب خاندان رڻ ۾ رلي ويو.

# ميڙا ۽ فنڪشن بازيون

معين قريشيءَ جي حڪومت جو زمانو هجي ۽ چوندون ٿي چڪيون هجن. هتي پ پ وارن يارن دوستن جي لاٽگ پئي لڳي، چين ملڪ ۾ اسان جي لانگ پئي لڳي، هتي اسان جي يار ميان مولي بخش خان چانڊئي جي اک ڪڪڙي ۾ مڇ ٿـوري هجي. هُتي اسان جي اک ڪڪڙي ۾ مڇ ٿوري هجي، اسان سان وفد ۾ پٺاڻن جو نڪ مختار علي نير به هجي، جيڪو هڪ خوش مزاج ۽ ٻولين جو شاهه ڪاريگر محقق آهي. پشاور ٽي وي پروگرام "مين بولون ڪه نه بولون" هلندو هو. اهو انهي پٺاڻ جي.پچي جو لکيل هو. هتي صوبي سرحد وڃڻ وارن يارن ڪي ڪن ڪٽائي ڇڏيان ته سرحد ۾ پشتو ٻولي ڳالهائڻ وارن کي پختون ۽ هندڪو ٻولي ڳالهائڻ وارن کي پٺاڻ ڪري سڏيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪو يار پختون کي پٺاڻ يا پٺاڻ کي پختون چئي پشاور مان مٿو ڦاڙائي اچي ته مون تي ميار ناهي. سو ڳالهه پئي هلي بيجنگ جي، چوندا آهن ته چور چوري کان وڃي، پر هيرا ڦيري کان نه وڃي. سو آئون جواني جي وهي کائي چڙهيو آهيان، اچا پيلي ويا آهن، رليون ڪتا ڪٽي ويا آهن، پر اک جي چوريءَ کان مجبور آهيان. اتي اسان سان هڪ مترجم چينياڻي گڏ هئي، جيڪا شاعره به هئي، سو پير ڪوڙي ڏٺو هنيو مانس ته آئون پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهيان. چيائين ته پنهنجي شاعري ٻڌاءِ، آئون به پير ٻڌي لطيف سائين، فريد سائين ۽ بلي شاهه سائين جا سٺا سٺا شعر پنهنجي نالي ڪري ڪيس انهن جو مفهوم ٻڌائڻ لڳس ته اهي شعر مون لکيا آهن. چينياڻي جو ته وات ڦاٽي ويو ته مار! هيڏي وڏي شاعر سان هٿ هٿ ۾ ڏيو پئي هلان! نير صاحب مون کي اک ۾ جهليو بيٺو هو، ڪانئس رهيو نه ٿيو. پنهنجين اڇين مڇن تي هٿ هڻي پنجين نمبر ۾ سگريٽ ڦاسائي، سوٽو هڻي چيائين، "بادشاهه! ائين ته نه ڪر، بزرگ صوفين جي ڪلام کي اهڙن ڪڌن ڪمن ۾ ڇو تو استعمال ڪرين؟" جواب ڏنو

مانس“ اهي صوفي، درويش، فقير وڏي دل وارا ماڻهو هئا. ڪاوڙ ڏيکارڻ، اعتراض ڪرڻ، پابنديون هڻڻ، آگر ڪٿڻ ۽ خوشين کي روڪڻ جهڙن موذي مرضن کان آجا هئا. اهي درويش جڏهن جيئرا هئا، تڏهن بہ ماڻهن کي ڪم ايندا هئا، خوشين جا خزانا ورهائيندا هئا. هاڻي جڏهن گذاري ويا آهن تہ بہ اسان جهڙن گنهگار کي ڇين جهڙي خشڪ ملڪ ۾ ڪم پيا اچن ۽ خوشين جي خزاني مان خيرات پيا ڪن“

ايڏي ساري ڊگهي ڳالهہ ڇيڙڻ جو مقصد اهو آهي تہ جڏهن صوفي، درويش جيئرا هئا تہ بہ ميڙا متل ڇڏي ويا. ٻين لفظن ۾ سندن اهي مزارون نہ رڳو زيارت لاءِ بہ موجود آهن، پر عوام جي تفريح جو ذريعو بہ رهنديون آهن. اڳي جڏهن اهي ميڙا لڳندا هئا تہ ذات ذاڙهي ۽ ذات سينڌيون سنڌ جون ڇليون ٿنڀي پونديون هيون. هڪڙي پاسي ملهہ اچي ٿٽندا هئا، ٽي ٽي ڏينهن دهلن جا ڪڙڪا پيا پوندا هئا ۽ ٽنهين جوڙن جا ملهہ هڪ ٻئي کي پڌر تي هڻي، خلق اڳيان هٿ جوڙ ڪري، اٽ ناچ ڪندا پوري پڙ مان واهہ واهہ سان گڏ ڏوڪڙ بہ روڙيندا ويندا هئا. ٻئي پاسي سج لهڻ کان پوءِ ماندا اچي مچندا هئا، گولن جي روشني ۾ نچڻيون زمين کي تپائي اچي ڪٽنديون هيون، ڇيرين جا ڇمڪا پيا پوندا هئا. ماندن ۾ راس خاص ڪا نہ هوندي هئي. سئو روپئين جا ڳاڙها نوٽ رکڻ وارا زميندار بہ اتي هوندا هئا تہ رپئي رپئي جا نوٽ ڏيڻ وارا اسان پارا سچا ماڻهو بہ اتي هوندا هئا. ڳلون هر قسم جي نوٽ لاءِ تہ حاضر ٿي حاضر هونديون هيون، پر ڪجهہ بہ نہ ڏيڻ وارن تماشائين کي بہ ڪا روڪ رنڊڪ نہ هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪي زميندار ضدجي هڪ ٻئي کي نيچو نوائڻ لاءِ نوٽن جا مينهن وسائي پينگيا ٿي اوباسيون ڏيئي، ماندن مان نڪري ويندا هئا، پر اها ضدا ضدي ڪڏهن بہ جهيڙي جهٽي ۾ تبديل نہ ٿيندي هئي. ماندن کان ٻاهر ناچو ڇورن جا پڙ بہ لڳندا هئا، جتي ذات خفتي وجي نڪرندو هيو. سرڪس وارن جي وڏن وڏن ٽينٽن مٿان بہ ماڻهن جا ميڙ لڳل هوندا هئا. انهيءَ کان علاوه مشڪرن، ڪبوترين ۽ مدارين جا پڙ الڳ لڳندا هئا، تہ ائن گهوڙن جون ڊوڙون ۽ ڪتن، رڇن جي ويڙهہ جو تماشو الڳ لڳندو هو. ميڙي جي ڪن لڳل ڪنڊ پاسن ۾ جوا جون ٽڪريون ۽ موالين جا نڪاٽا بہ آباد رهندا هئا. واپار وڙو بہ جام ٿيندو هو. ڪن جي شڪارپوري مٺائين واري جي مٿان وارو وار هوندي هئي، ڪي ڦهيرين کان لغام ۽ مهارون خريد ڪندا هئا تہ ڪي وري پنهنجين زالن يا سنگتياڻين لاءِ چوٽيون ۽ چوٽا خريد ڪندا هئا. مطلب تہ ٽن ڏينهن جي انهيءَ ملهالي ۾ ڪوبہ رنڊڪ

وجهڻ وارو نہ هوندو هو. نہ صوفي درويش پنهنجي ابدي آرام گاهن ۾ ناراض ٿي پنهنجي سپر نيچرل طاقت استعمال ڪري ماڻهن جي تفريح خراب ڪندا هئا ۽ نہ وري وقت جي سرڪار وڏي وارا سائڻ وڄائيندي خلق مٿان لٺيون وسرائيندا هئا ۽ نہ وري اديب ۽ تاريخدان ڪانفرنسون ڪوٺائي پنهنجيون بور تقريرون ماڻهن جي مغز ۾ ٺوڪڻ لاءِ ايندا هئا. بس تہ جو صوبيدار بہ ٿي پوليس وارا وني اچي ڇنو هٽندو هو. چار ڏوڪڙ ميڙي هٽائڻ وارن کان ڇڏائي، پاڻ بہ تفريح ۾ شامل ٿي ويندو هو. ڏيئي وني پوليس جي اک ڳنڍي ڇوڙن تي هوندي هئي، مطلب تہ ديدار بازي الله راضي جي خوشي واري ڪيفيت ۾ ڪابہ ڏر خلق لاءِ اک جو ڪنڊو نہ بڻبي هئي. خاص ڪري وقت جي سرڪار انهن متل ميڙن ۾ عمل دخل نہ ڏيندي هئي ۽ صوفين جو روح ڪونہ رنجائيندي هئي.

لطيف سائين سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر هو. جنهن جي شاعري کي هنڌو محققن جهرن جهنگن مان ڪڍي پڙهڻي لکڻي ۽ ڪنهن حد تائين سٽيي طبقي جي ايوانن ۾ آندو ۽ سنڌ تي مالڪي هلائڻ واري ٽرائيڪا، سائين جي ايم سيد، محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي جي ڪنن تي ڪاني لڳي تہ لطيف سرڪار جو قدر سرڪاري سطح تي بہ ٿيڻ کپي. انهن ٽن وڏن ۾ خاص ڪري سائين جي ايم سيد انهي معاملي ۾ نسبتن وڌيڪ سرگرم رهيو ۽ لطيف سائين تي ادبي ڪانفرنسن جو رواج وڌائين. جيئن تہ اهي ٽيئي بزرگ سماجي نڪتہ نگاهہ کان لبرل هئا. انهن لطيف سائين کي پروموٽ ڪرڻ جي عمل ۾ ميڙي تي ايندڙ خلق جي تفريح ۾ ڪنهن بہ قسم جو عمل دخل نہ ڏنو. بين ميڙن وانگر لطيف سرڪار جو ميڙو بہ پنهنجي رنگ ۾ رهيو مٿان وري جنرل آيو انهيءَ بہ لطيف سرڪار تي حاضري تہ ڀري، پر آيو ويو ٿي ويو ۽ ميڙو پنهنجي رنگ ۾ رهيو. تنهن ڪانپوءِ ذوالفقار علي ڀٽي جي مالڪي ٿي تہ انهي وري قلندر شهباز جي مزار تي ڌيان اڳتي تہ آندو. پر سندس حڪومت وڃڻ ڪانپوءِ ضياءَ سرڪار کي خوش ڪرڻ لاءِ ڀٽي صاحب جي نوازيل انهيءَ سنڌي ڪاموري کن ڪيا ۽ اک ڀٽي تہ هاڻي ضيا سرڪار کي ڪيئن خوش ڪجي. انهيءَ لاءِ سنڌي ڪاموري جتي پيا جتن ڪيا، اتي سندس اک درويشن جي مزارن تي بہ پئي. تہ هڪڙي پاسي سنڌي ثقافت ۽ ٻولي جا راڳ ڳائي سنڌي عوام کي بہ خوش ڪجي تہ ٻئي پاسي ضياءَ حڪومت جي وڏن ماڻهن کي ميڙن ۾ آڻي ڪانئن ادبي ڪانفرنسن ۽ راڳ جي محفلن

جي صدارت ڪرائي سرڪار جي به دل خوش ڪجي ۽ پنهنجي پيٽ کي به خوش رکجي. هوڏانهن جنرل ضياءُ الحق به سياڻو ماڻهو هو. وٽس هڪ مضبوط ٿنڪ ٽئنڪ هئي جنهن ۾ هڪڙي پاسي محبوب الحق جهڙا اقتصادي ماهر هئا. جن رات ڏينهن پيٽ ۾ بليڪ مني کي وائيٽ مني ڪري ملڪ کي اقتصادي بحران مان ڪڍي ورتو هو ته ٻيئي پاسي وٽس عوامي نفسيات جا ماهر به وهاريل هئا. انهن ڪيس کين ڪٿائي ڇڏيا هئا ته ڀٽي صاحب جي قتل جي رد عمل ۾ اٿندڙ سياسي طوفان کي خاص ڪري سنڌ ۾ انهي طوفان کي روڪڻ لاءِ سنڌ جي ثقافتي سرگرمين کي هٿي وٺائجي ته جيئن پنهنجي ثقافت ۽ ٻولي سان پيار ڪندڙ عوام جي پيڙن جي سڙهن جو رخ بدلائي سگهجي. ايئن ڪامورن جو ڪم به ٿي ويو ۽ جنرل ضياءُ الحق جو به ڪم ٿي ويو. عوامي تفريح لاءِ لڳندڙ وڏا ميڙا سرڪاري فنڪشن بازي جو شڪار ٿيڻ لڳا. ڪامورن لاءِ انهن فنڪشنن ۾ اديبن ۽ محققن کي گڏ ڪرڻ ڪا ڏکي ڳالهه ڪانه هئي. انهي ڳالهه تي مون کي اسان جو ڏراڙ ۽ منهنجو ننڍ پڻ جو جنتي دوست عدل اوٺو ياد اچي ٿو. سادي دل وارو سادو ماڻهو هو. ٻاتائي ڳالهائيندو هو ۽ ڪڪ کي به ڏکوئڻ وارو ماڻهو نه هو. ٿر ۾ لکڙ تار گهٽي هئي. پنجاهه ڪوهيءَ تي ڪا ٻڪري به مرندي هئي ته اڏ ٿر کي خبر پئجي ويندي هئي ته فلاڻي پٽ جي اڏ ڪڙ ۾ فلاڻي جي فلاڻي ٻڪري مري ويئي آهي. سو عدل اوٺي کي به پنجاهه ڪوهن ۾ جنتي به پت سمجهندو هو ته سڄي ڳوٺ ۾ ٿوال ڦيرائي پڙهو ڏيندو هو ته هلندو ڪو پت تي؟ ڏڳهو لاڳ مڙس هو. وڪ وڏي به کڻندو هو ۽ هلڻ جو به چڙڪ هو. جنتي به پت سجهندو هئس. اتي ٻي دعوتو به وجي ڪڙڪندو هو. سو انهي عدل اوٺي وانگيان اسان وٽ به اهڙا ڪئين اديب ۽ محقق سڳورا ويٺا آهن. شل نه ڪين خبر پوي ته ڪنهن ميڙي تي ادبي ڪانفرنس لڳٽي آهي، بس پوءِ ته ٽٽا ويندا. دعوت نه ملندين ته ڪامورن تي زوربار بنا هٽ پير هلائڻ جي ميڙائي اديب ملي ويا. ايئن ميڙي تي تفريح لاءِ ايندڙ غريب ماڻهن مٿان هڪ پاسي وي آءِ پي ڪلچر جي سيڪيورٽي واري لٺ وسڻ لڳي، ٻئي پاسي کين ميڙي سيڙي ميڙن تي نهيل وڏن هالن يا تنبوئن ۾ گڏ ڪيو ويو ۽ مٿانئن ميڙائي اديبن جي واتان لفاظي جي لٺ وسائي ويئي، ته ٽئين پاسي وري اخلاقيات جي نالي ۾ عوام جي تفريح جا دروازا بند ڪيا ويا. ائين ميڙن تي ايندڙ ويچاري خلق چرين جي اسپتال تي ٺهيل شاهڪار انگريزي فلم ”One flew over the cuckoo's nest“ جا ڪردار ٻڻجي ويئي. سنڌ ۾ لڳندڙ وڏا

وڏا ميڙا پنهنجي اصليت وڃائي سرڪاري آماجگاهون بڻجي ويا آهن، جتي هاٿي ڇيرين جي جاءِ تي سائرن وڄندا ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. چئن اکرن ۾ چئجي تہ هاڻ اهي ميڙا ميڙا رهيائي ناهن. ميڙي جي انسٽيٽيوٽ مڪمل طور تي خاتمي جي ڪڏ ۾ ڪري چڪي آهي. هڪ خوبصورت ادارو ڳجهن جي وَر چڙهي پنهنجيون پوتيون پٽائي چڪو آهي.

خير ميڙن جو تہ خاتمو بالخير تي چڪو آهي، پر جنهن فنڪشن بازيءَ ميڙن ۾ جنم ورتو هو، انهيءَ ميڙن ڪان ٻاهر بہ پنهنجا پير پڌاريا. 1980ع جو زمانو هجي، اسلام آباد مان حڪم جاري ٿيو تہ عوام جي سياسي سرگرمين کي روڪڻ لاءِ سنڌ ۾ وڏي پئماني تي ثقافتي سرگرميون شروع ڪيون وڃن ۽ خرچ جي پرواهہ نہ ڪئي وڃي، انهيءَ وقت جي حيدرآباد ڊويزن ۾ اهو ڪم سنڌ يونيورسٽي جي ايماندار ترين، بي رياءَ ۽ بهادر ترين وائيس چانسلر مرحوم الياس ابڙي تي تازو "ڪاوش" اخبار ۾ چندا اڇلائيندڙ ۽ متس بزدلي جا الزام مڙهيندڙ ان وقت جي ڪمشنر عبدالله جي ميمڻ جي حوالي ڪيو ويو. پاڻ کي بهادر ۽ الياس ابڙي مرحوم جهڙي دبنگ ماڻهوءَ کي بزدل سڏڻ واري انهيءَ ڪمشنر صاحب بهادر سرڪار جو اهو بار ضياءُ سرڪار کي خوش ڪرڻ لاءِ وڏي خوشي سان ۽ وڏي هوشياري سان پنهنجي سر تي کنيو. ڪيس وقت بہ ساٿ ڏنو، وقت اٿين ساٿ ڏنو تہ اتفاق سان پهريون اصلي ناٽڪ 1880ع ۾ لکيو ويو هو ۽ 1980ع ۾ سؤ سال پورا پئي ٿيا. ڪمشنر صاحب بهادر، واهہ جو موقعو ڏسي پندرهن کن ماڻهن جي ڪميٽي تشڪيل ڏني. جنهن ۾ انتظاميہ جي ڪجهہ ماڻهن سان گڏ ڊاڪٽر غلام علي الانا، حميد سنڌي، مراد علي مرزا، علي محمد چنہ، مير محمد نظاماڻي ۽ ميان عبدالقادر جوڻيجو بہ شامل هو، جيڪو اڪين ڏٺو شاهد آهي. ڇهہ شاهڪار ناٽڪ چونڊيا ويا ۽ زبيده ڪاليج جي هال ۾ اسٽيج ڪيا ويا. وڏي خلق اچي ٽٽي جو ناٽڪن تي محنت ٿيل هئي. سرڪار نامدار جي واهہ واهہ تي ويئي ۽ عبدالله جي ميمڻ جي انهيءَ ڪوشش اڳتي هلي وڏو رنگ لاتو. هر ضلعي ۾ ڊپٽي ڪمشنرن جي سربراهين ۾ ضلعن جا ثقافتي ميلا لڳڻ شروع ٿيا ۽ اها فنڪشن بازي تعلقي جي سطحن تائين باهہ وانگيان پکڙجندي وئي ۽ اسان جا اديب عدل اوٺي مرحوم وانگيان ٽوال ڪلهن تي رکي، انهن فنڪشن بازين ۾ وڃڻ لڳا، جتي علمي ادبي خلوص جي بدران سلاميون آڇيون ويون ۽ ورتيون ويون. هن مضمون ۾ آئون سڪن گڏ ساوا ساڙڻ نٿو چاهيان ۽ دل تي هٿ رکي خدا ڪارڻ شاهدي ڏيندس تہ مون پنهنجين اکين

سان صرف هڪ سرڪاري فنڪشن ڏنو. جيڪو پوري خلوص سان پوري ايمانداري سان هنيو ويو. اهو ميلو سرڪار نامدار کي خوش ڪرڻ جي بدران ٿر جي مسڪين ماڻهن جي ڀلي لاءِ هنيو ويو. تہ جيئن ماڻهو اچي ڏسن. خاص ڪري نئون ۽ روشن خيال طبقو اکين سان اچي ڏسي تہ ٿر جا ڪهڙا حال آهن ۽ ٿر جي حالت کي سڌارڻ لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ونجن. اهو ٿر ميلو هو. جيڪو ٿر جي ڊپٽي ڪمشنر عبدالقادر منگي لڳرايو. جنهن لاءِ اڄ بہ ٿرجو عام ماڻهو چوي ٿو. تہ "سائين ڪليڪٽر بہ ڏٺاسين. هڪڙو تروٽ صاحب ٿي گذريو. ٻيو قادن منگي ٿي گذريو. ٻنهين شينهن ۽ ٻڪري کي هڪڙي گهڙ تان پاڻي پيياريو" هاڻي ٿر جي سڌاري جي باري ۾ جيڪي پريس ۾ ڳالهيون هلن پيون ۽ وڏو پائيتال متل آهي، اها دونهين منگي صاحب دکائي ويو آهي. اهڙي قسم جي هڪ اڌ جيئن فنڪشن کي ڇڏي، باقي جيڪي سرڪاري فنڪشن ٿيا آهن، اهي عبدالله جي ميمڻ جي شروع ڪيل فنڪشن بازي جي ذمري ۾ اچن ٿا تہ سرڪار جو روح بہ خوش ڪجي. ميڙائي اديبن جي مٿي تي بہ هٿ رکجي، پنهنجي ڪيسي ۽ ترقي کي بہ شاد آباد رکجي، خيرن سان اهو سلسلو اڃان بہ جاري آهي.

انهن فنڪشنن تي آيل خرچ جو ڪاٿو لڳائجي تہ خدا نٿو ڀلائي تہ ايترا ڏوڪڙ سنڌ جي پرائمري تعليم تي خلوص ۽ ايمانداري سان خرچ ڪجن ها تہ تعليم جي لحاظ کان پاڪستان ۾ سنڌ صوبو ايئن هجي ها جيئن ڀارت ۾ ڪيرالا صوبو آهي. (پوري ننڍي کنڊ ۾ تعليم جي شرح ڪيرالا ۾ وڌيڪ آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ اتان جا 99 سيڪڙو ماڻهو پڙهيل آهن) ڪنهن کي اعتبار نہ اچي تہ ٻڌي ڏسي حساب.

# هتان هتان جون

ڪامورو نہ رڳو ڪاغذن ڪي فائيل ۾ بند رکندو آهي، پر خلق خدا جي ڪي بہ فائيلن ۾ بند رکندو آهي. ڪاموري جي ڇاتيءَ هيٺان دل ڌڙڪڻ جي بدران فائيل جا پنا ڦڙڪندا آهن. هن ملڪ ڪي جيترو فائيلن کاڌو آهي، اوترو ڏرڳ مافيا وارن بہ نہ کاڌو آهي.

● ● ●

غريب ماڻهو مينهن جي اڳيان مرلي پيو وڄائي، ڇمڇو ماڻهو ڪاموري جي اڳيان مرلي پيو وڄائي، ڪامورو ميمبر اڳيان پيو مرلي وڄائي، ميمبر وزير اڳيان مرلي پيو وڄائي، وزير ليڊر اڳيان پيو مرلي وڄائي، ليڊر عوام اڳيان پيو مرلي وڄائي، معنيٰ دنيا گول آهي.

● ● ●

سڄي دنيا پيرن پر هلندي آهي، پر ٽائپسٽ هٿن جي آڱرين پر هلندو آهي. ٽائپسٽ جي حياتي دل جي ڌڪ ڌڪ بدران ٽائيپ رائٽر جي ٺڪ ٺڪ بدران ۾ گذرڻ جي بدران ٽائيپ رائٽر جي ٺڪ ٺڪ ۾ گذرندي آهي. ڪلرڪ غريب جي زندگي هڪڙيءَ ٽنگ تي نچڻ شروع ٿيندي آهي ۽ هڪ ٽي ٽنگ تي نچندي نچندي ختم ٿي ويندي آهي.

● ● ●

ڪجهہ ماڻهو گهڙيءَ ۾ وقت ڏسندا آهن. ڪجهہ ماڻهو پنهنجو وقت آرسيءَ ۾ ڏسندا آهن تہ ڪيترو وقت گذريو ۽ اڃا ڪيترو وقت گذرڻو آهي ۽ ڪجهہ ماڻهو پنهنجو وقت ديوار تي لکيو پڙهندا آهن تہ سندن حشر ڇا ٿيڻ وارو آهي.

● ● ●

پڪو راڳ صرف انهن ماڻهن ڪي سمجهہ ۾ ايندو آهي، جن جو دماغ پڪو هوندو آهي، عمر پڪي هوندي آهي، گهر پڪو هوندو آهي ۽ گهر ويٺي پڪي ماني ملندي اٿن.

● ● ●

دهل عاشق جي دل ۾ وڄندو آهي، غريب جي پيٽ ۾ وڄندوآهي ۽ حاڪم جي پيرن ۾ وڄندو آهي.

●●●

سخي جي پرس ۾ پيل ڏوڪڙ خواب ٻڻجي ويندا آهن. ڪنجوس جي پرس ۾ پيل خواب ڏوڪڙن ۾ تبديل ٿي ويندا آهن. سخيءَ جي هٿن ۾ تنگ هوندا آهن، ڪنجوس جي هٿ ۾ نعل لڳل هوندا آهن. سخيءَ جي دل ۾ درياءَ وهندا آهن، ڪنجوس جي دل ۾ ڏوڙ اڏامندي آهي. سخي عورتن سان عشق ڪندا آهن، ڪنجوس ڏوڪڙن سان عشق ڪندا آهن.

●●●

جيڪو اديب تخليق جي بدران پنهنجي پبلسٽي ڪندو آهي ۽ پنهنجي تصوير پنهنجن ڪلهن تي کڻي هلندو آهي، ا هو اديب وزٽنگ ڪارڊ ۾ تبديل ٿي چڪو هوندو آهي.

●●●

لوسڻ جو نڪ ۽ پروپيگنڊا، ٻئي پاڻ ۾ پائر پينر آهن.

●●●

اسان وٽ صرف ٻن قسمن جا ماڻهو رهندا آهن، هڪڙا ماڻهو اهي هوندا آهن، جيڪي هر ويندڙ حاڪم کي پوئنبو ڏيئي، ايندڙ حاڪم جون جتيون چٽيندا آهن. ٻيا ماڻهو اهي هوندا آهن، جيڪي هر ويندڙ حاڪم کي ياد ڪري ٿڌا ساهه ڀريندا آهن ۽ هر ايندڙ حاڪم کي محفلن ۾ ست سريون ٻڌائيندا آهن.

●●●

نوٽ ملندا ته هٿن ۾ آهن، پر چمڪندا اکين ۾ آهن.

●●●

هن ملڪ ۾ هر چور پاڻ کي ساڌ ۽ ٻين کي چور سمجهندو آهي، هر گڏهه پاڻ کي دانشور ۽ ٻين کي گڏهه سمجهندو آهي.

●●●

هن ملڪ ۾ ڪا به خبر نئين خبر نه هوندي آهي، گڏهه ڪالهه به گڏهه هو، اڄ به گڏهه آهي ۽ سڀاڻي به گڏهه رهندو، رڳو آئر بدلبا رهندا آهن.

●●●

ٽئڪس صرف غريب جي لڙڪن تي لڳندو آهي.

●●●

اڳي ماڻهو گڏهن تي سواري ڪندا هئا، هاڻي گڏهه ماڻهن تي سواري ڪندا آهن.

# نوابن ۽ راجائن جا شونق شڪار

## ليري ڪولنس

پٽڪي وارو نوڪر پير پير ۾ ڏيندو خاموشيءَ سان پنهنجي شاهي قد بت واري مالڪ ڏانهن وڌڻ لڳو. نوڪر جا پير اگهاڙا هئا ۽ هو فرش تي وڇايل چيتن، واگهن ۽ شينهن جي وڇايل کلن تان هلندو مالڪ وٽ پهتو. سڄو فرش کلن سان والاريل هو. نوڪر جي هٿ ۾ چانديءَ جي ٽري هئي. اها ٽري 1921ع ۾ هزرايل هائنيس پرنس آف ويلس جي مان ۾ ڏنل دعوت لاءِ خاص آرڊر تي لنڊن ۾ ٺهرائي گهرائي وئي هئي. ٽري تي چانهه جو شاندار سيٽ رکيل هو. جنهن مان دنيا جي بهترين چانهه جي خوشبو اٿلون کائي رهي هئي. چانهن سان گڏ فورٽنم ۽ ميسن ڪمپنيءَ جا بسڪوٽ رکيل هئا. اهي بسڪوٽ هر ٻئي هفتي کان پوءِ لنڊن مان هوائي جهاز ذريعي گهرايا ويندا هئا. مالڪ جي شاهي بيڊ روم جي ڀتين ۾ جانورن جون سڪل ڪلون ۽ چانديءَ جون ٽرافيون ٽنگيل هيون. ڪلون چيتن مالڪ جي رائفل مان نڪتل گولين جي نشاني هيون. ٽرافيون سندس پولو راند واري نيٽ ۽ ڪرڪيٽ راند واري بيٽ جون نشانيون هيون. لڳو پئي ته همراهه هٽن جو ڦٽرت هو. نوڪر ٽري وڃي مالڪ جي پلنگ سان لڳل ميز تي رکي ۽ جهڪي سلام ڪيائين. ريشم جي پٽين سان ٻڌل مالڪ جي پئنور ڪاري ڏاڙهيءَ مان لڳو ٿي ته همراهه سک آهي.

”حضور چانهن حاضر آهي.“ نوڪر نرم آواز ۾ پڙڪو ڪندي چيو.

ڇهه فوٽ چار انچ ڊگهو بلا مڙس آرس پڄي پلنگ تان اٿيو ته ٻيو نوڪر ڪنهن لڪل ڪنڊ مان نڪري نروار ٿيو ۽ مالڪ جي شينهن کلهن مٿان ريشم جي چادر وڌائين. چادر پوڻ سان مالڪ اکين مان ننڊ ڪڍي ٻئي ڏينهن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو. اهو مالڪ پٽيالا رياست جو اٺون مهاراجا هزهائينس يادويندرا سنگهه هو.

يادويندرا سنگهه هڪ اهڙي جماعت جو سربراهه هو، جيڪا جماعت دنيا جي اهم ترين جماعتن مان هڪ هئي ۽ سندس سربراهي جو ڪو به مٽ نه هو. هو هندستاني شاهزادن جي چيمبر جو چانسلر هو. هيروشيما جي ڌوڙ تي وڃڻ کان پوءِ جڏهن ٻي عظيم جنگ ختم ٿي ۽ سڄي دنيا جي نقشي جا بنياد پٽجي ويا هئا، انهيءَ کان ٻه سال

پوءِ بہ 565 مهاراجائن نوابن، راجائن ۽ حاڪمن تي ٻڌل اها جماعت دائم قائم هئي. هندستان جي زمين جو ٽيون حصو ۽ ماڻهن جي آباديءَ جو چوٿون حصو انهن پيڙهائتن حاڪمن جي هٿ ترين هيٺان هو. سندن هر قسم جي مالڪي هلندي هئي. برطانوي دور حڪومت دوران ٻہ هندستان هئا. هڪڙو هندستان صوبن ۾ ورهايل هو، جن تي انگريز دهليءَ ۾ ويهي حڪمراني ڪندا هئا ۽ ٻيو هندستان اهو، جن تي انهن 565 رياستي حاڪمن جو راڄ هلندو هو.

رياستي شاهزادن جي ڇڙوڇڙ هئڻ جي ڪري جڏهن انگريزن هندستان کي فتح ڪيو، انهي وقت جن شاهزادن فاتح انگريز کي ٻڪ وجهي آءُ ڀڳت ڪئي ۽ انگريزن جي جنگين ۾ مدد ڪئي، انهن کي انهي شرط سان تختن تي ويهڻ جي اجازت ڏني تہ هو انگريزن جي ٻيانئي ڀريندا. انگريز هر رياستي حاڪم سان ڌار ڌار معاهدا ڪيا جن ۾ ٻہ ڳالهيون مشترڪ هيون. هڪ تہ دهليءَ ۾ ويٺل وائسراءِ کي سڄي هندستان جو حاڪم سمجهيو ويندو ۽ ٻيو تہ دفاع ۽ خارجہ جا کاتا دهلي وٽ رهندا. موٽ ۾ انگريزن انهن حاڪمن کي کلي ڇوٽ ڏني تہ هو پنهنجي رياستن ۾ جيڪي ڪجهہ ڪندا، انهي لاءِ آزاد هوندا. هڪڙي پاسي حيدرآباد دکن جي نظام ۽ ڪشمير جي مهاراجا جون رياستون تہ آبادي جي لحاظ کان يورپ جي ڪنهن بہ اولهہ يورپ جي ملڪ جي برابر هيون، تہ ٻئي پاسي ڪاٺياواڙ جي رياست جي آبادي صرف نيويارڪ شهر جي سينٽرل پارڪ جي برابر هئي. انهن شاهزادن مان ڪي تہ دنيا جا امير ترين شاهزادا هئا. تہ ڪي وري ايترا غريب هئا جن وٽ رڳو ڳئُوئن جا ڌڻ هئا. چار سوءِ رياستون ويهہ چورس ميلن کان بہ گهٽ هيون. انهن ننڍين رياستن ۾ ڪي اهڙيون بہ رياستون نهيون جن جو انتظام انگريزن جي انتظام کان بهتر هو. اتان جا ماڻهو وڏيڪ سکيا هئا. ڪي رياستون وري اهڙيون هيون جتي جي رعايا جي چوڙي لٽل هئي.

هندستان جي سيني رياستن جي سراسري ٻڌبي تہ في شاهزادي وٽ 11 سندون، 8. 5 زالون، 6. 2 ٻار، 2. 9 هاٿي، 8. 2 خانگي ريل جا گاڏا، 4. 3 رولس رائيس ڪارون مالڪيءَ ۾ هيون ۽ في شاهزادي 9. 22 چيتا شڪار ڪيا هئا. اها صورتحال 1947ع ۾ ڏاڍي منجهي پئي ۽ مسئلا پيدا ڪري وڌائين.

گانڌي، نهرو ۽ ڪانگريس وٽ تہ سڌو سنئون جواب هو تہ اهي رياستون ختم ڪري آزاد ڀارت ۾ ٻاري ڇڏبيون. ڪانگريس وارن جي انهي رويي ڪي ڏسي رياستي حاڪمن ياديوندرا سنگهہ کي پنهنجو چڱو مڙس بڻايو هو. سندس رياست پٽيالہ پنجاب جي دل هئي ۽ سڄي ڀارت ۾ وڏ ۾ وڏ امير رياست هئي. نہ رڳو اهو پر انهي سک مهاراجا وٽ سينچورين ٽئنڪن سان هٿياربند پوري انفينٽري ڊويزن هئي.

هندستان جي شاهزادن جي چئمبر جو چانسلر مهاراجا هزهائينس ياديوندرا سنگهه جنهن وقت نوڪر جي آنڌل چانهن مان سرڪيون ڀري رهيو هو. انهي وقت سندس ذهن تي وڏو بار ڇانيل هو ۽ ذهني مونجهارو ڪيس جهليو بيٺو هو. ڪيس پڪ هئي ته جيڪا ڪچڙي ڪانگريس ڀئي پچائي انهي ڪان هندستان جو وائسراءِ اڻ واقف هو. ڪيس خبر هئي ته سندس پنجاب واري رياست ڪان ڇهه هزار ڀري لنڊن ۾ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو هو. انهي حساب سان مهاراجا پاڻ ۽ سندس ساٿين لاءِ نهرو ۽ سندس ڪانگريسي سوشلسٽ ساٿين هٿان مستقبل ۾ ڪا چڱائي نصيب ٿيڻي نه هئي.

لنڊن ويهي جيڪو شخص رياستي حڪمرانن جي ڏر ٻڌجي لفظن جي جنگ وڙهي رهيو هو. اهو ڪو خود مهاراجا نه هو. پر انگريز هو. اهو انگريز هندستان جي وائسراءِ جي ڄاڻ ۽ اجازت کان سواءِ لنڊن ۾ موجود هو. انهي انگريز جو نالو سر ڪونراڊ ڪالر فيلڊ هو. جيڪو هڪ عيسائي مبلغ جو پٽ هو. ڪيس پارت جي حڪومت هلائيندڙ انگريزن جي سگهه توڙي انگريزن جي ڪمزوريءَ جي پلي پت ڄاڻ هئي. ڪار فيلڊ پنهنجي نوڪريءَ جو گهڻو حصو هندستان جي رياستن ۾ گذاريو هو. انهي ڪري هندستان جي رياستي حڪمرانن لاءِ سندس دل ۾ عزت هئي. سندس پڪي پختي راءِ هئي ته هندستان جي ڀلائي انهي ۾ آهي جنهن ۾ هندستان جي شهزادن جي ڀلائي آهي. هن پير ٻڌي نهرو ۽ ڪانگريس جي ايتري ئي مخالفت ڪئي، جيتري ڪانگريس وارا پاڻ رياستي حڪمرانن جي مخالفت ڪري رهيا هئا.

انهي وقت يعني مئي 1947ع ۾ ڪار فيلڊ هندستان جي وائسراءِ جو سياسي معاملن جو سيڪريٽري هو. وٽس وائسراءِ جي ڊپٽي وارا اختيارات هئا. هو پنهنجي اختيارن جي زور تي شاهزادن جي شهنشاهه برطانيا وٽ وڪالت ڪري رهيو هو.

هندستان جو وائسراءِ سرمائونٽ بيٽن دهلي موٽڻ تائين ذهني طور تي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي جهيڙي ۾ ڦاٿل هو. تنهن ڪري ڪيس ايترو وقت ئي مليو جو هو رياستي شاهزادن طرفان سندس ڊپٽيءَ ڪار فيلڊ جي جوٽيل جنگ تي ڌيان ڏيئي سگهي، پر انهيءَ هوندي به ڪار فيلڊ سنڌرو ٻڌيو بيٺو هو. ڪيس پڪ هئي ته سندس باس مائونٽ بيٽن پنهنجي يار نهروءَ جو پاسو نه ڇڏيندو. انهيءَ ڪري ڪارفيلڊ لنڊن وڃي ديرو ڄمائي ويٺو هو ته جيئن هو شاهزادن لاءِ ڪي رعايتون وٺي سگهي. ڪار فليڊ لنڊن ۾ اهو ئي ڪمرو وڃي وسايو هو. جيڪو خاص طور تي هندستان جي رياستي حاڪمن جي استعمال لاءِ هو. لنڊن ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا جي اٺ ڪنڊي آفيس ڪي جان مورلي جي زماني کان وٺي "سونو پڃرو" ڪري ڇيو ويندو هو. جنهن جڳهه تي سيڪريٽري ويهندو هو. انهيءَ جي سامهون هڪ جهڙا ٻه وڏا دروازا انهيءَ

ڪري نهرايا ويا هئا ته جيڪڏهن هڪ جهڙي حيثيت جا ٻه مهاراجا هڪ ئي وقت اچي نڪرن ته ڏار ڏار دروازن مان اندر داخل ٿين. ائين نه ٿئي جو هڪڙو مهاراجا اڳيان هجي ۽ ٻيو پويان رهجي وڃي ۽ پويان رهجي ويل مهاراجا پنهنجي بي عزتي محسوس ڪري.
جنهن وقت ڪار فيلڊ شاهزادن طرفان ڪيس وڙهي رهيو هو. انهي وقت انهي آفيس ۾ ارل آف لسٽوول وڏي نٽ نانگر ۾ رعب داب سان ڪرسيءَ تي ويهندو هو. سندس اڳيان ڪار فيلڊ اهو موقف اختيار ڪيو ته برطانيا جي تاج اڳيان صرف ۽ صرف شاهزادن ئي آڻ مڃي هئي. تنهن ڪري هاڻي جڏهن هندستان کي آزاد ڪيو پيو وڃي ته انهن شاهزادن کي اڳيان ساڳيا اختيارات ملڻ کپن. انهي ڪان پوءِ سندن مرضي آهي ته ڀارت ۾ شامل ٿين يا پاڪستان ۾. جيڪڏهن شاهزادن کي اهي اختيارات ۽ آزادي نه ڏني وئي ته اهو سمجهيو ويندو ته برطانيا سرڪار رياست سان دغا ڪئي آهي.
جيڪڏهن قانوني بنيادن تي ڏٺو وڃي ته ڪار فيلڊ جيڪي دليل ڏنا سي صحيح هئا پر جيڪڏهن انهن دليلن ۽ قانوني بنيادن جي نتيجي ۾ رياستون عملي طرح تي شاهزادن جي حوالي ڪيون وڃن ها ته ڪر انهن جا ڀيانڪ نتيجا نڪرن ها. سيڪريٽري آف اسٽيٽ جيڪڏهن ڪار فيلڊ جي چئي تي عمل ڪري ها ۽ آزاد ڀارت کي بالڪن رياست وانگر ورهائي ڇڏي ها ته معاملو شملا ۾ ويٺل نهروءَ جي سمجهه کان به ٻاهر نڪري وڃي ها.
مصروف ليکڪ رڊيار ڪپلنگ جون محسوسات اهي آهن ته پروردگار مهاراجائون رڳو انهي ڪري تخليق ڪيا هئا ته اهي ماڻهن کي شاندار محل، چيتا هاٿي ۽ هيرا جواهر ڏيکارين. اهي مهاراجائون سگهارا هجن يا نٽڙت وارا، امير هجن يا غريب پر سندن نسل هر صورت ۾ اعليٰ آهي. اعليٰ نسل جي انهن ماڻهن جي باري ۾ هندستان ۾ جيڪي وڏيون وڏيون ڏند ڪٿائون مشهور هيون، اهي ماڻهو هاڻي تباهيءَ جي چانئٺ تائين پهچي چڪا هئا. سندن ڇڳائين ۽ ٻيڙائين، شان شوڪت ۽ لٽ مار، مورک پڻي ۽ سوداءُ هڪڙو ته لوڪ گيتن کي جنم ڏنو، ٻيو ته دنيا کي وڃ وڃان قسم جي خوابن ۾ ويڙهي ڇڏيو. سندن باري ۾ گهڙيل ڪيترين ئي ڏند ڪٿائون دولت جي شاندار جادوئي غاليچي ذريعي بنا روڪ ٽوڪ جي ترنديون سندن ملڪ جون سرحدون ٽپي ويون هيون پر هاڻي سندن انت اچڻو هو ۽ لڳو ائين پئي ته جنهن ڏينهن به اهي مهاراجائون ختم ٿيا انهي ڏينهن کان پوءِ دنيا خالي خالي رهجي ويندي.
سندن باري ۾ جيڪي حڪايتون سامهون آيون آهن، اهي دلچسپيءَ کان خالي ناهن. چيو وڃي ٿو ته بڙودا جو مهاراجا باقاعدي قيمتي پٿرن جي پوڄا ڪندو هو. سندس تاج سون سان مڙهيل هو. سڄي رياست ۾ سونارن جو صرف هڪ خاندان هوندو

هو. جنهن ڪي سون مڙهڻ جي اجازت مليل هئي. انهي خاندان جي سڀني فردن جا ننهن ڇڏيل هوندا هئا جيڪي غير معمولي طور تي ڊگها هوندا هئا ۽ هو انهن ننهن ذريعي ئي سون جي اٽت ڪندا هئا تہ جيئن اٽت ۾ ڪنهن بہ قسم جي خامي نہ رهي.

سندس گڏ ڪيل تاريخي هيرن جواهرن ۾ "ڏکڻ جو تارو" نالي دنيا جو ستون نمبر وڏو هيرو بہ شامل هو. اهو هيرو نيپولين ٽئين سوڪڙيءَ طور شهزادي يوجين کي ڏنو هو. سندس ذخيري ۾ قيمتي ۾ قيمتي سوڪڙي هڪ وڏو رانديڪو هو جنهن ۾ ڪيترائي موتي، لعل ماڻڪ ۽ زمرد پوئي انهي مٿان قلڪاري ڪئي وئي هئي.

مهاراجا پرت پور وٽ تہ ملڪيت جو تهائين وڏيڪ ذخيرو موجود هو. وٽس عاج جو هڪ وڏو فني شاهڪار موجود هو. جنهن کي ناهڻ ۾ سالن جا سال لڳا هئا. دنيا جو وڏي ۾ وڏو پکراج ڪپور تلہ جي سک مهاراج جي پڳ ۾ لڳل هو. جيڪو ڪنوڻ وانگر پيو ڏجندو هو. سندس پيش دامن ۾ ٽي هزار هيرا موتي مڙهيل هوندا هئا. جيڪي نگاهن کي بيهڻ ئي نہ ڏيندا هئا. جئپور جي مهاراجا جو تمام وڏو خزانو راجستان جي جابلو علائقي ۾ پوريل هو جتي اهو خزانو پوريل هو اتي ڪيترن ئي پيڙهين ڪان وٺي راجپوتن جي هڪ ويڙهاڪ قبيلي جو پهرو رهندو هو. هر مهاراجا کي پنهنجي حياتي ۾ صرف ۽ صرف هڪڙو ڀيرو اهو خزانو ڏسڻ ۽ انهيءَ مان قيمتي پٿر ڪڍڻ جي اجازت هوندي هئي ۽ اهي قيمتي پٿر هر مهاراجا کي سڄي حياتي ڪم ايندا هئا. انهي پوريل خزاني مان جيڪي شيون ٻاهر نڪتيون، انهن ۾ هڪڙو هار بہ هو جيڪو لعلن ماڻڪن جي ٽن لڙهين ۾ پويل هو ۽ هڪڙو هڪڙو لعل ماڻڪ بدڪ جي آني جيترو هو. انهي کان سواءِ ٽي وڏا زمرد پڻ هئا. جن مان هر هڪ جي تور 90 قراط هئي.

پٽيالا جي سک مهاراجا وٽ تمام وڏو خزانو هو. وٽس موتين جو هڪ اهڙو هار بہ هو جيڪو لنڊن جي لوائيڊ ڪمپنيءَ وٽ ڏهہ لک ڊالرن ۾ انشوئر ٿيل هو. انهي هار جو سينا بند نيري ۽ اڇي رنگ جي 1001 هيرن سان مڙهيل هو. 20 صديءَ جي آمد کان اڳ پٽيالا جي انهي مهاراجائن ۾ رواج هوندو هو تہ سال ۾ هڪڙو ڀيرو مهاراجا اگهاڙو ٿي اگهاڙو رعايا اڳيان اچي بيهندو هو. ڪيس صرف اهو هار پيل هوندو هو. ٻين لفظن ۾ مهاراجا شولنگ جو ديوتا شودار ڏيکاءُ ڏيندو هو. مهاراجا جيئن جيئن رعايا منجهان اگهاڙو ٿيندو هو تہ رعايا انهي جون رڙيون ڪري داد ڏيندي هئي. اهو سمجهيو ويندو هو تہ مهاراجا جي انهي ديدار سان شيطاني قوتون پڇي وينديون.

ميسور جي پهرئين مهاراجا کي ڪنهن چيني حڪيم صلاح ڏني تہ پرميل جي بيماريءَ جو دنيا ۾ هڪ ئي هڪ ٺڪ علاج آهي تہ هيرن کي پيهي انهن جي اٽي مان

ستي ناهجي. بدقسمتي اها هئي جو مهاراجا وٽ جيڪو بہ هيرن جو ذخيرو هو. اهو رياست جي جانداهن هيٺان اچي چٽٽي تي ويو. جن ناچو چورين کي اها ستي پياري هئي. انهن کي رياست جي هاٿين تي سوار ڪري سڄي رياست ۾ گهمايو ويو. مهاراجا جي خزاني ۾ جيڪي هيرا ۽ ماڻڪ زنده سلامت بچيا هئا. انهن جا هار پوئي هاٿين جي سونڊن ۾ ٽوپيا ويا. بڙودا جو مهاراجا جنهن هاٿيءَ تي سواري ڪندو هو اهو هاٿي سؤ سالن جي هڪ وڏي بلا هو. اهو هاٿي پنهنجن ڏندن سان وڏن ملاکڙن ۾ ويهارو هاٿين کي چيري ڦاڙي ماري ڇڏڪو هو. ڪيس ڪجائن کان وٺي اوڏٽين تائين سون سان سينگاريو ويندو هو. ڪجائن ۾ ويهن هنڌن تي ڏهہ ڏهہ سونيون لڙيون پوئيل هونديون هيون ۽ هر لڙيءَ جي قيمت سٺ هزار ڊالر هوندي هئي.
ڪهاڻيون بہ چون ٿيون ۽ حقيتون بہ ٻڌائين ٿيون تہ ڀارت جي شاهزادن جي پيڙهين کان وٺي خاص سواري هاٿي هوندا هئا. هندو ڏند ڪٿائن موجب هاٿي رام جي هٿن مان جنم ورتو. انهي ڪري هاٿي اهڙا ٽنيا آهن جيڪي آسمان ۾ بادلن کي ٽيڪ ڏيو بيٺا آهن. ميسور جو مهاراجا سال ۾ هڪ ڀيرو ڪنهن وڏي هاٿيءَ جي سامهون ويهي هٿ ٻڌي ڪنڌ جهڪائي سجدو ڪندو هو تہ جيئن قدرتي قوتون مٽس مهربان رهن. شهزادي جي حيثيت جو اندازو انهي مان لڳايو ويندو هو تہ وٽس ڪيتري عمر جا، ڪيڏي قد بت جا ڪيترا هاٿي نمائش لاءِ آندا ويندا هئا. ايترا ۽ اهڙا هاٿي نہ ڪنهن اڳ ڏٺا هوندا نہ ڪي پوءِ ڏسندا. گهٽ ۾ گهٽ هزار ماڻهن جو جلوس نڪرندو هو. انهن هاٿين مٿان گلن مان پوئيل چادرون وڇايل هونديون هيون. انهي جلوس جي اڳواٽي سيني هاٿين کان ڳرو ۽ سگهارو هاٿي ڪندو هو جنهن مٿان تخت تي مهاراجا ويٺل هوندو هو. انهيءَ هاٿيءَ جي هيٺئين ڪمبيءَ کان وٺي مٿي ڇتيءَ تائين سڀ سنج سونا هوندا هئا. جنهن مان مهاراجا جي طاقت جو اندازو ٿيندو هو. انهي هاٿيءَ جي پويان بہ هاٿي هلندا هئا. اهي بہ سڄا سون سان سجيل هوندا هئا پر مٿانئن ڪو بہ سوار ويٺل نہ هوندو هو. هزار هاٿين جو قافلو جيئن ئي عوام اڳيان ظاهر ٿيندو هو تہ خاموشي ڇانئجي ويندي هئي. اصل ۾ مهاراجا جي هاٿي جي پويان جيڪي بہ هاٿي بنا سوارن جي هوندا هئا انهن لاءِ اها ڳالهہ مشهور هوندي هئي تہ خالي ڪجائن تي مهاراجا جي وڏن جا روح سوار هوندا هئا.
بڙودا جا شاهزادا وري هاٿين جي ملاکڙي جا شوقين هوندا هئا. اهي ملاکڙا ڏسي ماڻهن جون دليون دهڪي ونديون هيون. بہ شاهوڙ هاٿي پير وڇائي ريهون ڪندا هڪ ٻئي مٿان اچي ڪڙڪندا هئا تہ ڄڻ زمين لڏي ويندي هئي. اهي ايستائين جبلن وانگر هڪ ٻئي مٿان ڪڙڪندا رهندا هئا، جيستائين هڪڙو هاٿي مري نہ وڃي.

اوڀر هندستان جي رياست ڏين ڪنٽال جو راجا بہ هاٿين جي ملاکڙي جو شاهہ شوقين هو ۽ هر سال هزارين مهمان گهرائي انهن جي سامهون ملاکڙو ڪرائيندو هو. انهي ملاکڙي جو نٽ نانگر تہ وڏو هوندو هو. پر اهو ملاکڙو ايترو خونريز نہ هوندو هو. جيترو بڙودا جو مهاراجا ڪرائيندو هو.

اٺويهين ۽ ويهين صدي جي موڙ تي گواليار جي مهاراجا فيصلو ڪيو تہ سندس محل ڪي سينگارڻ لاءِ ڇت ۾ ٻتين جون اهڙيون جهالرون هجن جيڪي بڪنگهم پيلس جي جهالرن کان بہ وڏو ۽ سهڻو ڏيکاءُ ڏين. اهي جهالرون ٺهرائڻ لاءِ هن جڏهن وينس شهر جي ڪاريگرن کي آرڊر ڏنو تہ ڪاريگرن مهاراجا کي چتاءُ ڏنو تہ سندس محلات جي ڇت انهن جهالرن جو بار سهي نہ سگهندي. جواب ۾ ڇت جي سگهہ ڪٿڻ لاءِ هن پنهنجو ڳري ۾ ڳرو هاٿي خاص طور تي ٺهرايل ڪرين ذريعي ڇت تي چاڙهيو. جانور جي بار هيٺان اچي ڇت ڪا نہ ڪري انهي ڪري مهاراجا اعلان ڪيو تہ چاٺايل جهالرون ڇت ۾ ٽنگيون وڃن ڇت ڪا نہ ڪرندي ۽ ٽيو بہ ايئن.

جڏهن ملڪ ۾ موٽر ڪار آئي تہ شاهزادن موٽر ڪار کي سواريءَ جي بدران نٽ نانگر لاءِ استعمال ڪيو. سواري جو ذريعو هاٿي ئي رکيائون. هندستان ۾ پهرين موٽر ڪار 1892ع ۾ آئي. اها موٽر ڪار فرانس جي ڪمپنيءَ ڊي ڊيون باٽوٽن خاص طور تي پٽيالا جي مهاراجا لاءِ ٺهرائي موڪلي هئي. مهاراجا پنهنجو ۽ ڪيس مليل موٽر ڪار جو مان مٿانهون رکڻ لاءِ ڪار جي نمبر پليٽ تي "O" جو انگ هٽرايو. حيدرآباد جو نظام سخت قسم جو ڪنجوس ماڻهو هو. انهي ڪري هن ڪار حاصل ڪرڻ جو هڪ خاص طريقو اختيار ڪيو. ڪيس جڏهن بہ خبر پوندي هئي تہ حيدرآباد دکن جي شهر جو ڪو امير ماڻهو موٽر ڪار وٺي آيو آهي تہ هو سڌو اتي پهچندو هو ۽ ڪار جي واکاڻ ڪرڻ کان پوءِ مالڪ کي ڪن ڪٽائيندو هو تہ جيڪڏهن اها ڪار ڪيس سوکڙيءَ طور ڏني وڃي تہ ڪيس تمام گهڻي خوشي ٿيندي. اهڙيءَ طرح 1947ع تائين پهچندي پهچندي سندس گئريجن ۾ سوين موٽر ڪارون گڏ ٿي ويون. اهي موٽر ڪارون گئريج ۾ ئي بيٺيون رهيون ۽ ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪيون ويون.

هندستان جي شاهزادن جي خاص پسند رولس رائيس موٽر ڪار هئي. هنن انهي ڪمپنيءَ جون ڪيتري ئي قسم جون گاڏيون گهرايون. جن ۾ ليمونزين، ڪوپيز، اسٽيشن ويگن ۽ ٽرڪون پڻ اچي وڃن ٿيون. پٽيالا جي مهاراجا وٽ جيڪا پهرين پهرين موٽر ڪار ڊايون آئي هئي. اها ننڍڙي هئي. انهي کان پوءِ هن هڪ ٻئي پويان 27 رولس رائيس گاڏيون خريد ڪيون جن ۾ ويچاري ڊايون الائي ڪٿي لڪي وئي. هندستان ۾ سڀ ۾ سڀ ۾ شاندار رولس رائيس ڀرت پور جي مهاراجا وٽ هئي. جنهن

جي پڙهن ۾ چانديءَ جو استعمال ٿيل هو. ماڻهن ۾ اهو افواهه پکڙجي ويو ته پرت پور جي مهاراجا جي گاڏيءَ ۾ ويهڻ کان پوءِ اندران ٿي اندران کي اهڙيون لهرون اٿن ٿيون جيکي شهوت وڌائين ٿيون. انهي کري سندس جيکو به دوست شاهزادو شادي کندو هو ته اهڙا موٽر کار کجهه ڏينهن لاءِ مهاراجا کان اڌاري وٺي ايندو هو. پرت پور جي مهاراجا خاص آرڊر تي رولس رائيس وارن کان شکار ۾ کتب ايندڙ موٽر کار به ٺهرائي. سنه 1921ع ۾ هڪڙي ڏينهن مهاراجا پاڻ سان گڏ پرنس آف ويلس ۽ سندس اي ڊي سي لارڊ لوئس مائونٽ بيٽن کي انهي گاڏي تي شکار کرايو. انهي موٽر کار ۾ چڙهي شکار کرڻ کان پوءِ هندستان جو مستقبل ۾ مقرر ٿيندڙ اهو وائسراءِ پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکي ٿو "کليل ميدان ۽ جهنگ ۾ کار کڏ کوپن ۽ کندن مٿان ائين ڊوڙي رهي هئي. جيئن ٻيڙو سمنڊ مٿان ترندو آهي."

سڄي هندستان ۾ سيني کان وڌيڪ غير معمولي لئنکاسٽر رنگ ڍنگ واري کار الور جي مهاراجا وٽ هئي. کار جا اندريان توڙي ٻاهريان پرزا سونا هئا. کار جو اسٽيئرنگ عاج جي مينا کاريءَ جو شاندار نمونو هو. گاڏيءَ جا کشن سون جي تارن سان مڙهيل هئا. اهو هڪڙو مشيني معجزو هو. جو انهي کار جي انجڻ اهڙي مضبوط هئي جو موٽر کار ايڏي ڳري هئڻ جي باوجود 70 ميل في کلاڪ جي رفتار سان ڊوڙندي هئي. غريب رعايا تي جيکي به ڳريون ڳريون فيون ۽ ٽئکس لڳندا هئا ۽ اهو سڀ پئسو انهن شاهزادن جي خزاني ۾ وڃي پيڙو ٿيندو هو ۽ شاهزادا اهو خزانو پنهنجي ذاتي عياشين تي خرچ کندا هئا.

هندستان ۾ رياستن ۾ سڀني ۾ سٺو انتظام گواليار جي رياست ۾ هو. جنهن جي مهاراجا کي وري بجليءَ تي هلندڙ ريل گاڏين جو شوق هو. سندس محل ۾ دعوتون کائڻ لاءِ هڪ تمام وڏو هال ٺهيل هو جنهن ۾ هڪ تمام وڏي ميز پيل هئي. انهي ميز مٿان 250 فوٽ چانديءَ مان ٺهيل ريل جون پٽڙيون لڳل هيون. اهي پٽڙيون ٽيبل تان ٿينديون پيٽ ۾ بٺايل سرنگهه مان ٿينديون شاهي بورچي خاني ۾ وڃي ڇيهه کنديون هيون. مهاراجا وري سامهون اهڙي هنڌ وهندو هو. جتي کيترائي ليور، ايکسيليٽر، سئچ ۽ الارم جا بٽڻ فٽ ٿيل هوندا هئا. جن جي ذريعي ميز مٿان وڇايل ريل جي پٽڙين مٿان بجليءَ جون ريل گاڏيون بورچيخاني مان کاڌو کڻي مهمانن اڳيان لنگهنديون ويندديون هيون ۽ مهمان پنهنجي پسند جا کاڌا پليٽن ۾ لاهيندا ويندا هئا. مهاراجا کڏهن کڏهن کنهن مهمان سان مذاق کرڻ لاءِ سئچ تي هٿ رکي ڇڏيندو هو ته کاڌو سرڙاٽ کري انهي مهمان وٽان لنگهي ويندو هو ۽ مهمان جي پليٽ خالي رهجي ويندي هئي. هڪڙي شام جو مهاراجا وائسراءِ جي شان ۾ دعوت کئي. مهاراجا جي کنٽرول

۽ بجلي جا جيڪي بنڻ لڳل هئا، سي شارٽ سرڪٽ ٿيڻ جي ڪري سندس قبضي مان نڪري ويا. بس پوءِ تہ ريل گاڏي وٺي ڊوڙڻ شروع ڪيو. پوڙ پلاءِ، ست رڇيون اڏامنديون معزز مهمانن جي منهن مٿي تي ٺهڪا ڪنديون ويون. هٽي مهمانن جو پيڙو ٻوڙي وڏائين. وائسراءِ جي موجودگيءَ ۾ اهو حادثو ٿي پوڻ ائين ٿي هو جيئن سچ پچ جي ريل گاڏيءَ جو حادثو ٿي پيو هجي. مهاراجا انهي شام کنهن سان اکيون ملائڻ جهڙو نہ رهيو.

جهونا ڳڙهہ جو نواب وري ڪتن جو شوقين هو. سندس پسند جي هر ڪتي کي الڳ الڳ شاندار ڪمرو مليل هوندو هو. هر ڪمري ۾ ٽيليفون، بجلي ۽ نوڪرن جي سهوليت حاصل هئي. جڏهن ڪو ڪتو ڄمندو هو تہ سندس ڄم شاندار ڪمري ۾ ٿيندو هئو. جڏهن ڪو ڪتو مرندو هو تہ انهي کي باقاعدي رسمن مطابق قبرستان ۾ وڏي شان سان دفن ڪيو ويندو هو. جهوناڳڙهہ جي نواب جڏهن پنهنجي پسند جي ڪتي روشانہ جي شادي هڪ ڪتي بابيءَ سان ڪرائي تہ هندستان جي هر شاهزادي، امير ماڻهو ۽ مشهور ماڻهو کي انهي دعوت ۾ گهرايو. ويندي وائسراءِ کي بہ دعوت ڏنائين، پر وائسراءِ دعوت ۾ اچڻ کان ڪتو جواب ڏنس. انهي دعوت ۾ ڏيڍ لک هندستان جا معزز ماڻهو اچي گڏ ٿيا. وڏي ٺٺ سان ٻڇ هاٿين تي نواب جي چوڪيدارن جي پهري ۾ نڪتي ۽ ڪتي ۽ ڪتيءَ جي شادي ٿي. ڪتي ڪتيءَ جي انهيءَ شاديءَ تي انهي زماني ۾ ڪل سٺ هزار ڊالر خرچ ٿيو. اهو خرچ جيڪڏهن هو پنهنجي رعايا تي ڪري ها تہ گهٽ ۾ گهٽ 12 هزار ماڻهن جو سڄو سال مزي سان ڪٽي وڃن ها.

انهي ۾ ڪو شڪ ناهي تہ تاج محل دنيا جو هڪ وڏو تخليقي شاهڪار آهي جنهن سان هندستان جي ڪنهن بہ رياستي حاڪم جو محل برميچجي نٿو سگهي. ميسور جو محل 600 ڪمرن تي ٻڌل آهي ۽ ڪيترن ئي پهلوئن کان اهو وائسراءِ هائوس کان وڌيڪ شاندار آهي. انهي محل جا ويهہ ڪمرا تہ چيتن، واگهن، شينهن ۽ هاٿين جي کلن سان ٺهيل آهن. اهي جانور ميسور جي شاهزادن جي ٽن پيڙهين هٿان شڪار ٿيل آهن. رات جي وقت ميسور واري محل جي چتين، درن ۽ درين ۾ هنيل هزارين بلب ائين جلندا ڏسڻ ۾ ايندا آهن، ڄڻ روشنيءَ جو سمنڊ اٿلي پيو هجي. ڳاڙهي سنگ مرمر مان ٺهيل جئپور جي هوا محل ۾ 903 دريون آهن، جن جا چوڪٺ سنگ مرمر جي پٿر تي چٽن جو اعليٰ شاهڪار آهن. اديپور محل، جو اڇي سنگ مرمر مان ٺهي ڍنڍ جي وچ ۾ ٺهيل آهي ۽ آسمان سان ڪلهو هنيو بيٺو آهي. ڪپورٿلہ جي مهاراجا جڏهن ورسيلز ۾ لوئس انين جو محل ڏٺو تہ موٽي اچي ساڳئي طرز تي پنهنجي ننڍڙي رياست ۾ سروج بادشاهہ محل ٺهرايو. اهو محل فرانس مان آيل ڪاريگرن ٺاهيو ۽ سينگاريو. انهي

محل ۾ درن ۽ درين توڙي ديوارن تي فرينچ طرز جا پردا لڳايا ويا ۽ محل اندر فرانسيسي نوادرات رکيا ويا. محل ۾ فرينچ ٻوليءَ کي استعمال ۾ آندو ويو. محل ۾ ڪم ڪندڙن سڀ نوڪرن جا پٽڪا لاهي ڪين شاهي فرانسيسي وگون پهرايون ويون. ڪين فرانسيسي واسڪوٽيون پارايون ويون ۽ سندن جتين ۾ چانديءَ جا نعل هنيا ويا.

هندستان جي شاهزادن جا محلن ۾ وهڻ جا تخت توڙي سوارين مٿان رکيل تخت به ڏسڻ وٽان هئا. ميسور جو تخت 28 مڻ سون توري ٺاهيو ويو هو. انهي تخت تائين پهچڻ لاءِ به سون جا 9 ڏاڪا چڙهڻا پوندا هئا. نو ڏاڪا انهي ڪري هنيا ويا هئا جو چيو وڃي ٿو ته وشنو ديوتا کي سج تائين پهچڻ لاءِ نو ڏاڪا پار ڪرڻا پيا هئا. اوڙيسا جي حاڪم جو تخت هڪ وڏي پلنگ وانگيان هو. هن اهو پلنگ نما تخت لنڊن جي نوادرات جي واپاريءَ کان ورتو هو ۽ پوءِ ان ۾ موتي مڙهائي تخت بڻايو هئائين. اهو تخت هوبهو راڻي وڪٽوريا جي شاديءَ واري پلنگ جهڙو هو.

رامپور جي نواب جو تخت ديول نما هڪ وڏي هال ۾ رکيل هو. انهي هال جي سنگ مرمر مان ٺهيل ٿلهي تي اگهاڙين عورتن جون تصويرون چٽيل هيون. اهو تخت سورج بادشاهه واري محل ۾ رکيل تخت جهڙو هو جنهن ۾ هنڌ هنڌ سون استعمال ٿيل هو. جيڪي ماڻهو ايڏن محلن ۾ ايڏن تختن تي وهندا آهن انهن کي وقت گذاري لاءِ ڪونه ڪو مشغلو اختيار ڪرڻو پوندو آهي. انهن نوابن ۽ راجائن جا به وڏا مشغلا هئا. هڪ شيل شڪار ۽ ٻيو جنسي عياشي. شهزادو هندو هجي يا مسلمان پر حرم سندن محلن جو اڻٽوٽ انگ هو. انهن حرمن ۾ ڪيتريون ئي نچڻيون ۽ سريتون موجود هونديون هيون. سندن رياستن ۾ جيڪي جهنگ هوندا هئا اهي سندن ذاتي ملڪيت ۾ شمار ٿيندا هئا. شاهزادا انهن جهنگن ۾ وڃي چيتن جو شڪار ڪندا هئا. انهي هوندي به 1947ع تائين ويهارو هزار کن چيتا اڃا به بچيل هئا. پرت پور جي مهاراجا پهريون چيتو اٺن سالن جي عمر ۾ ماريو هو. 35 سالن جي عمر کي پهچڻ تائين هن ايترا چيتا شڪار ڪيا هئا جو محل جون پٽيون ۽ فرش چيتن جي کلن سان پرجي ويا هئا. پرت پور جي مهاراجا جڏهن وائسراءِ لارڊ هارڊنگس کي شڪار جي دعوت ڏني هئي ته چڙو ٽن ڪلاڪن ۾ 4482 پکي ماريا ويا. گواليار جي مهاراجا پنهنجي سڄي زندگي ۾ 1400 چيتا شڪار ڪري ماريا ۽ ڪتاب به لکيائين جنهن جو عنوان هو "چيتي جي شڪار جي گائيڊ"

پٽيالا جي مهاراجا يادوندر سنگهه جو پيءُ سر ڀوپيندر سنگهه پٽيالا جو اٺون مهاراجا هو. سندس قد پٽ وانگيان ڇهه فوٽ چار انچ ۽ وزن پوڻا چار مڻ هو. سندس چپن ۾ تاءُ ۽ اکين ۾ رعب هو. هو روزانو ڏهه سير کاڌو کائيندو هو. رڳو نيرن ۾ به

ڪکڙ پيٽ ۾ هٽي ويندو هو. هو پولو جو شاهه ڪاريگر رانديگر هو. ايتري قدر جو محل جو هڪڙو ڪمرو ڪٽيل ٽرافين سان ڀرجي ويو هوس. وٽس پولو کيڏڻ لاءِ دنيا جون پنج سئو بهترين گهوڙيون هيون. ڀوپيندر سنگهه ڪچي جواني کان وٺي عياش هو. کيس پولو ۽ شڪار کان به وڌيڪ حرم سان دلچسپي هئي. هو پاڻ لاءِ سريتن جي چونڊ پاڻ ڪندو هو. سندس حرم ۾ 350 سهڻي کان سهڻيون عورتون موجود هيون. پنجاب ۾ اونهاري ۾ ڏاڍي گرمي پوندي آهي. ڀوپيندر سنگهه انهي گرمي کان بچڻ لاءِ محل کان ٻاهر هڪ وڏو تلاءُ ٺهرايو هو جنهن ۾ برف جون سرون وجهي ٿڌو ڪيو ويندو هو ۽ شام جو هو پنهنجي سريتن کي وٺي تلاءُ ۾ اچي وهنجندو هو ۽ وهسڪي ۽ سريتن مان موجون ماڻيندو هو. سندس ذاتي ڪمري جي ڀتين تورڙي ڇتين تي قديم هندستان جي اگهاڙين تصويرن جا نادر نمونا اُڪريل هوندا هئا.

مهاراجا ڀوپيندر سنگهه عادتي عياش هو. انهي ڪري هو پنهنجي سريتن جا ماڊل به بدلائيندو رهندو هو. سندس محل جا درعطر فروشن، هيرا جواهر وڪڻندڙن، سونارن ۽ درزين لاءِ کليل هوندا هئا ۽ فرانسيسي ۽ انگريزي پلاسٽڪ سرجري ڪندڙن جي ٽيم به موجود هئي. اهي سڀ سريتن جي ٺاهه ٺوهه ۾ ڪم ڏيندا هئا. عمر جا پنهنجا ليکا ٿيندا آهن. پوڙهپڻ کي ڪو روڪي نه سگهندو آهي. طاقت هڪڙي ڏينهن ڪم ڇڏي ڏيندي آهي. سو ڀوپيندر سنگهه جي ڀرپور جنسي قوت به سندس ساٿ ڇڏيو. هندستان جو ذات ويد حڪيم محل ۾ گڏ ڪيو ويو. سون، چاندي، لوهه، هيرن ۽ ٻوٽين مان ڪک ۽ معجون ٺاهيا ويا پر ديسي درمل دوا ڪجهه به نه ڪيو. ديسي ويدن ۽ حڪيمن کان ڳالهه زور ٿي وئي ته سر ڀوپيندر سنگهه فرانس جا جنسي ماهر گهرايا. انهن ريڊيم کي به استعمال ڪيو پر جنهن عمر جي بيماري کيس جهليو هو. انهي بيماري کيس نه ڇڏيو. پلاڙي قسمت تنهنجا ليکا! سو ڀوپيندر سنگهه کي ٻين ۽ شاهزادن وانگر بوريت اچي ڪنيو ۽ بوريت کيس ماري ڦٽو ڪيو.

ديوتائن جي سحر ۾ ورتل هندستان ڪيترين ڏند ڪٿائن کي جنم ڏنو آهي. ميسور جا مهاراجائون پاڻ کي چنڊ جو اولاد سمجهندا هئا. ميسور جو حاڪم سال ۾ هڪ ڀيرو سرءُ جي اماس ۾ پنهنجو پاڻ کي چندر ديوتا جي حيثيت ۾ پڌرو ڪندو هو. نون ڏينهن لاءِ هو هماليه جي ساڌوئن وانگر محل جي ڀونئيين اونداهي ڪمري ۾ بند رکندو هو. انهي عرصي دوران ڪنهن به ماڻهو جو هٿ کيس ڇهي نه سگهندو هو ۽ ڪا به اک کيس ڏسي نه سگهندي هئي. اهي ڏينهن هو نه ڏاڙهي لاهيندو هو ۽ وهنجندو هو. چيو ويندو هو ته سندس جسم چندر ديوتا جو روپ ڌاري وٺندو هو. نون ڏينهن پورا ٿيڻ کانپوءِ شاهي هاٿي تي سون ۽ هيرن جواهرن سان سينگاري محل جي در

اڳيان آندو ويندو هو. مهاراجا مٿس سوار ٿيندو هو. جيئن ئي هاٿي روانو ٿيندو هو تہ سندس چوڌاري چونڊ اونٺ ۽ گهوڙيسوار پهريدار گڏ ٿي ويندا هئا ۽ قافلو ميسور جي ڊوڙن واري ملاکڙي وارو رستو وٺي روانو ٿيندو هو. رستي جي ٻنهين پاسي سندس رعايا گڏ ٿيندي هئي ۽ برهمڻ ماترائون پڙهندا هئا. انهي ڪانپوءِ سندس وار لاٿا ويندا هئا. وهنجاريو ويندو هو ۽ ڪاڏو ڪارايو ويندو هو. جيئن ئي سج ٻڏندو هو ۽ اوندهہ ٿيندي هئي تہ کيس ڏوڏان ڏود ڪاري گهوڙي تي سوار ڪيو ويندو هو. گهوڙو جيئن ئي پنهنجي منزل ڏانهن روانو ٿيندو هو تہ رستو روشنين ۾ جهڙا ٻوڙ ڪيو ويندو هو. رستي جي ٻنهي پاسن کان بيٺل خلق ۾ خوشي جي لهر ڇائنجي ويندي هئي تہ چندر ديوتا جو پٽ پنهنجي رعايا ڏانهن موٽي آيو آهي.

اڏيپور جا مهاراجا تہ ميسور جي مهاراجائن کان بہ وڌي ڪري پنهنجو پاڻ کي سورج ديوتا جو اولاد سمجهندا هئا. سندن وڏن تہ قديم زماني ۾ پورا بہ هزار سال بنا ڪنهن روڪ رنڊڪ جي هندستان جي تخت جا مالڪ رهيا هئا. اڏيپور جو حاڪم بہ سال ۾ هڪ ڀيرو جيئري جاڳندي ديوتا جو روپ اختيار ڪندو هو. سندس محل جي چوڌاري ڍنڍ هوندي هئي جنهن ۾ خوفناڪ قسم جا مانگر مڇ پيا ترندا هئا هڪ ڏينهن هو ڍنڍ جي محل واري ڪناري جي چوڪنڊي تي اچي رعايا کي ديدار ڪرائيندو هو سندس پويان سندس وزير مشير بيٺل هوندا هئا ۽ حاڪم سميت ڪين اچا ڳاٽون پيل هوندا هئا ۽ يوناني ناٽڪ جو حصو معلوم ٿيندا هئا.

بنارس جا حاڪم بين حاڪمن وانگر ايڏا پيڪيدار تہ نہ هئا پر ڌرمي نڪتہ نگاهہ کان بہ وکون وڌيڪ هئا. بنارس جي مهاراجا جو حڪم هو تہ هو جيئن ئي ننڊ مان اک پٽي تہ سندس نظر پويتر جانور ڳئون تي پوي. انهيءَ ڪري ملازم ڇا ڪندا هئا جو صبح جو سوير ڳئون کي وٺي مهاراجا جي سمهڻ واري ڪمري جي ڪليل دري وٽ بيهاريندا هئا ۽ پوءِ ڳئون کي ڪک ۾ چونگون ڏيندا هئا جنهن تي ڳئون پير هڻندي هئي ۽ رنڀ ڪندي هئي. ڳئون جي آواز تي مهاراجا ننڊ مان جاڳي پوندو هو ۽ سندس نظر وڃي ڳئون تي پوندي هئي. هڪ ڀيري مدراس جو اهو مهاراجا رامپور جي نواب وٽ مهمان ٿي اچي سندس محل ۾ ٽڪيو. مهاراجا جو رهائش وارو ڪمرو نواب جي ڪمري جي سروير مٿان ٻي منزل تي هو نواب صاحب کي مدراس جي مهاراجا جي عادت جي خبر هئي. پر لاڪائنس مسئلو پيدا ٿي پيو تہ ڳئون ٻي منزل تي مهمان جي ڪمري جي دري تان ڪيئن پهچي؟ مهمان جي بهرحال عزت تہ رکڻي هئي تہ خواهش پوري ڪرڻي هئي سو ڇا ڪيائين جو ڪرين گهرائي رکيائين ۽ فجر جي مهل ڳئون کي ڪرين تي چاڙهيو ويو تہ جيئن مهاراجا دري مان ڳئون جو ديدار ڪري سگهي. ڳئون مسڪين جو

ڏنو تہ ڪيس الاهي ڪھڙي بلا ڪٽيو متي پئي وڃي سو ڳڻئون خوف وچان وڏو ٻڙڏڪ مچائي ڏنو ۽ محل ۾ ستل سيني ماڻهن جي ننڊ حرام ڪري ڦٽي ڪيائين ۽ پڇ پڇان شروع ٿي وئي تہ ڪھڙي اچي مصيبت ٽٽي آهي. مهاراجا ڏرمي هجي يا ناسڪ هندو هجي يا مسلمان مال ملڪيت وارو هجي يا ڪنڌ خانداني هجي يا گياني پر انهن سيني مهاراجائن گڏجي ڪري هندستان جي برطانوي حڪومت کي پورا ٻہ سئو سال هٿي ڏني، انگريزن جا رياستن سان اهي مضبوط لڳ لاڳاپا ئي انگريزن جي پاليسي "ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو" جو بنياد هئا. اصولي طور تي اهو طئہ ٿيل هو تہ انگريز سرڪاري ڪنهن بہ مهاراجا کي هٽائي يا تخت تي وهاري سگهي ٿي، اهو ئي ڪارڻ آهي جو هڪ اڌ مثال ڇڏي باقي تقريبن سڀ جا سڀ رياستي حڪمران انگريزن سان ٻٽ ٿيو بيٺا هئا. جڏهن بہ انگريزن جي خلاف ڪا هوا هلندي هئي، تحريڪ اٿندي هئي تہ انهي کي چيپاڻڻ ۾ رياستي حڪمران مک دول ادا ڪندا هئا.

23 سيپٽمبر 1917ع تي ترڪن ڪان حاڪئہ جو علائقو ڦرڻ ۾ جوڌپور جو مهاراجا جي فوج ڪم ۾ آئي، چين سان ٿيل ٻن جنگين، فسلطين، مصر ۽ فرانس ۾ ٿيندڙ ويڙهہ ۽ برما کي حاصل ڪرڻواري جنگ ۾ انگريزن جي حڪم تي بيڪانير پراست جي اوني فوج متو متي سان ڏيئي وڙهي، 1917ع ۾ گواليار جي رياست انگريزن جي مدد لاءِ انفرينٽري جون ٽي پلٽڻون ۽ اسپتال جو پيڙو ڏنو. انهن پلٽڻن تي جيڪو بہ خرچ آيو اهو گواليار جي حڪمران پاڻ پريو.

1923ع ۾ جئپور جو مهاراجا ميجر جي حيثيت ۾ فرسٽ جئپور انفينٽري کي وني پاڻ وڃي اٽلي جي مونيٽي ڪاسينو جي پهاڙي لهاندين ۾ جنگ وڙهيو. بوندي جي مهاراجا کي بہ برما جي جنگ وڙهڻ دوران ڏيکاريل بهادري تي ملٽري ڪراس جو تمغو مليو.

رياستي حڪمرانن جي انهي وفاداري جي عيوض ۾ انگريز سرڪار کين وقت بہ وقت سندن اعزازن ۽ سوکڙين سان پِري ڇڏيندي هئي، انهن جا حاڪم کي موتين سان مڙهيل شين جو ڏاڍو شوق هو انهي ڪري انگريز سرڪاري کين اهڙي قسم جون ئي سوکڙيون ڏيندي هئي، گواليار، ڪوچ بهار ۽ پٽيالا جي مهاراجائن کي اعليٰ ۾ اعليٰ اهو اعزاز خاصل هوندو هو تہ هو "ايڊورڊ ستين" جي پر ۾ اي ڊي سي جي حيثيت ۾ وهندا هئا. آڪسفورڊ ۽ ڪيمبرج يونيورسٽين انهن مهاراجائن کي باقاعدي اعزازي ڊگريون بہ ڏنيون، ڪيترين ئي نوابن، راجائن ۽ مهاراجائن جي ڇاتين تي آرڊر آف اسٽاف آف انڊيا ۽ آرڊر آف انڊين ايمپلائز جا ٻلا چمڪندا نظر ايندا هئا.

انگريزن جي حڪومت دوران ڪنهن به رياست جي حاڪم جو پتو انهي مان پوندو هو ته ڪيس ڪيترين توبن جي سلامي تي ڏني وجي، توبن جو تعداد مقرر ڪرڻ، وڌائڻ ۽ گهٽائڻ وائسراءِ جي هٿ وس هو. انگريز سرڪار اهو نه ڏسندي هئي ته ڪنهن جي رياست وڏي آباد ۽ سکي آهي، پر اهو ڏسندي هئي ته رياست جو حاڪم ڪيس ڪيترو ڪم آيو اهي حيدرآباد دکن، گواليار، ڪشمير، ميسور ۽ ٻڙودا رياستن جي حاڪمن کي ايڪيهن توپن جي سلامتي ملندي هئي، جڏهن ته باقي ٻين حاڪمن کي ترتيبوار اوڻوهين، سترهن، پندرهن، تيرهن ۽ نون توبن جي سلامي ڏني ويندي هئي، 1425 اهڙا بدقسمت راجا، نواب ۽ حاڪم هئا جن کي نصيب ۾ ڪا به سلامي به ڪانه لکيل هئي، اهي هندستان جا وساريل رياستي حاڪم هئا جن جي شان ۾ ڪا به توپ نه اٿندي هئي.

هندستان جا مهاراجائون رڳو شان شوڪت، عياشين، چونچلن، بيوقوفين ۽ اجائي خرچ جي ڪري مشهور نه هئا پر ڪيترائي پنهنجن ڪارنامن جي ڪري به مشهو رڻيا، يڪترائي حاڪم هٿ جا صاف سترا ۽ پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو هئا، جن سٺي انتظاميا قائم ڪري پنهنجي رياستي رعايا کي فائدا به ڏنا، اٺوهين ۽ ويهين صدي جي موڙ تي ٻڙودا جي رياست هڪ ڪان متي شادين تي پابندي هنئي وئي، تعليم مفت ۾ ڏني ويندي هئي ۽ نصاب سائنسي بنيادن تي ترتيب ڏنو هو. ٻڙودا جي حاڪم اڇوتن کي برابري جا حق ڏيڻ جي باقاعدي مهم هلائي انهن معاملي ۾ گانڌي جيان مشهور نه ٿي سگهيو. پر سندس آتساهه ايترو ئي هو جيترو گانڌي جي من ۾ هو. هن اڇوتن جي تعليم ۽ تعليم دوران رهائش وارا ادارا ٺاهيا، اڇوتن جو مشهور ليڊر ڀيم راءِ رامجي اميڊڪر، ٻڙودا جي حڪمران جي ئي خرچ تي نيويارڪ جي ڪولمبيا يونيورسٽي ۾ پڙهيو. بيڪانير جي راجا پنهنجي رعايا لاءِ تر واري علائقي ۾ هترادو ڍنيون کوٽائي انهن ۾ پاڻي آندو ۽ باغ پوکرايائين، ڀوپال جي حاڪم هندستان ۾ پهريون ڀيرو عورتن کي برابري وارا حق ڏنا، ميسور جي حاڪم پنهنجي رياست ۾ سائنس جي بهترين فئڪلٽي وجود ۾ آندي تنهن ڪانسواءِ هائيڊرو الڪٽرڪ بندن ۽ ڪارخانن جو جار وڇايائين. جيئپور جي مهاراجا پنهنجي رياست ۾ دنيا جي سٺي دوربيني هڻائي، جتان سائنسدان آسمان جو جائزو وٺندا هئا، ٻي عظيم جنگ کان پوءِ رياستي حاڪمن جي جيڪا نئين پيڙهي وجود ۾ آئي اهي حاڪم پنهنجن وڏن جي مقابلي ۾ گهٽ ٺرڙا هئا ۽ وڌيڪ سياڻا هئا. ڪين تبديل ٿيندڙ دنيا جو چڱي طرح احساس هو. پٽيالا جي نئين مهاراجا پنهنجي پيءُ سر ڀوپيندر سنگهه جي حرم کي بند ڪيو، گواليار جي مهاراجا هڪ عام ڇوڪري سان شادي ڪئي، جيڪا ڪنهن آفيسر جي ڌي هئي، شادي

ڪرڻ ڪانپوءِ مهاراجا پنهنجو شاندار محل ڇڏي ڏنو. ڏک رڳو انهي ڳالهہ جو آهي تہ جن حاڪمن پنهنجيون رياستون وڏي اهليت ۽ ذميواري لاءِ منسوب ڪري ڇڏيون هيون، ڪين پين عياش ۽ بي عقل مهاراجائن جهڙو ڪري ڇاڻايو ويو آهي.

هندستان جي ٻن رياستن جن جي حاڪمن ڪي ايڪويهہ توبن جي سلامتي ملندي هئي جي سلسلي ۾ لندن ۾ ويهي سرڪونراڊ ڪار فيلڊ جي ڪيل دعويٰ سنجيدگي ۽ وزن اختيار ڪري وئي. ٻئي رياستون وڏي ۾ وڏيون رياستون هيون ۽ ٻنهين کي سمنڊ جو ڪنارو نصيب نہ هو. ٻنهين جي رعايا جو مذهب، حاڪمن کان الڳ هو. ٻنهين حڪمرانن جو وڏي ۾ وڏو خواب اهو هو تہ سندسن رياستن کي آزاد قومن جي صورت ۾ تسليم ڪيو وڃي.

رستم دوران، ارسطوءِ دوران، واليءَ ممالڪ، آصف جاه، نواب مير عثمان الخير بهادر” ايڪسالٽيڊ هائي نيس“ حيدرآباد دکن جو ستون نظام هو ۽ برطانوي تخت و تاج جو وفادار هو. مگر وڏو ڏوهہ ڏڙڪو رکندو هو. هڪ پڪي ۽ ڇاڻو مسلمان جي حيثيت ۾ هندستان جي وڏ ۾ وڏ زمين ۽ آدمشماري واري رياست تي حڪومت هلائيندو هو. سندس رياست ۾ ڀہ ڪروڙ هندو ۽ ٽيهہ لک مسلمان آباد هئا. مير عثمان 5 فوٽ ٽي انچ قد جي هڪ ننڍڙو، ايرو ۽ پوڙهو شخص هو. سندس وزن 45 سير هو. سالها سال پانن کائڻ جي ڪري سندس ڏند ڪاڇي ڪپي ڪار سرين ڳاڙهين ننڍڙين ڳوڙهين ۾ تبديل ٿي ويا هئا. ڪيس هر وقت دل ۾ خوف ويٺو هوندو هو تہ ڪو ڪيس زهر ڏيئي ماري نہ وجهي انهي ڪري ماني کائڻ کان اڳ هو اها ماني ٻئي ماڻهو کي ٿوري ٿوري کارائي پڪ ڪندو هو جيڪو سندس کاڌي مان ٿورو ٿورو مکڻ، مٺائي، ميوات، پان ۽ آفيم کائيندو هو. انهيءَ غريب جا ٽٽ ٽي ويندا هئا. بند هٿ رکڻ واري هن واليءِ رياست ٻہ پهرين عظيم جنگ ۾ انگريز بهادر جي خدمت ۾ ڏهہ ڪروڙ ڊالر پيش ڪيا هئا. انهي ڪري انگريز بهادر ڪيس وڏي ۾ وڏو خطاب ڏنو هو.

1947ع ۾ نظام دکن کي دنيا جو شاهوڪار ۾ شاهوڪار شخص سمجهيو ويندو هو. سندس دولت جا قصا ڪهاڻيون ڏند ڪٿا بڻجي ويا هئا. ايڏي ملڪيت هوندي ٻہ هو سستي ڪاٽن جو معمولي پاجامو ۽ چند روپين ۾ ورتل واهيات قسم جا سليپر پائي هلندو هو. حياتي جا پنجٽيهہ سال تہ هڪڙي ترڪي ٽوپي ۾ ڳاري ڇڏيائين. ونس ماني کائڻ جا هڪ سئو سونا سيٽ هئا پر هو ٽڏي ٽي ويهي ٽين جي ٿالهين ۾ ماني کائيندو هو. ڏپ جو اهڙو هاجو هو جو اصل مهمانن جا نڪ بند ڪري ڇڏيندو هو. 1944ع ۾ جڏهن ڪيس اطلاع ڏنو ويو تہ لارڊ ويول سندس مهمان ٿي اچي رهيو آهي تہ نظام هڪدم دهلي تار ڪئي تہ جنگ جي هن مهانگائي جي دور ۾ ڇا واقعي لارڊ

ويول شيمپيئن پيئندو؟ هر آچر تي حيدرآباد دکن ۾ مقرر ٿيل انگريز سرڪار جو نمائندو نظام دکن سان ملڻ ايندو هو. سندس اڳيان هڪڙو چانهن جو ڪوپ، هڪڙو بسڪوٽ ۽ هڪڙو سگريٽ مهماني طور رکيو ويندو هو. هڪ ڀيري بنا اطلاع جي اوچتو ئي اوچتو انهي نمائندي سان گڏ انگريز اعليٰ عملدار به ساڻس گڏجي آيو. هڪ وڏيڪ مهمان کي ڏسي هن نوڪر جي ڪن ۾ ڦس ڦس ڪئي ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ اعليٰ انگريز آفيسر لاءِ به چانهن جو ڪوپ ۽ هڪ عدد بسڪوٽ ۽ هڪڙو سگريٽ کڻي آيا.

اڪثر رياستن ۾ اهو رواج هوندو هو ته سال ۾ هڪ ڀيرو رياست جا معزز ۽ امير ماڻهو پاڻ سان گڏ سون جو هڪ هڪ ٽڪرو کڻي ايندا هئا. رياست جو حاڪم سون جي ٽڪر کي ڇهي ڏٽي کي واپس ڪري ڇڏيندو هو. پر حيدرآباد دکن جي دربار ۾ جيڪو به ڇڳو مڙس پاڻ سان گڏ سون جو ٽڪر کڻي ايندو هو. نظام اهو سون جو ٽڪر ير ۾ پيل ڪاغذ جي ٿيلهي ۾ وجهندو ويندو هو. هڪ ڀيري ڪو معزز سون جو وڏو سڪو کڻي نظام دکن وٽ آيو. سڪو زمين تي ڪري رڙهڪڻ لڳو ته نظام تخت تان لهي گوڏن ڀر گسڪندي سڪو وڃي جهليو. هڪ ڀيري نظام بيمار ٿي پيو. بمبئي مان ڊاڪٽر علاج لاءِ پهتو ته جيئن نظام جو علاج اليڪٽرو ڪارڊيو گرام جي ذريعي ڪري سگهجي. ڊاڪٽر جڏهن پنهنجي مشين هنئي ته مشين ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نيٺ ڊاڪٽر کي خبر پئي ته نظام صاحب بجلي جي بل جا پئسا بچائڻ لاءِ محل جي ڪترن ئي حصن جي بجلي ڪٽائي ڇڏي هئي. نظام جي سمهڻ جو ڪمرو صفا جهوپڙيءَ وانگيان لڳندو هو جنهن ۾ هڪ عدد پراڻو سراٽو پلنگ، به بورچيخاني ۾ ڪم ايندڙ ڪرسين جهڙيون ڪرسيون، ٽوٽن سان ڇلڪندڙ ايش ٽري ۽ خالي ٽوڪريون پيل هونديون هيون. سندس آفيس جي به حالت خراب هئي. انهي هوندي به سندس محل جون ڪندون پاسا ڳٽپ ڪان ٻاهر ملڪيت سان پريل پيا هوندا هئا. نظام وٽ 280 قراطن جو ليمي جيڏو جيڪب نالي قيمتي هيرو هوندو هو. جيڪو هن پراڻي اخبار ۾ ويڙهي پنهنجي ڊيسڪ جي خاني ۾ رکي ڇڏيو هو. نظام انهي هيري کي پيپر ويٽ طور استعمال ڪندو هو. محل جي بي ترتيب ۽ بي سري باغ ۾ ڪيترئين ئي ٽرڪون ڪپڻ ۾ گتيون بيٺيون هونديون هيون جيڪي سون سان پريل هيون. نظام وٽ ايترا ته هيرا جواهر موتي ۽ ماڻڪ هوندا هئا جو اهي جيڪڏهن پڪا دلي سرڪس ۾ رکيا وڃن ته ڪر سپ فوٽ پاٽ پرجي وڃن ها. اهي قيمتي هيرا جواهر نظام جي محل جا روڪڙا نوٽ هئا جيڪي اخبارن ۾ ويڙهي ڪمرن جي ڪندن پاسن ۾ رکيا ويا هئا. انهن نوٽن متان ڪوئن جي وارو وار هوندي هئي.

دکن جي نظام وٽ طاقتور فوج هئي جيڪا ڳرن هٿيارن سان مسلح هوندي هئي، ونس آزادي حاصل ڪرڻ جي چڱي خاصي سگهه هئي پر هڪ ته بندرگاهه نه هئڻ وس ۽ ٻيو ته رياست جي خلق منجهائنس بيزار هئي، سندس رياست ۾ هندو تمام گهڻا هئا جيڪي پنهنجي مسلمان حاڪمن سان ڪونه نڀندا هئا. انهي صورتحال ۾ فرانس ملڪ جي اڌ جيتري هن رياست جو ۽ رياست جي حاڪم جو انت خراب ٿيڻو ئي هو. ڪيس جڏهن سر ڪونراڊ فيلڊ اطلاع ڏنو ته انگريز جون 1948ع تائين هندستان ڇڏي ويندا هليا ته رڙ ڪري چيائين "آخر ڪار آئون آزاد ٿيندس"

اها ساڳي خواهش هندستان جي هڪ ٻئي طاقتور واليءِ رياست جي هئي جيڪا هندستان جي ٻئي ڇيڙي تي هئي، اها رياست دنيا جي خوبصورت ترين وادي ڪشمير هئي، ڪشمير جي رياست جو والي مهاراجا هري سنگهه هو. جيڪو هندن جي اوچي ذات برهمڻ مان هو. سندس رياست جي رعايا ۾ اڪثريت مسلمانن جي هئي، جن جو تعداد چاليهه لک هو. ڪشمير رياست جو هڪڙو ڇيڙو هماليه جي هنجه سان وڃي لڳو ٿي ته ٻيو ڇيڙو لداخ، تبت ۽ سنڪيانگ سان ڪلهو هنيو بيٺو هو. هي علائقو اهڙي هنڌ هو جتي نئون ايرندڙ ملڪ پاڪستان، چين ۽ افغانستان سان اچي مليو ٿي.

مهاراجا هري سنگهه هڪ ڪمزو، منجهيل ۽ ڳالهه جو ڪچو ماڻهو هو. سندس اڌ وقت جمون جي ونٽر محل ۾ تفريح ڪرڻ ۽ اڌ وقت سرينگر جي گلن ۽ وڻن جي ويڙهن ۾ ويڙهيل خوبصورت سمر محل ۾ گذرندو هو. مهاراجا هري سنگهه جنهن زماني ۾ ڪشمير رياست جي واڳ سنڀالي هئي، تڏهن هن رياست يڪي سر حڪم هلائڻ ۽ رعايا کي گوڏي هيٺان رکڻ لاءِ ترڙتڪڙ ۾ نبيري لاءِ سنگدلانه قسم جا پير کنيا هئا ۽ پنهنجيون سڀ جيلون سياسي مخالفن سان پري ڇڏيون هيون، سندن آخري نشانو ٻيو ڪو به نه هو پر جواهر لعل نهرو بڻيو هو. هن اهو حڪم ڪيو ڇڏيو هو ته جيئن ئي جواهر لعل نهرو پنهنجي اباڻي ملڪ ڪشمير ۾ داخل ٿئي، تيئن ئي ڪيس جيل جا در ڏيکاريا وڃن، هري سنگهه وٽ ايتري فوج هئي، جو هو پنهنجي رياست جي سرحدن جي حفاظت ڪري پئي سگهيو. ڪيس پنهنجي رياست کي آزاد ملڪ بنائڻ جو ارادو هو. پر اها سندس خواب خيالي ۽ چريائي هئي.

# سوويت يونين ٽٽڻ کان پوءِ وچ ايشيا جون رياستون

اسان جا ڪيترائي سڪيا ستابا ماڻهو عياشيءَ جي چڪر ۾ پهرين ٿائيلينڊ جو رخ رکندا هئا جو اتان جي عورت جو جسم باقاعدي غير ملڪي زرمبادلو ڪمائڻ واري انڊسٽري بڻيل هو. پر پوءِ اتي جيڪا اقتصادي ترقي ٿي ته اتان جي عورت سچي پچي ڪارخانن واري انڊسٽري ۾ ڪپڙ ۽ عزت پريو ڏنڊو ملڻ جي ڪري پنهنجو رخ بدلائي ويئي. هاڻي اتي عياشي لاءِ اهي سهوليتون نه رهيون آهن. جيڪي اڳي هيون. انهيءَ وچ ۾ سوويت يونين ٽٽو ته اسان جي انهن يارن کي پاڙي ۾ ئي جلان چرڻ لاءِ ازبڪستان جهڙا چراگاهه ملي ويا. مڙسن جون ڇِليون ٽٽي پيون. پر ڪنهن به دوست عورت جي جسم کان نظر هٽائي، اتان جي حالتن ڏانهن اک ڦيري ڪونه ڏٺو. نه رڳو اهو پر شيل شڪار جي شوق ۾ ڪين اها به ڪڙڪ پئجي نه سگهي ته جنهن عورت کي هو ازبڪ سمجهي ويٺا آهن اُها ازبڪ نه، پر روسي نسل جي عورت آهي. جيڪا اسٽالين جي مهربانين سان پنهنجي وطن مان ٽڏجي ازبڪ معاشري جي حصو بڻجي ويل آهي.

روس کان ڌار ٿيل رياستن جو هڪ وڏو گروپ ته ڪوه ڪاف جو آهي، جتي جون پريون سنڌ جي لوڪ دنيا ۾ مشهور آهن. انهن ملڪن ۾ چيچنيا، جارجيا، آرمينيا ۽ آذربائيجان جا ملڪ اچي وڃن ٿا. انهن ملڪن ۾ رهندڙ مسلمان جو لساني ۽ نسلي لڳ لڳاپو ايران سان گهڻو آهي. جڏهن ته ٻيو گروپ وچ ايشيا جي رياستن جو آهي. جنهن ۾ ڪازخستان، ڪرغيرستان ازبڪستان، تاجڪستان ۽ ترڪمانستان جو آهي، جن جو لساني لڳ لاڳاپو ترڪيءَ سان آهي. هت اسانکي چيچنيا وارن جي جتي ويڙهه، آرمينيا جي ماڻهن جي نفسياتي ڊپريشن، جارجين ماڻهن جي انفرادي، من مستين ۽ آذربائيجان جي پيٽرول جي کوهن مان نڪرندڙ ماحولياتي ڪشافتن ڪين جڏي، وچ ايشيا جي حالتن جو مختصر جائزو وٺڻو آهي، جيڪي گهڻن ڳالهين ۾ اسان کي ويجها آهن، جيڪي اڃان به وڌيڪ ويجهو پوڻ جي چڪر ۾ آهن. جيتوڻيڪ چين ۽ جاپان جا سياڻا ماڻهو ۽ خيرن جا پاڪستاني سيٺيا ڪين پاهورن جي بدران آهورن ۾ چرڻ جا آسرا

ڏيئي رهيا آهن ۽ ٻئي پاسي ترڪ، ايراني ۽ سعودي سندن آڳوتر پلي ڪرڻ لاءِ چڪر پيا ڪاٽين، پر انهن سڀني ڳالهين کان اڳ اسان کي بنا رک رکاءُ جي انهي سوال جو مختصر جواب ڳولي لهڻو پوندو تہ سوويت يونين کنهن ٽوڙيو. اسان جا يار انهي سچي خواري جو نڪر گورباچوف جي مٿي تا پچن، جڏهين تہ هن شريف ماڻهوءَ پريل بم کي زور سان ڦاٽڻ کان بچائڻ لاءِ ڪجهہ تارون ڪٽڻ ورتيون نہ تہ اهو بہ ايترو زور سان ڦاٽي ها جو سر سر سان نہ ملي ها. اصل ۾ اهو ڏوهہ يا ثواب ميڊيا جو آهي. هونئن ميڊيا کي چوٿون پايو ڪري سمجهيو ويندو آهي، پر سوويت يونين جي معاملي ۾ ميڊيا پهريون پايو ثابت ٿيو. ٻي عظيم جنگ دوران ڇهن سالن جي ڇمار ۾ پنهنجي پيءُ ماءُ کي فليٽ مٿان بم ڪرڻ جي نتيجي ۾ مٿي ٿيندو ڏسي ۽ پنهنجي جوانجماڻ پيڻ کي گئنگ ريپ جي نتيجي ۾ مرندو ڏسي، مٺيون پيڙي پچندڙ. دونهين ۽ رت جا درياءَ پار ڪندي، برطانيہ ۾ پهچي، اتان آمريڪا ۾ آباد ٿي شاهڪار ناول لکڻ جي نتيجي ۾ نوبل پرائيز حاصل ڪري 1992ع ۾ خودڪشي ڪندڙ پولش ناولسٽ جيرزي ڪوزنسڪي جو چوڻ آهي ”تہ ڊڪٽيٽر شپ ٽن قسمن جي ٿيندي آهي. هڪ ون مين ڊڪٽيٽر شپ، ٻي ون پارٽي ڊڪٽيٽر شپ ۽ ٽئين ميڊيا جي ڊڪٽيٽر شپ، جن مان سڀني کان وڌيڪ خوفناڪ ڊڪٽيٽر شپ ميڊيا جي آهي، جنهن جو انسان جي دل و دماغ تي بہ حڪم هلندو آهي.“ منهنجي خيال ۾ آمريڪا ۾رهي ڪري هن اها ڳالهہ غلط نہ ڪئي آهي، جو اتان جي صدارتي اليڪشن اهو ئي ماڻهو کٽيندو آهي، جنهن وٽ ميڊيا جي طاقت هجي، سياست جي معاملي ۾ عام آمريڪي ماڻهو صفا ڳڏهہ آهي.

سوويت يونين ۾ ميڊيا پنهنجي شروعات ”ڪتاب“ کان ڪئي، انهيءَ ڳالهہ ۾ هڪ ٽڪي جو بہ شڪ ناهي تہ ادب پڙهڻ جو خفت جيڪو سابق سوويت يونين سميت اوڀر يورپ ۾ آهي، اوترو خفت دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ ناهي. روس جو مشهور ناول نگار سولزي نٽسن ننڍي رئنڪ جو هڪ فوجي آفيسر هو. هن پنهنجي ڪنهن فوجي دوست کي خط لکيو جيڪو جاچوسن پڪڙي ورتو. نتيجي ۾ کيس سائبيريا جي عقوبت خاني ۾ اجلايو ويو. هن اتي ڇا ڏٺو؟ ڪهڙين حالتن ۾ شاهڪار ناول لکيائين؟ سندس لکٽيون اتان اسمگل ٿي ٻاهر ڪيئن پهتيون ۽ پوءِ ڪيئن شايع ٿيون! انهن سڀني ڳالهين جو وچور هن پنهنجي ٿلهي متاري آتم ڪٿا ”وڻ سان ٻڌل ڳابو“ ۾ لکيو آهي. انهيءَ ڪتاب جي آخري حصي ۾ هو لکي ٿو تہ جنهن قيد خاني ۾ هو رهندو هو، اتان جڏهين ڪنهن بہ ماڻهو کي ٻاهر ڪڍيو ويندو هو تہ کيس فائرنگ اسڪواڊ جي سامهون بيهاري ڳولين سان اڏايو ويندو هو. شگر جي مريض هن ليڪ کي جڏهين

ڪال ڪوٺڙي مان ڪڍيو ويو ته ڪيس سورنهن جا ويهه آنا پڪ ٿي ويئي ته ڪيس گوليءَ سان اڏايو ويندو. اتان ڪٿي جڏهين ڪيس جهاز ۾ وهاريو ويو ته جهاز جي سواري هن جي زندگي جو نئون تجربو هو. دل جهلي هو جڏهين لوهه جي اڏامندڙ پکيءَ ۾ ويٺو ته ڪيس سٺي ۽ ڊءُ تي ماني ڏني ويئي. سوچيائين ته ڪيس ڪارائي پياري ڪٿي پري وٺي وڃي مارينداَ. ماني کائيندي هڪ ڊبل روٽي ور ۾ لڪائي ڇڏيائين. هن ڊبل روٽي انهي ڪري پاڻ وٽ لڪائي ته جهاز مان لهي مرڻ واري هنڌ تائين ڪيس پنڌ ڇڪڻو پوندو ته. اٿين نه ٿئي جو پنڌ ڪري سندس شگر نه ڪري پوي ۽ هو واٽ تي ئي بيهوش ٿي ڪري پوي ۽ ڪو ايٿن نه چوي ته مڙس پاڙيو ٿي ڪري پيو. انهي ڪري پنڌ ڪي ڇڪڻ لاءِ ڊبل روٽي کائبي ته شگر ڪانه ڪرندي. هو جڏهين جهاز مان لٿو ته متس روشنين جا فليش وسڻ لڳا. سائبيريا جي سرد تنهائين ۾ زندگي گذاريندڙ سولزي نٽسن لاءِ ايڏيون ساريون روشنيون نيون هيون. ڪيس خبر ئي نه هئي ته ايڏيون روشنيون به ڪي ٿينديون آهن. هن پنهنجين اکين ڪي انهي نئين مصيبت کان بچائڻ لاءِ هڪڙي ٻانهن اکين آڏو ڏني ۽ ٻئي هٿ سان ڊبل روٽي ڪڍي کائڻ لڳو ته جيئن مرڻ کان اڳ سندس شگر نه ڪري. اصل اهي روشنيون برلن جي هوائي اڏي تي گڏ ٿيل سوين صحافين جي ڪئميرائن جا فليشن هئا. سائبيريا جي ڪنهن مضبوط وڻ سان ٻڌل گابي (سولزي نٽسن) کي نوبل پرائيز ملي چڪو هو. سندس ميزبان به جرمنيءَ جو نوبيل لاريٽ اديب هينرخ بال هو ۽ صحافي سندس ڪوريج ڪرڻ لاءِ هوائي اڏي تي پهتل هئا. اکين کي ٻانهن آڏي ڏيندي ڊبل روٽي کائيندي، جيڪي سندس تصويرون ڪڍيون ويون، اهي تصويرون نه هيون، پر ڪي ڪاري زخم هئا جيڪي ٻئي ڏينهن اخبارن ذريعي سڄي دنيا ۾ پکڙجي ويا. سوويت يونين ٽٽڻ کان پوءِ هو ٻيهر جڏهن وطن وريو ته سندس آجيان لاءِ آيل تقريبن اسي هزار ماڻهن جو ميڙ لاکائنس ته چرکائيندڙ نه هو. پر ٻئي دنيا جي ماڻهن لاءِ اهو نظارو حيرت ۾ وجهڻ جهڙو هو ته مارا روسي ماڻهو ادب پڙهڻ جا ڪي ايڏا شوقين آهن. انهي حقيقت جو ٻيو رخ اهو هو ته سولزي نٽسن روس ۾ رهي جيڪو نئون نظام ڏٺو. انهي ۾ ڪيس بدمعاشي، نڪي، ارهه زورائي، قر مار، مافيابازي، بک، بدحالي ۽ عوام جي پيڙا نظر آئي ته ڪيس سخت مايوسي ٿي. ٻين لفظن ۾ ڪيس روس جو ڪتاب پڙهندڙ پيڙجندڙ شريف عوام ڪميونسٽن کي ياد ڪندي "تيري جاني ڪي بعد تيري ياد آئي" جو مظهر نظر آيو. تازو جيڪا اليڪشن روس ۾ ٿي، انهي ۾ ييلسن جو بابو به ڪميونسٽن کان کٽي نه سگهي ها، پر سرمائيدار ملڪن ڪروڙين ڊالر خرچ ڪري، جيرزي ڪوزنڪسيءَ جي لفظن ۾ "ميڊيا

جي ڊڪٽيٽر شپ“ کي استعمال ڪرڻ جي باوجود تمام ٿورن ووٽن جي فرق سان بيلسن کي ڪٽرايو.

ڳالهه جو مطلب ته روس سميت اوڀر يورپ ۾ ”ڪتاب“ به ميڊيا جو ايڏو ئي پر اثر هٿيار رهيو آهي ، جيئنڪ مغربي دنيا ۾ اخبارون، رسالا، ريڊيو ۽ ٽي وي آهن. جيئن سوويت انقلاب کي هٿي ڏيڻ ۾ ميڪسم گورڪي، ميخائل شولو خوف، بريخت ۽ ورآزيلي شڪشن وغيره وڏيڪ ڪارگر رهيا آهن. ايئن ئي سوويت يونين کي ٽوڙڻ ۾ بورس پاسترناڪ، سولزي نٽسن، آرٿرڪوئسلر، ماٿيلو شزسٽرلاءِ سابق چيڪو سلواڪيا ۾ پيدا ٿيندڙ اديبن ۽ شاعرن جي ڏڻ جي لکڻين به ڪم ڏيکاريو آهي.

سوويت يونين تي ميڊيا پيو حملو بي بي سي ريڊيو، ٽيون حملو ٽي وي ۽ چوٿون حملو اخبارن جو ٿيو. جنهن جي ڏيکهه ۾ وڃبو ته اصل عنوان ڪان هٽي ويندا سين. هت اهو چئي سگهجي ٿو ته جيستائين ڪنهن ملڪ ۾ اقتصادي، سماجي ۽ سياسي مسئلا پيدا نه ٿيندا آهن، تيستائين ميڊيا اٿي پنهنجو ايترو اثر ڏيکاري نه سگهندي آهي. جيئنڪ آمريڪا جهڙن ملڪن ۾ خود ميڊيا هڪ سماجي مسئلو بڻجي چڪو آهي ۽ هن وقت سوشل سٽڪالاجي جا ڪيترائي ماهر انهي هڻ وٽ ۾ آهن ته ميڊيا سماج تي ڪهڙا ۽ ڪيئن اثر ٿي چڏي. بهرحال ميڊيا جي سگهه جو چڱيءَ طرح جائزو ڪنهن ٻئي پيري ٿورو تفيصل سان ونبو. هتي اسان جو مسئلو وچ ايشيا بڻيل آهي.

# ڪازخستان

چين ۾ تيزي سان وڌندڙ پرائيويٽ سيڪٽر جي باوجود چين جي ڪمائيءَ جو هن وقت به وڏو حصو آتان جا قديم آثار آهن. چند تان ڏسڻ ۾ ايندڙ ديوار چين اٺ هزار ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي. اونهاري جي بادشاهي محل گهمڻ لاءِ تقريبا ويهه ميل پنڌ چڪڻو پوي ٿو. ڪراچي کان ڏيڊوٽي شهر شيئان مان، جتان به ڪنهن زماني ۾ شاهراه ريشم نڪرندي هئي. شيئان جي پرٽ ۾ هڪ اٽانگي ڏونگر جتي اها خوفناڪ آڏکڙ آهي، جتي مائوزي تنگ جي قائل جوتن ۽ ڦٽيل پيرن واري فوج چيانگ ڪائي شيڪ جي فوجن کي نڪاٽي لڳايو. انهيءَ شهر جي پر ۾ کوٽائي ڪري زمين هيٺيان فوجون ڪڍيون ويون، جيڪي قديم زماني ۾ سنگتراشن فل سائيز ۾ پٿرن مان ٺاهيون هيون. هن وقت هزارن جي منهن انهن شاهڪارن کي دنيا جو اٺون عجوبو ڪري ليکيو ويو آهي. چين جي امير ترين پرڳڻي هانگ جو ۾ هانگ جو نالي سان ساون ڏونگرن جي وچ

۾ عظيم الشان ڊنڊ آهي. انهيءَ علائقي ۾ ٻارنهن ئي مهينن ۾ چوويهہ ئي ڪلاڪ
هلڪي بوندا ٻوندي رهندي آهي ۽ هڪ جهڙو خوشگوار ٽيمپريچر رهندو آهي، اها ڊنڊ
قديم دؤر جي بادشاهن جي تفريح گاهہ هئي. جبل کي ڪٽي جبل جيڏو گوتم ٻڌ جو
ناهيل بوتو، دنيا جو وڏي ۾ وڏو بوتو آهي. اهو بہ چين ۾ ئي آهي. مطلب تہ قديم
آثارن جي معاملي ۾ دنيا ۾ چين جو ڪو بہ جواب ناهي. اهي قديم آثار ٻاهرين سياحن
کي ڇڪين ٿا ۽ نتيجي ۾ چين هر سال ڪروڙين ڊالرن جو زرمبادلو ڪمائي ٿو.
1993ع ۾ جڏهين ٻيو ڀيرو ويس تہ مون سان گڏ دنيا جي قديم آثارن جي گهري نظر
رکندڙ اسڪالر عڪسي مفتي ۽ مختار علي نير مون سان گڏ هئا. اُتي جتي جتي بہ
وياسين تہ اتي مون انهن ٻن يارن ۽ چين جي اسڪالرن جي واتان الماالتي“ شهر جو بار
بار نالو ٻڌو، جيڪو ڪازخستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي ۽ چين کي ٻنهين ويجهو آهي،
جڏهن بہ ڪازخستان جي انهي شهر جو نالو ٿي نڪتو تہ مون کي لڳو تہ جيڪڏهين
انهن اسڪالرن کي ڪنپ نڪري اچن تہ ڪوُ سپ ڪجهہ ڇڏي اڏامي وڃي الماالتي مان
نڪرن. منهنجي بنيادي دلچسپي قديم آثارن جي مقابلي ۾ جيئرن جاڳندڙن انساني
رشتن ۾ آهي، پر اسڪالرن الماالتي جو ذڪر ايترو گهڻو ۽ ڀرپور ڪيو، جو منهنجي دل
بہ انهي شهر تي اسڙڪي پيئي، واپس وطن ورندي بيجنگ کان اسلام آباد ايندڙ ڇهن
ڪلاڪن جي فلائيٽ ۾ وينس تہ ڪٿين ۾ هوس جو حسب عادت دل جو هڪ ٽڪرو
چين ۾ ڇڏي آيو هوس ۽ ٻيو تہ سنڌ ۾ اچي مون کي سطحي ذهنيت کي بہ منهن ڏيڻو
هو. اوچتو منهنجي نظر سامهون اسڪرين تي پيئي تہ اسڪرين تي هوائي جهاز جي
ڇهنب الماالتي شهر کي ڇهندي نظر آئي، تہ خوش ٿي سوچيم تہ اجهو ٿو جهاز الماالتي
۾ لهي، پر ٿوري دير ۾ جهاز اولهہ طرف رخ رکيو ۽ ڪارا ڪورم جي نيرين ۽ اڇين
چوٽين مٿان گذرڻ لڳو ۽ اسڪرين تي جهاز جي ڇهنب اسلام آباد کي ڇهڻ لڳي تہ
منهنجي خواهش آسمان ۾ ئي ٽنگجي بيهي رهي.

جڏهين سوويت يونين گڏ هئو تہ پکيڙجي لحاظ کان روس کانپوءِ سوويت
يونين جو وڏي ۾ وڏو پرڳڻو ڪازخستان هو. هن وقت وچ ايشيا جو وڏي ۾ وڏو ۽ امير
۾ امير ملڪ ڪازخستان آهي، جنهن جي ڪل پکيڙ27 لک چورس ڪلوميٽر آهي. وچ
ايشيا جو نسبتن سهڻو شهر الماالتي آهي. جيڪو اڃان تائين گهڻي حد تائين محفوظ،
ڌوهارين کان آجو ۽ پرسڪون شهر آهي. هن ملڪ جا اصل رهاڪو ڪازخ آهن، جيڪي
منگولين نسل جا مال چاريندڙ مارو ماڻهو آهن ۽ مال سانگي ڪڏهين هتي تہ ڪڏهين
هتي، وانديون ناهي رهندا آهن. انهن ماڻهن جو نسل تہ منگولين آهي، پر سندن ٻولي

ترڪي ٻوليءَ سان ملي ٿي، پر عجب جهڙي ڳالهه اها آهي تہ ڪازخ پنهنجي ملڪ جا حاڪم هوندي بہ اقليت ۾ آهن. هڪ ڪروڙ سٺ لک جي آبادي ۾ 70 لک ڪازخ، 700 لک روسي ۽ 20 لک ٻين قومن جا ماڻهو آهن ۽ هن وقت اهو ئي مسئلو ملڪ جو وڏي ۾ وڏو مسئلو بڻيل آهي. ڪتابن جي دڪانن کان وٺي بئنڪن تائين، ٻين دڪانن کان وٺي آفيسن تائين، ڊرائيورن ۽ مسترين کان وٺي بجلي ۽ فون هلائڻ وارا روسي آهن. ٻيو تہ ٺهيو، پر ڪازخستان جو تعارف ڪرائڻ وارا گائيڊ بہ روسي آهن. سربراهہ مملڪت ۽ وزير وڏا تہ ڪازخ آهن، پر سندن سرڪاري گلشن جو ڪاروبار هلائڻ وارا ڪامورا ڪٽا روسي آهن. ٿلهو الماتي شهر ۾ اوهانکي جيڪڏهن ڪازخن جا ڪجهہ ڪٽا ڳولي لڀا آهن تہ ڪنهن بہ خاص سرڪاري عمارت جي اڳيان بيهو تہ عمارت جي اڳيان اوهان کي ڪجهہ سپاهي اڳتي پوئتي مارچ ڪندا نظر اچن تہ پڪ سمجهو تہ اهي ڪازخ آهن. روسي صحافڻ ييلنيا سرگئي جو چوڻ آهي تہ "ڪازخ ڳوناٽا، پوئتي پيل، مسڪين ۽ گهٽ پڙهيل ماڻهو آهن، انهيءَ ڪري هو ڊاڪٽر ۽ انجنيئر يا واپاري ٿي ئي نٿا سگهن. ڪازخ، اول تہ مال چارڻ ۽ گوشت کائڻ جو ڏنڌو ترڪ ڪري ڳوٺ ڇڏڻ لاءِ تيار ناهي، پر جڏهين هو ڳوٺ ڇڏي ٿو تہ سندس ٻي محبت هٿيار ۽ يونيفارم آهي. انهي ڪري هو مڪمل حاڪم بڻجڻ ٿو گهري." ييلينا جي انهيءَ ڳالهہ مان اها ڳالهہ پڌري پٽ پيئي آهي تہ ڪازخ کي پنهنجي ملڪ جي مڪمل مالڪي مليل ناهي.

ڪازخستان ۾ روسين جو پهريون ريلو 1773ع ۾ وهي آيو. جڏهين زار جون فوجون ڪازخستان کي منگوليا جي حملي کان بچائڻ جو بهانو بڻائي، هن ملڪ ۾ گهڙي آيون، پر ٻيو وڏو ريلو تڏهين آيو، جڏهين عالي جا اسٽالين ڪريملن جو تخت سنڀاليو. هن وقت صورتحال اها آهي تہ ٽامي، ڪوئلي، تيل، زراعت ۽ چوپائي مال جو گهڻ هئڻ ڪري ملڪ امير آهي، روسين جي هٿ ۾ ڊالر، ڪازخ جي هٿ ۾ هٿيار آهي ۽ سوشلزم جي جڳهہ قومپرستي والاري رهي آهي. جهيڙو تہ ڪڏهوڪو مچي وڃي ها، پر حڪومت اڃان مضبوط آهي، جيڪا روسين جي هٿ جي وڃا مان هٿ نٿي ڪڍي ۽ ڪازخ جي هٿيار کي آڏي آيل آهي، تنهن هوندي بہ روسي سخت پريشان آهن. تہ ڪازخن جي قوم پرست تحريڪ "آزات ، (آزاد) ڪنهن بہ وقت پيڙ بڻجي کين ڪازخستان مان اجلائي ٻاهر ڦٽو ڪندي. روسين جي دل کي ٿورو گهٽو ڏيِ انهيءَ ڳالهہ جو بيٺو آهي تہ ڪازخستان جا اتريان حصا، جيڪي روس سان ملن ٿا . اتي روسين جو زور آهي ۽ پيلسٽن سندن مدد ڪرڻ جي پوزيشن ۾ آهي. اتان جي ماڻهن توڙي اتي ايندڙ مغرب جي صحافين جو خيال آهي تہ وڏو ممڻ مچندو پر هن بندي جو خيال آهي تہ

هڪ ته ييلسٽن چيچنيا جي جنگي ڏيڍ ۾ به جنگهه قاتل آهي، ٻيو ته سندس صحت انهي هنڌ تي پهتل آهي، جو مڙس اڄ موڪلائي يا سڀاڻ. ييلسٽن جا سنگتي ساٿي انهي خيال جا آهن ته ڪازخستان پري جي ڳالهه آهي. چيچنيا سان ٿي ڳالهه ٻولهه ڪري چند آڇي ڪرائي، روس کي بچائجي ته چڱ لڪ ڪنيئون. ڪازخستان ۾ روسين جي ٽريجڊي اها به آهي ته اهي اهي روسي آهن. جن کي اسٽالين سزا طور ڪازخستان ۾ موڪليو هو. ڪازخ قوم پرستن ته 1982ع ۾ ئي بغاوت جو جهنڊو اڀو ڪيو هو. هاڻي اتان جي سرڪاري زبان ڪازخ بڻجي چڪي آهي. قوم پرستن جي رسالي جي سرڪيوليشن 50 هزار ڪان ٽپي چڪي آهي. آزات تحريڪ جي سرواڻ ماٿيڪل اسماعيلي ڏينهون ڏينهن پنهنجا پير پختا ڪري رهيو آهي. روسي کين چري ٻلا ٿا سمجهن، جڏهين ته ڪازخ انٽيليجنيشيا جي نظر ۾ سندن ليڊر ”عقل جو وير“ آهي. سندس تحريڪ جي ڪري لينن جي جڳهه اويلائي خان والاري چڪو آهي، جيڪو ٻه سئو سال اڳ روسي فوج سان مٿو مٽي تي ڏيئي وڙهيو هو. ميڪسم گورڪي جي جاءِ ڪازخ شاعر آبائي ڪونا بيف وني چڪو آهي، جنهن ويهين صدي جي شروعات ۾ روسين جي خلاف لکيو. هن وقت جو ڪازخن جو ادبي هيرو حاتموف (حاتم) آهي، جنهن 1965ع ۾ ”برف جا واچٽ“ نالي ناول لکيو هو. جنهن ۾ اهو ڄاڻايل هو ته هڪ ڪازخ فوجي ٻي عظيم جنگ ۾ سوويت يونين طرفان وڙهندي نازين جو قيدي بڻجي ٿو. قيدي بڻجڻ ڪانپوءِ ناول جو اهو مرڪزي ڪردار نازين جي عقوبت خانن مان ڀڄي نڪري ٿو. جڏهين واپس پهچي ٿو ته ڪيس دشمن جو جاسوس سمجهي سائبيريا جي عقوبت خانن ۾ قيد ڪيو وڃي ٿو، جتي هو مري وڃي ٿو. انهيءَ ناول جو ليکڪ مددعلي سنڌيءَ جهڙي پيپ ڏاڙهي رکائي هلندڙ حاتموف پنهنجي وطن جي سياسي صورتحال بابت چوي ٿو. ”پورا ٻه سئو سال روسين اسان کي پنهنجي پيرن هيٺيان لتاڙيو آهي، پهرين اسان کان اسان جي زمين ڦريائون، پوءِ اسان کان اسانجي شناخت ڦرڻ جي ڪوشش ڪيائون. سندس اهو به چوڻ آهي ته ڪازخن جي شناخت ٺاهڻ ۾ مذهب جو ڪو به هٿ ناهي.

هت هڪ چٽائي ڪري ڇڏيان، جنهن ۾ گهڻا يار منڊل آهن. اها هيءَ ته ڪازخ ۽ قوزئيق ٻه الڳ قومون آهن. پاڪستان ۾ جيڪو معقول شراب ملي ٿو، اهو ڪازخ ووڊ ڪا نه پر قوزئيق ووڊڪا آهي. قوزئيق روس جي اها خوفناڪ جنگجو قوم آهي، جنهن جي زور تي روس جي زارن جو پورا نو سئو سال ڏاڪو هليو. فرانس مان مينهن واءُ تي اٿندڙ نيپولين بونا پارٽ جي ٽوپي لاهي هٽ ۾ ڏيڻ وارا قوزئيق هئا. هٽلر جي

ويڙهاڪ نازي فوجن کي اسٽالين گراڊ ۾ دفن ڪرڻوارا قوزئيق هئا. خود ڪميونسٽن کي رت جا ڍڪ ڏيندڙ قوزئيق هئا. جيڪي پوءِ پنهنجي ئي قوم جي هيٺين طبقي سان جهيڙي ۾ اچي گوڏن ڀيناَن اچي ويا. جيڪڏهين قوزئيق پاڻ ۾ نه وڙهن ها ته لينن ۽ ٽرانڪسي جي ڏاڙهين ۾ ڦڪ به نه رهي ها ۽ اسٽالين جون مڇيون داڀائو تي وڃن ها ۽ ڪامريڊ سائبيريا کي ياد ڪري روئن ها. قوزئيقن جا پر ڪار ڪنهن کي ڏسڻا آهن ته شولو خوف کي پڙهي. هن وقت اوپر يورپ ۾ جيڪا رشيمن مافيا اٿي آهي جنهن "اٽالين مافيا" کي ماضيءَ جو يادگار بڻائي ڦٽو ڪيو آهي، انهي رشين مافيا ۾ اڪثريت قوزئيقن جي آهي. قوزئيقن جي مقابلي ۾ ڪازخ ويچارا ته مارو ماٺهو هئا. اهي پيو ڳالهه ته وقت جو سبق پڙهي ڪازخن به هٿ ۾ هٿيار کنيو آهي.

سبو بهرحال روسين ۽ ڪازخن جي ڪر ڪٽندڙ جهيڙي سان گڏوگڏ پرائيويٽائيزيشن جي نالي ۾ ڪازخانن جي امير ذرتي کي لٽڻ لاءِ چين ۽ جپان جا سينيون الماتي شهر ۾ لٿل آهن. هيروئن ۽ چرس کي يورپ پار ڪرڻ لاءِ جارجين، مافيا جا ڏاڍا مڙس پاتا وڃن ٿا. روسي ڪال گرلز گراهڪن کي ڦاسائڻ ۾ پوريون آهن، جڏهن ته ڪازخ ڇوڪرين جو رخ رانديبن ڏانهن آهي. تي سگهي ٿو ته اهي ڪازخ ڇوڪريون ايندڙ ڇٽن سالن کان پوءِ اولمپڪ رانديبن جي ميدان ۾ لهن ۽ ڪجهه سونا ٻلا کڻي وڃن.

# ڪرغيزستان

ڪازخستان ۽ ڪرغيزستان جي وچ ۾ جيڪو باردر آهي، انهيءَ باردر تي ڪو به فوجي نه آهي، ڪوبه ڪسٽم آفيسر نه آهي، ڪو به رينجر ناهي، پيو ته ٺهيو ڪو ڇڙو ڇانڊ پوليس وارو به ناهيَ پر انهي باردر کي انهن سيني فورسز کان وڌيڪ طاقتور فورس سنڀاليو بيٺو آهي، جيڪو ڪازخستان تي به پهرو ڏئي ٿوءِ ڪرغيزستان تي به. اهو پهريدار ڇٽو درياءَ آهي. درياءَ جي فلاسافي سنڌ جو هڪ جهونو مهاٽو هن ريت ڪري ٿو. جنهن زماني ۾ سنڌ جي ڄام صادق عليءَ ۽ پنجاب جي ڄام غلام حيدر وائين سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ جي ورهاست جو سودو ڪيو ته مون هڪ پوڙهي مهاٽي کان انهي سودي جي باري ۾ پڇيو ته هن جواب ڏنو. "منهنجا بابل! بادشاهه دريائن جو سودو نه ڪندا آهن، پر درياءَ بادشاهن جو سودو ڪري ڇڏيندا آهن." ته ڪازخستان ۽ ڪرغيزستان جي ماڻهن پنهنجو فيصلو ڇو درياءَ تي ڇڏي ڏنو آهي. انهي درياءَ جي

ڪپرن کپي ڇڏي الماتي ۽ ڪرغيزستان جي گاديءَ جي هنڌ بشڪيڪ جُي وچ ۾ سٺو ڪوهيءَ ۾ ٻرود جي ڇڻن ڏسن ۾ واري جا واڄٽ آهن.“ نابندا تي نا بندي دي ذات.“

ڪرغيزستان ۾ گهڙي ٻڇ پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ جي ڪٽي ڪنهن ڪي آبادي نظر اچي تہ انهي ڪي سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ جن گهرن ۾ وڻ پوڪيل آهن. اهي روسين جا آهن، پر گهرن اڳيان وڻ نہ هجن تہ پوءِ اهي گهر ڪرغيزين جا آهن ۽ فرق صاف ظاهر آهي، اهو فرق ملڪ جي گاديءَ جي هنڌ بشڪيڪ ۾ موجود آهي. بشڪيڪ جي معنيٰ آهي ”گهوڙي جي کير ۾ گهمندڙ مانڌاٽي“ روسي ماڻهو خار وچان انهي مانڌاٽيءِ کي گار طور بہ استعمال ڪندا آهن، اها گار شايع ڪرڻ جهڙي ناهي.

آبادي جي لحاظ کان ڪرغيزستان ۾ مورڳو وڏي ڪچڻي پڪل آهي. 50 لکن جي آبادي ۾ 47 سيڪڙو ڪرغيز آهن ۽ باقي ٻيون قومون روسي سفيد پوشي وارا ڌنڌا ڪندا آهن، ازبڪ هارپو ڪندا آهن. تاجڪ لوهارڪو ڪم ڪندا آهن. خاص ڪري ڇرن ناهڻ جا شاه ڪاريگر آهن ۽ خود ڪرغيز مال چارڻ وارا مارو ماڻهو آهن. اهي قومون سوويت يونين ٽٽڻ کان اڳ بہ اهي ڌنڌا ڪنديون هيون، حاڪمن ڪي ڇڏي (جيڪي وڏي ٺٺ ٺانگر سان رهندا آهن) عام ڪرغيز مسڪين ماڻهو آهن، پر سندن ملڪ ڏاڍو امير آهي. ويهارو سال اڳ عيسڪ ڪل ڍنڍ جي آسپاس آفيم جي ٻوٽن جا باقاعدي سرڪاري فارم هوندا هئا. جيڪي پوءِ آمريڪا جي زور بار پرڻ تي برزنيف ختم ڪرائي ڇڏيا، پر تنهن هوندي بہ اڄ ڪيترائي ازبڪ ۽ ڪرغيز غيرقانوني طور تي آفيم ناهي، يورپ ڏانهن نيڪال ڪندا آهن. هت اهو عرض بہ ڪري ڇڏيان تہ هالينڊ جي حڪومت پنهنجن ماڻهن کي هيروئن جي موتمار نشي کان بچائڻ لاءِ چرس ڇڪڻ ۽ آفيم چوسڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي. ايتريقدر جو هالينڊ جي ماڻهن سيلن تي هلندڙ سلفيون بہ ناهي ورتيون آهن. چرس يا آفيم جو روڙهو انهيءَ سلفيءَ ۾ وجهو بٽڻ آن ڪريوس ۽ سلفيءَ کي سر ڪريو. اهڙي قسم جي سلفي مون پنهنجي اکين سان ڏٺي آهي، موالين جي ڪم جي شئي آهي، بهرحال ڪرغيزستان نڪرندڙ آفيم جو وڏو مارڪيٽ هالينڊ ۽ ان جي آسپاس وارا ملڪ آهن.

هن ملڪ ۾ آباد مختلف قومن جي ٻڙڏاٽيءَ ۾ روسي ڪرغيزي ڪي شڪ جي نگاهہ سان ڏسي ٿو، پر ڪرغيز روسي کان ايترو ڊنل ناهي، ڇاڪاڻ تہ ڪرغيزي وري ازبڪ کي اک ۾ جهليو وينو آهي. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو جون 1991ع ۾ بشڪيڪ شهر کان تقريبا 350 ميل پري اوش علائقي ۾ ڪرغيزين حملو ڪري تقريبن 300 ازبڪ ماري وڌا، پر اها ڳالهہ ڇپر ۾ ئي رهي. سوويت يونين تہ ٽٽي چڪو، پر وڏي ۾

وڏي واقعي کي ڇپر ۾ رکڻ جي جيڪا نفسياتي ڪيفيت پئدا ڪئي ويئي، اها ڪيفيت اجان پنهنجي جاءِ تي موجود آهي. 70 سالن جا پئدا ڪيل انساني رويا بدلجڻ ۾ اجان دير ڪندا. پري نـ وجو رڳو ڇنجهين اڪين واري بيلسٽن کي ڏسو. هيڏو وڏو ماڻهو بيمار ٿو ٿئي تـ اها خبر نٿي پوي تـ همراهـ ڪهڙن حالن ۾ آهي. ڇيچنيا ۾ سندس حڪم ٿو پهچي تـ ڪاڳر تان سندس صحيح غائب آهي. معنيٰ تـ مڙس اڄ سياڻ تي آهي. ٿي سگهي ٿو تـ هيءُ مضمون ڇپجڻ تائين همراهـ هن دنيا تائين پهتل هجي ۽ ٿي سگهي ٿو تـ بيماري جي تازي ڏک مان بچي وڃي، پيرائتي خبر تـ خداوند وٽ هوندي، سو ازبڪن جو اهو قتل نـ رڳو ڇپر ۾ رهيو. پر انهي جهيڙي کي پنجو ڏيڻ ۾ ڪجهـ حڪومت جا ماڻهو ۽ ڪجهـ سموري عرب مان آيل مولوين جا اثر هيٺ آيل ماڻهو ڪنهن حد تائين ڪامياب ويا آهن.

هتي انهيءَ قتل عام جي باري ۾ ڪرغيزستان جي بن هاڪاريل ليکڪن جي راءِ ڏجي ٿي، جو سابق سوويت يونين جي سيني رياستن ۾ اديب ۽ شاعر اجان بـ وڏي شئي آهي. پنهنجي ناٽڪ ”طلاق واري رات“ ۽ ناول ”وقت“ ۾ ڪميونزم تي حملا ڪرڻ وارو ليکڪ ميان قازات اخماتوف چئي ٿو ”ڪميونسٽ پارٽي جي خاص حلقن ۾ پهچڻ ڪانپوءِ مون کي خبر پيئي تـ آئون وچ ۾ ٽنگيل ماڻهو آهيان، سو جيئن مون ڏينهن رات هڪ ڪري لکي ڪميونسٽن کي زور وترايو. ايئن ئي پوءِ مون پارٽي جي خلاف لکيو. اڄڪلهـ منهنجي پوري پوري ڪوشش آهي تـ ڪميونزم جو شڪار بڻيل پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت کي زور وٺايان. اسان ۾ ڪيترائي اهڙا ماڻهو پئدا ٿي پيا آهن، جيڪي چاهين ٿا تـ وچ ايشيا جي پنجن ئي ملڪن کي گڏي پيهر ترڪستان نالي اسلامي مملڪت وجود ۾ آڻيون. پر اهو ملڪ ڪرغيزن لاءِ هڪ ٻيو سوويت يونين بڻجي ويندو. اسان ڪرغيزن کي وڏي وڏو خطرو ازبڪن مان آهي، ازبڪ اسان کي بگهڙن جو اولاد ڪري سڏيندا آهن.“

ٻئي پاسي انهي ليکڪ کان وڌيڪ هاڪاريل ۽ حڪومت جو حامي ڪرغيزي ليکڪ چنگيز ائٽاموف ازبڪن جي قتل عام جي باري ۾ چوي ٿو ”مون کي اها اُميد نـ هئي، منهنجا مارو ماڻهو اهڙو ڪڏو ڪم ڪندا مون کي تـ ٻوڏارون اڇي ويون آهن.“

ڪرغيزي ثقافت ۽ زبان جي ترقي ۽ ازبڪن جي قتل عام جي باوجود اجان تائين هن ملڪ ۾ قومپرستي جي تحريڪ پنهنجيون پاڙيون کوڙي نـ سگهي آهي. اسلام جي نفاذ جي تحريڪ جو نظريو ڪٽي ايندڙ سموري عرب جي مولوين لاءِ ڪرغيزن جي دلين ۾ محبت ۽ عزت پنهنجي جاءِ تي آهي، پر انهن مولوين سڀورن کي صرف

ڏعا جو گهر سمجهڻ وارن ڪرغيزي اسلام جي سياسي تحريڪ جو حصو بڻجڻ لاءِ تيار ناهن، جو هو خود پنهنجن مسلمان پاڙن ازبڪن کان تنگ آهن. پرائيويٽائيزيشن جي رڪيٽ جي باوجود هن ملڪ ۾ سوشلسٽ اڃا به مضبوط آهن. اهي سوشلسٽ پاڻ کي جمهوريت پسند به سڏائين ٿا، پر حقيقت اها آهي ته بوتل ۾ شراب ته سوشلزم جو پريل آهي، پر بوتل تي لڳل لئبل جمهوريت جو آهي. پين جي ڏيڪا سيڪيءَ ۾ لينن جا چونڪن تي ڪڙا ٿيل بت ته پيچي چڪا آهن، پر لينن جو روح اڃان ڪرغيزستان جي فضائن ۾ موجود آهي.

## ازبڪستان

ڌرتي ڌڻ جي زون ۾ هئڻ ڪري، بار بار زلزلن جو شڪار تي تباهه ٿيندڙ ۽ مختلف حملا آورن جي گذرگاهه هئڻ جي ڪري، رڪي رڪي حملا آور فوجن جي گهوڙن جي سنبن هيٺان اچي سنجڻ وارو هي ملڪ اسان ماڻهن لاءِ ايترو اوپرو ملڪ ناهي. اسان جا جهونا ماڻهو هن ملڪ کي ازبڪستان جي بدران "سمرقند بخارا" سڏيندا آهن. دهلي ۾ ته هن ملڪ کي منڍي بادشاهه تيمورلنگ جي حوالي سان ڏسن ٿا، جنهن کي ماڻهن جون سسيون ڪپي سرن جي بدران سسين جا مينار ڪڙا ڪرڻ جو شوق هو. جڏهن ته اسان جي پٽ ۾ هن ملڪ جي عالمن، صوفين، درويشن ۽ فقيرن جي حوالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو يا وري واپار جو مرڪز هئڻ سان سڃاتو وڃي ٿو. ننڍي ڪنڊ جي وڏي ۾ وڏي ناول نگار قرت العين حيدر پنهنجي وسيع، گهري ۽ ڏکهي فيملي ساگا "ڪار جهان دراز هي" ۾ پنهنجا نسلي، جذباتي، فڪري ۽ روحاني ڪانٽا هن ملڪ سان ملائي رت رني آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته اسان جو هڪ عام ۽ سڌو سادو مسلمان به فرقيواريت کي هڪ پاسي تي رکي مڪي، مديني، ڪربلا، مشهد ڪانپوءِ سمرقند بخارا کي پنهنجن روحاني رشتن جي جڙ سمجهي ٿو.

بئي پاسي اسان جي نئين جنريشن ان کي ازبڪستان مان ڪراچي ۾ لڏل عورت جي حوالي سان ڏسي ٿي. فسادن ۽ ماراماري جي سخت ڏکئي وقت ۾ انهن عورتن ڏينهن جو ڪراچي جي مرڪزي ڪمرشل آبادين ۾ پاڻ سان آندل شيون وڪڻندي، شهر جي رونق کي بحال ڪيو. جهونجهڪڙن ۾ وودڪا وڪڻندڙ انهن عورتن رات جو صدر ۽ ان جي آسپاس وارين خالي رهندڙ هوٽلن جي ڪمرن کي پنهنجن جسمن سان آباد ڪري ڇڏيو. جيئن ته ماراماري جي ڪري حڪومت اهو آرڊر ڪيو ته سواءِ ڪن خاص حالتن يا خاص ماڻهن جي ڪراچي شهر جو شناختي ڪارڊ رکندڙ ڪوبه

شهري جيڪڏهن پنهنجي شهر جي هوٽل ۾ ٽڪي ته انهي تي ڪرڙي نظر رکي وڃي. انهي ڪري ڪراچي جي ڪيترن خفتين شهر کان ٻاهر ان آيندڙ دوستن جي نالي ڪمرا بوڪ ڪرائي، پنهنجن دوستن کي به ڏيڇڙ ڪراياٺون ۽ پاڻ به موجون ماڻيائون. هڪڙي ليکي انهن عورتن جي مهابي نسلي تفريق جو غير ماڻهن مان ڪڍڻ ۾ مدد ڪئي، جيڪا اڄ سڌي طرح هئي ۽ اڻلکي هئي. هاڻي سرڪار ازبڪستان مان ايندڙ جوانڙين کي اچڻ کان منع ڪري ڇڏي آهي. البت پوڙهيون پڪيون عورتون واپار وڙي لاءِ اچن وڃن پيون. هتي اهو ٻڌائي ڇڏجي ته عورتن ۾ لڳ ڀڳ چوٿون حصو ازبڪ ۽ تاجڪ عورتن جو آهي، جڏهن ته باقي ٽي پتيون انهن عورتن جون آهن جن جي خاندانن کي اسٽالين روس مان تڙي ازبڪستان ۾ وهاريو هو. اهي عورتون ازبڪ معاشري ۾ ايتريون ته ڳري ويل آهن جو سندن سڃاڻپ ڪرڻ ڏکي آهي. اهڙن معاملن ۾ ٽريفڪ هڪ طرفي نه هلندي آهي، سو ڪيترن ئي شوقينن بهتر کان بهتر جي تلاش ۾ ازبڪستان تاشقند جي طرف رخ رکيو آهي. هتان جي ڪيترن ئي واپارين به اتي وڃي سنهو ٿلهو واپار شروع ڪيو آهي. سستو ملڪ هئڻ جي ڪري شوبزنس جا به ڪيترائي دوست اتي وڃي فلمن ۽ پرائيويٽ سيڪٽر جا ڊراما شوٽ ڪندا آهن. هاڻي ازبڪستان آهستي آهستي مهانگو ملڪ ٿيڻ لڳو آهي. اڳي ويهن هزارن ۾ ڏيڇڙ هوندا هئا، هاڻي ڪيسي ۾ لک کن جا ڪڙڪ نوٽ هجڻ گهرجن.

سمرقند ۽ بخارا اڍائي هزار سال پراڻا شهر آهن، جڏهن ته تاشقند به هزار سال پراڻو شهر آهي. انهيءَ حساب سان هي ملڪ تاريخي طور تي ته شاهوڪار آهي، پر پيدا وار جي لحاظ کان غريب ملڪ آهي. هتي جي خاص پيداوار ڦٽي آهي ۽ اها ڦٽي به اسٽالين جي ڪوششن سان پوکرايل آهي.

هن وقت ازبڪستان جي آبادي ٻه ڪروڙ آهي، جنهن ۾ سوا ڪروڙ ازبڪن جو آهي، ملڪ تي مالڪي به ازبڪن جي آهي، انهي ڪري هتي قوم پرستي جي تحريڪ اٿڻ جا امڪان نه هئڻ جي برابر آهن. ايتري قدر جو جڏهن ڪرغيزستان ۾ ازبڪن جو قتل عام ڪيو ويو ته ازبڪستان جي ازبڪن مڙي نهاريو به ڪونه، جيتوڻيڪ ازبڪستان ۾ مارڻ لاءِ ڪرغيزي موجود آهن.

هن ملڪ جي روايتي مذهبي حيثيت اها آهي ته وچ ايشيا جون ڇاڻايل رياستون پنهنجا پنهنجا مفتي مقرر ڪنديون رهيون آهن. اهي پنج ئي مفتي گڏجي جيڪو مفتي اعظم چونڊيندا آهن، اهو ازبڪستان مان ئي هوندو آهي، اها پريڪٽس ڪميونسٽن به برقرار رکي هئي، پر هاڻي صورتحال اها آهي ته ايران ۽ سعودي عرب جا

ڪيترائي عالم سڳورا هن ملڪ ۾ لڏي آهن. جن جو اثر مقامي آبادي تي تيزي سان پئجي رهيو آهي، ته ملڪ کي اسلامي مملڪت بڻايو وڃي. اها تحريڪ ايتري ته زوردار آهي جو جمهوريت جي نالي ۾ هتان جي سوشلسٽ طريقه ڪار تي هلندڙ حڪومت لاءِ وڏي ۾ وڏو چئلينج آهي. اصلي جمهوريت وارا هتي قومپرستن وانگر نالي ماتر آهن، پر ازبڪن جي بين الاقوامي چرپر، خود چين ۽ پاڪستان جي پرائيويٽ سيڪٽر ۽ پاڪستان جي معرفت مغربي ملڪن جي پرائيويٽ سيڪٽر پهچڻ جون ڪوششون، انهي سيني شين ڊالر کي اهميت ڏيئي ڇڏي آهي، اهو ڊالر پنهنجو سياسي جادو ڏيکاري سگهي ٿو.

هت مقابلو سوشلسٽ حڪومت ۽ عالمن سڳورن جو نه آهي، پر ڊالر جي ريل ڇيل انهن ٻنهين سارين کي هيڏانهن هوڏانهن ڪري سگهي ٿي. افغانستان جو وچ ۾ ٻڙڏڪ نه هجي ها ته هيستائين نهي ويندڙ روڊن واري ڪميونيڪيشن اهو فيصلو هڪ پاسي ڪري ڇڏي ها. ازبڪستان جيئن تاريخي لحاظ کان چونڪ تي بيٺل رهيو آهي، تيئن هينئر به سياسي چونڪ تي بيٺل آهي.

تاجڪستان

دوشنبي جي ايئرپورٽ تي لهندئي ته اهو ڏسي اوهان کي حيرت ٿيندي ته ٻين وچ ايشيا جي ايئرپورٽن جي بدانتظامي جي برعڪس هن ايئرپورٽ تي اوهان کي شائستگي ۽ اعليٰ انتظام ڏسڻ ۾ ايندو. هن صاف ستري ايئرپورٽ تي اوهان کي ڏاڍيون سهڻيون ۽ بااخلاق ڇوڪريون استقبال ڪنديون، اوهان جي خدمت چاڪري ڪنديون. ملڪ ۾ پيٽرول جي کوٽ جي باوجود اهي ڇوڪريون بنا ڪنهن لالچ جي ٽئڪسي هٿ ڪري ڏينديون ۽ هتان جو ٽئڪسي ڊرائيور به اوهان کي غير ملڪي سمجهي ڦرڻ جي بدران، اوهان کي پرديسي سمجهي اوهان جي تون تائين مدد ڪندو. وڏيڪ عجب ۾ وجهندڙ ڳالهه اها آهي ته اهي ڇوڪريون ٽئڪسي هلائيندڙ روسين جي بدران تاجڪ آهن. تاجڪستان سهڻن ماڻهن جو ملڪ آهي، سندن شڪليون منگولن جي شڪلين جي بدران ايرانين ۽ ڏکڻ يورپ جي ماڻهن جي شڪلين سان ملن ٿيون. رک رکاءُ ۽ خلوص سان ڀريل هن قوم جو هڪ عام ٽئڪسي ڊرائيور ازبڪن سان پنهنجي پيٽ ڪندي چوي ٿو "ازبڪ واپاري آهي، اسان شاعر آهيون" تاجڪستان جي گادي جو هنڌ دوشنبي سينٽرل ايشيا جي ٻين شهرن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ صاف سٿرو، کليو، پر فضا، جديد ۽ سهڻو شهر آهي. ڦوهارن وارو هي شهر 1924ع ڌاري پنجاسي کن گهرن تي ٻڌل هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو هو، جتي هر سومر تي مال جي پڙي لڳندي هئي. انهي ڪري تاجڪ

لفظ "دوشنبي" جي معنيٰ آهي "سومر جو ڏينهن" سنڌي ۾ هن شهر کي "سائو سومار" چئجي ته به عيب ناهي.

سينٽرل ايشيا جي هن قديم ترين قوم جو هيءُ ملڪ 900 سال اڳ تائين "فارس" نالي ملڪ سڏيو ويندو هو. جنهن ۾ موجوده ايران به شامل هو. بو علي سينا، عمر خيام، روڪي فردوسي اصل نسل جي لحاظ کان تاجڪ هئا. سمرقند ۽ بخارا به تاجڪستان جا شهر هئا، پر سوويت يونين نهڻ کانپوءِ اهي ٻئي تاريخي ۽ تاريخ ساز شهر تاجڪستان کان ڦري ازبڪستان جي حوالي ڪيا ويا.

مولوين، عالمن، شاعرن ۽ سهڻن ماڻهن جو هيءُ ملڪ يورينيم، سون، چاندي ۽ ٽامي جي ذخيرن سان پر آهي ۽ ڦٽي جو فصل به هت جام ٿئي ٿو. انهيءَ حساب سان ملڪ ته امير آهي، پر هتان جو عوام اڃان تائين غريب آهي، پر اڳتي هلي اها پيداوار هتان جي ماڻهن کي سکيو ستابو بڻائي ڇڏيندي. هن ملڪ ۾ اڪثريت تاجڪن جي آهي، پر ملڪ جي ٻنهين باردرن تي سياسي مانڌاڻ متل آهي. واديءَ فرغنه جا سمرقند ۽ بخارا شهر آهن ته ازبڪستان ۾، پر انهي علائقي ۾ اڪثريت تاجڪن جي آهي ۽ ڏک جهڙي ڳالهه اها آهي ته تاجڪن کي جيڪي شناختي ڪارڊ مليل آهن، انهن ۾ ڪين "ازبڪ" ڄاڻايو ويو آهي. ٻي ڳالهه ته تاجڪ پنهنجا جمالياتي، روحاني ۽ جذباتي لڳ لڳاپا فرغنه کان ٽوڙي نٿا سگهن. انهي ڪري تاجڪستان ۽ ازبڪستان ۾ ايترو ٺاهه ناهي. باردر تي ڇڪ وات ٿيندو رهي ٿو. جيڪو وڌ وڌي تي سگهي ٿو. ٻئي پاسي افغان اسمگلرن جي تاجڪستان مان گهٽي اچ وڃ رهي تي ته افغان نه رڳو تاجڪستان مان لنگهن ٿا، پر ڪيترائي افغاني اتي آباد تي رهيا آهن. اتي آباد ٿيڻ کانپوءِ هو اتي ناجائز قسم جا ڌنڌا ڌاڙيون به ڪندا آهن ۽ ارهه زورائي به. تاجڪ نفيس ماڻهو آهن، جڏهن ته افغان ڇڙهت ڪرڻواري قوم آهي. ٻنهين قومن جا اهي اجتماعي نفسياتي لاڙا پاڻ ۾ ٽڪرجن ٿا. ڳالهه رڳو ايستائين پهتل ناهي، پر افغانستان ۽ تاجڪستان جي باردر تي افغان ڏاڍ مڙسي ڏيکاريندا رهن ٿا. انهي ڪري ٻنهين ملڪن جي وچ ۾ جهڙپون ٿيون آهن، جيڪي هتان جي اخبارن ۾ به ڇپيون آهن. سينٽرل ايشيا جي ٻين ملڪن جا ماڻهو روسين جي رڙ ڪندا آهن، پر تاجڪن کي پنهنجي پاڙيسري ملڪن سان شڪايت آهي. انهي ڪري تاجڪ روسين جي معاملي ۾ ٿڌا آهن، جيتوڻيڪ روسي به چڱي خاصي تعداد ۾ چڱن خاصن ڌنڌن ۾ مشغول آهن. تاجڪ قومپرست شاعر مومن ڪانوئٽ چوي ٿو، "روسين جي نظر ۾ اسان جهنگ جا اهڙا ماڻهو هئاسين، جن کي سڌارڻ جي ضرورت هئي، روسين جي انهيءَ سوچ اسان کي بيحڙو ڪيو ۽ نقصان

ڏنو. پر انهي جي باوجود اسان کي اها ڳالهہ مڃڻي پوندي تہ هنن اسان جي ملڪ ۾ جدت آندي، جنهن مان اسان کي فائدا بہ پهتا. روسين جي انهي چڱي عمل کي پٺ ڏيڻ بہ مناسب ناهي"

هتان جي حڪومت توڙي حڪومت جا مخالف ڌڙا مادريٽ آهن، انهي ڪري هتان جا قومپرست پنهنجي تحريڪ هلائڻ جي بدران مختلف سياسي ڌڙن ۾ موجود آهن، جتي ڪين قبول ڪيو وڃي ٿو. پر هتان جي انٽيليجنيشيا جي اڪثريت ڊيموڪريٽ پارٽي سان آهي، جنهن لاءِ حڪومت مخالفت جي باوجود نرم گوشو رکي ٿي. ڊيموڪريٽ پارٽي جو اڳواڻ شاد مان يوسف آهي. شاد مان يوسف اقتصادي ماهر آهي، جنهن 1988ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي ڇڏي ۽ 1990ع ۾ جمهوري پارٽي جو بنياد وڌائين، معمولي قسم جي سادي آفيس ۾ رهندڙ شادمان يوسف چوي ٿو "ٻاهر جا ماڻهو الائي ڇو ٿا چون تہ هت اسان وٽ ڪميونزم جو موت اچي ويو آهي، ڏاڍي اجائي ۽ بيوقوفي جي ڳالهہ ٿا ڪن، ڪميونسٽ پارٽي تہ اسان وٽ هڪ اهڙي ماڻهو جي مثل آهي، جنهن کي مٿي ۾ ڏڪ هنيو ويو آهي، جنهن ڏڪ هنيو اهو تہ ڏڪ هڻي الائي ڪيڏانهن هليو ويو، پر جنهن کي ڏڪ لڳو اهو مئو تہ ڪونہ، ڪميونسٽ پارٽي اڃان زنده آهي. اسان جي ميمبرن جو تعداد 1500 آهي، جڏهن تہ ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبرن جو تعداد 70 هزار آهي، وٽن لڪل هٿيار بہ وڏي تعداد ۾ موجود آهن" شاد مان يوسف جي انهن لفظن مان صاف ظاهر آهي تہ تاجڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي هڪ وڏي طاقت آهي.

حڪومت، ڪميونسٽ پارٽي ۽ جمهوري پارٽي کي ڇڏي هتي بہ اسلامي ڌڙا بہ موجود آهن. وڏي اسلامي ڌڙي جو اڳواڻ حاجي قاضي اڪبر ترادون زاده آهي. قاضي اڪبر جي عمر 40 سال آهي ۽ ستن ٻارن جو پيءُ آهي، اردن ۾ تعليم حاصل ڪيائين، تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ سڄي يورپ ۽ آمريڪا جو دؤرو ڪيائين. ڪميونسٽ پارٽي سان شروع کان ونئي ناهہ ۾ نہ رهيو. هن وقت 130 مسجدن جا امام سندس هٿ هيٺ آهن، جتي جام تاجڪ نماز پڙهڻ ۽ خطبا ٻڌڻ ايندا آهن. اسلام آباد جي اسلامي يونيورسٽي سان سندس گهاٽا لڳ لاڳاپا آهن. قاضي اڪبر صاحب پنهنجو اسلامي نڪتہ نگاهہ هن ريت بيان ٿو ڪري "هن وقت اسان مڪمل طور تي آزاد آهيون، سياست ۽ مسجد کي الڳ رکڻ ۾ اسان سميت سڀني سياستدانن جي ڀلائي آهي. جڏهن اسان پنهنجي جمهوري رياست قائم ڪري چڪا آهيون تہ هاڻي جيڪا انهي رياست جا اصول ۽ قائده قانون آهن، انهن جو اسان کي احترام ڪرڻ گهرجي. سياسي طاقت مولوين جي

هٽن ۾ ڏيڻ جي بدران مختلف شعبن جي ماهرن جي حوالي ڪرڻ ڪپي، سياستدانن جو ڪم آهي، هن جهان ڪي سڌارڻ ۽ اسان جو ڪم آهي موت ڪانپوءِ ايندڙ جهان ۾ انسان کي سرخرو بڻائڻ لاءِ عبادت ڪرائڻ يا اسلام جي پنجن فرضن ڪي عمل ۾ آڻڻ. ڪجهه ماڻهو چون ٿا ته سينٽرل ايشيا جي پنجن ئي رياستن ڪي گڏي اسلامي مملڪت بڻائي وجي، پر آئون انهيءَ ڳالهه جي حق ۾ ناهيان. ڇاڪاڻ ته پوءِ اها اسان لاءِ سوويت يونين وانگر ٻي شهنشاهيت بڻجي ويندي. اسان ڪي هاڻي ڪنهن به شهنشاهيت جي ضرورت ناهي. ڪميونسٽ شهنشاهيت آخري شهنشاهيت هئي. انشاءُ الله تعالي.“ ته هڪڙو مذهبي ڌڙو اهو آهي، جيڪو مذهب ۽ سياست کي الڳ رکي ٿو.

ٻئي اسلامي ڌڙي جي اڳواڻ جو نالو محمد شريف آهي. پارٽي جو نالو آهي ”تجديد اسلام پارٽي“ اها پارٽي 1990ع ۾ وجود ۾ آئي ۽ پارٽي جو اثر رسوخ سوويت جي سيني سابق مسلم رياستن ۾ آهي. تاجڪستان ۾ انهي پارٽي جا ڏهه هزار سر قربان ڪرڻ وارا ميمبر آهن. قاضي اڪبر وانگر محمد شريف ڇاليهن جي پيٽي ۾ آهي ۽ هڪ رعبدار شخصيت آهي ”مغربي جمهوريت جي مقابلي ۾ اسلامي جمهوريت وڌيڪ ترقي يافته آهي ۽ وڌيڪ شريفانه آهي. اسان عورت ڪي برقعي ۾ قابو ڪرڻ جي حق ۾ ناهيون، عورت ڪي صرف پنهنجي ڇاتي ۽ مٿو ڍڪڻ گهرجي. اسان تي اهو الزام غلط آهي ته اسان عورت ڪي غلام بڻائڻ ٿا چاهيون، عورتن ڪي غلام ته ڪميونسٽن بڻايو هو. اسان عورت ڪي آزادي ڏيڻ چاهيون ٿا ته هو پنهنجن مڙسن سان گڏجي ڪڻڪين جي فصلن ۾ ڪم ڪن، محنت ڪن ۽ ملڪ ڪي ٺاهين.“

ته هن وقت تاجڪستان جي اها سياسي صورتحال آهي، ايندڙ وقت جي خبر رب ڪي آهي. باقي ايترو عرض ڪري ڇڏيان ته عام تاجڪ حاجي قاضي اڪبر ڪي ۽ سندس ساٿي مولوين ڪي دعا جو گهر سمجهي، سندن عزت وڌيڪ ٿو ڪري ۽ سندن امامت ۾ نماز پڙهي ٿو. گڏوگڏ سياسي طور تي هو پنهنجي لبرل سوشلسٽ حڪومت مان خوش آهي، عام تاجڪ وانگر هتان جي حڪومت جو رويو نرم ۽ شائسته آهي. اها حڪومت نه جمهوري تحريڪ ڪي تنگ ٿي ڪري نه اسلامي جمهوريت جي حامي مولوين سان ڪونس ڪري ٿي، نه ڪميونسٽن ڪي ناراض ڪري ٿي ۽ نه ئي افغان اسمگلرن ڪي ڪجهه چوي ٿي. افغانستان جي سرحدن تي جيڪي جهڙپون ٿين ٿيون، آهي به تڏهن ٿين ٿيون، جڏهن افغان زوري تاجڪن جي ڳچي ۾ پون ٿا. سرحدن تي بيٺل تاجڪ فوج ”صبر جنين جو سير، تير نه ڪسي تن جو“ قسم جي آهي، انهي ڪري هن ملڪ جون سرحدون مضبوط آهن.

# ترڪمانستان

هڪڙو اکر ٿيندو آهي "مسڪين" ۽ مسڪيني کان ٻه جيڪو ماڻهو هيٺ ٿئي ٿو انهي کي چوندا آهن "پيڙهيڙهه." ترڪمانن جي مالي پيٺ جيڪڏهن وچ ايشيا جي ٻين ملڪن سان ڪبي ته هتان جو ماڻهو پيڙهيڙهه آهي ۽ ملڪ مسڪين آهي، جتي ٿوري گهٽي ڦٽي ٿئي ٿي. ترڪمانن جي گهڻ اجان به مال چاري ٿي، غاليچا اڻي ٿي ۽ "پڪا جي پنو هارن جا" ۾ رهي ٿي. غربت جي باوجود رياست مضبوط آهي، چاڪاڻ ته هتان جي چاليهن لکن جي آبادي ۾ 75 سيڪڙو ترڪمان آهن ۽ غربت جي ڪري ٻين ملڪن جي مٿس اک ناهي.

رب سائين جا به وڏا ڪيل آهن، وقت جو طوفان الائي ڪنهن کي ڪٿي ڪٿي وڃي سٽي ٿو. هڪڙو وقت اهو هو جڏهن ترڪمانن جو نالو ٻڌي ٻين قومن جو رت سڪي ويندو هو. تاريخ ۾ هي قوم وڏي جنگجو قوم آهي، جنهن جون تلوارون ڪنوڻ وانگر ڪجنديون هيون. تير مينهن وانگر وسندا هئا. سندن گهوڙن جو پير جتي به پوندو هو ته زمين ٻري اٿندي هئي، پر وقت جي گهوڙي اڳيان هر ڪو لاچار آهي. ترڪمانن پنهنجو آخري پڙڪو تڏهن ڪاڊو جڏهن 50 هزار گهوڙي سوار ترڪمان پنهنجن اخليتن نسل جي گهوڙن تي چڙهي وڄ وانگر اٿيا، پر اسٽالين جي فوج جي مشين گنن جي منهن مان مينهن وانگر وسندڙ گولين جي سامهون اچي سٽجي ويا ۽ ترڪمان سوويت يونين جي قبضي ۾ اچي ويا. ڳالهه اجان اتي ڇيهه ڪانه ٿي ڪري، ٻي عظيم جنگ ۾ سوويت يونين جي فوج جي حيثيت ۾ 55 هزار ترڪمان جرمن فوجن سان وڙهندي ماريا ويا. تنهن کانپوءِ ملڪ ۾ وڏو زلزلو آيو، جنهن ۾ ڏيڍ لک کن ترڪمان مٽي ماءُ حوالي ٿي ويا. هن وقت ترڪمانستان ۾ گهري خاموشي ڇانيل آهي، هتان جي عورتن اجان گهگهيلي آهي. گهگهو پائي ٿي ۽ مٿي تي رومال ٻڌي ٿي ۽ مال جي سار سنڀال لهي ٿي. سندن گادي جي هنڌ واري شهر "اشڪ آباد کي روسي عورت رونق بخشيو بيٺي آهي، ترڪمان جي اڪثر حڪمرانن جي گهر ۾ زالون روسي آهن.

حڪومت کان علاوه هتي هڪ ننڍي جمهوري پارٽي آهي، جنهن جو هر وقت مرڪندڙ ليڊر عق محمد ويلسپار به ننڍي عمر جو آهي، جنهن جي عمر وڏ ۾ وڏ ٽيهارو سال هوندي. گهڻي دار وارن هيءُ شاعر ۽ نثر نويس مزاج جي خيال کان، ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي انداز ۾ سنڌ جي مير ٽيبي جي ٻي شڪل آهي.

ترڪمانستان جو هيءُ مير تيبو سڌي سڌي ڳالهه ٿو ڪري ته ”ترڪمانستان جي باري ۾ مون کي ڪا به خوش فهمي نه آهي. ڪميونزم جي کنڊرن مان اسلامي حڪومت جنم وٺي رهي آهي، جيڪا آئون اکين سان ويٺو ڏسان. اسلامي حڪومت جي نظر ئي جي مضبوط پيڙهه اڳيئي هت پيل آهي. مثال جيڪي حڪومت جا پار پيا ڏسجن ته اچ نه، ته سڀاڻي هي اسلامي حڪومت قائم ٿي ويندي. اسان جي پارٽي پڙوچڙ ۽ اسان جو تعداد اٽي ۾ لوڻ جي برابر آهي“ سو اهي آهن سينٽرل ايشيا جون خبرون. هنن ڳالهين کي ڪو ڳاڙهي رنگ جي يا سائي رنگ جي يا پيلي رنگ جي عينڪ پائي پڙهي، ته اهو انهي جو حق آهي، ڪنهن به رنگ جي عينڪ پائڻ بنيادي انساني حق آهي.

# پارلياميںٽ ۾ منھنجا ڪجھ سال

## خشونت سنگھ

(خشونت سنگھ جي بدنام زمانہ ڪتاب "سيڪس، اسڪاچ ۽ اسڪالر شپ" جو ھڪ دلچسپ باب)

ھيءَ ڳالھ اپريل 1980ع جي ھڪ شام جي آھي. انھي زماني ۾ آئون پندرھن روزہ رسالي New Delhi جو ايڊيٽر ھوس. انھي شام جو مون کي وزير داخلہ گياني ذيل سنگھ (جيڪو پوءِ ڀارت جو صدر بہ ٿيو) فون ڪيو تہ "مبارڪون ھجنئي تنھنجو نالو راجيہ سڀا جي ميمبري لاءِ رٿيو ويو آھي." ائين ڇئي ھن منھنجي مٿان ٿورو ٿڦيندي چيو "مون کي تو ۾ پڪ آھي تہ تون انڪار نہ ڪندين جو مون کي اجا ضدر صاحب سان بہ ھيڪا ھيڪي ڪرڻي آھي."

اصل ۾ ڪجھ ڏينھن اڳ مون کي ڪٽرڪ پڻجي وئي ھئي تہ مون کي اھڙو سڏ ٿيڻ وارو آھي. ذيل سنگھ جي فون کان ڪجھ ڏينھن اڳ مون کي اندرا گانڌيءَ جو نياپو مليو ھو تہ ھو مون کي مھاراشٽرا مان لوڪ سڀا جي سيٽ تي چونڊن ۾ بيھاري رھي آھي پر جڏھن اميدوارن جي لسٽ پڌري ٿي تہ منھنجو نالو نہ ھو. پر ھن ڀيري جيڪو مون کي راجيہ سڀا جي ميمبري ڏيڻ جو واعدو ڪيو ھو، اھو اندرا گانڌيءَ جي بدران سنجئہ گانڌي جو واعدو ھو. ۽ مون کي خبر ھئي تہ سنجئہ گانڌي پنھنجن واعدن تان ڦرڻ وارو ناھي. انھي وقت مون کي ڪو بہ اھڙو وھم نہ ھو تہ ڪو آئون وڏو ليکڪ يا صحافي آھيان. ملڪ ۾ مون کان ڪيترائي وڏا اديب ۽ شاعر موجود ھئا. انھيءَ ۾ ڪو شڪ ناھي تہ دي السٽريٽڊ ويڪلي آف انڊيا جي ايڊيٽري دوران مون وڏو نالو ڪمايو ھو پر انھي وقت بہ ملڪ ۾ مون کان وڏا ڪٽرپيل صحافي موجود ھئا. سو مون

ڪي جڏهن راڄيہ سڀا جي ميمبري نہ ملڻ جي پڪ ٿي تہ مون ايتري گهٽي خوشي ٿي.
جيتري ڪنهن ٻار کي سنڌس سالگره جي موقعي تي پنهنجي پسند جو رانديڪو ملڻ تي خوشي ٿيندي آهي. پهرئين ڏڪ ۾ سٽ ڏيئي فون ڪٽي گهر واري کي خبر ٻڌايم جنهن وري پٽس ۽ ڌيٽس ٻنهي فونون ڪڙڪايون. گهر واري کي اطلاع ڏيئي سڌو آفيس پهتس. اتي پهچي لفٽ هلائڻ وارن پٽيوالن، ڪلارڪن ۽ مئنيجرن کي وڏا وڏا ٻڪ وجهي، تاڙ هڻي، رڙيون ڪري ڪين مبارڪون ڏنيم تہ ميمبر ٿيو ٿيان. آفيس مان ٿي سڌو 90 سالن جي پوڙهي ماءُ جي گهر پهتس. ڪيس ننڊ مان اٿاري خوشخبري ٻڌايم. سنڌس اکين ۾ خوشيءَ وچان لڙڪ اچي ويا ۽ ڳلن تان ڳوڙها ڳاڙيندي چيائين "جي پٽهين جيئرو هجي ها تہ اها خبر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿئي ها." اصل ۾ بابو سائين اڌ صدي اڳ انگريزن جي وقت ۾ اپر هائوس جو ميمبر رهي چڪو هو.
شام جو جيئن ئي آل انڊيا تان نون ميمبرن جي نالن جو اعلان ٿيو تہ فون جي گهنٽي مٿان گهنٽي وڄڻ لڳي ۽ ڏٺم تہ مبارڪن مان منهنجي سڳهي جند ڇٽڻي ناهي ۽ آرام پيو حرام ٿئي، سو هڪ ڏينهن رکي ٻئي ڏينهن صبح جو ماٺ مانوڙي ۾ گهران نڪري ڪسوليءَ هليو ويس. جتي منهنجو سمر هائوس هو. اتي وڃي آرام نصيب ٿيو. پوري مهيني کان پوءِ قسم نامي جي گڏجاڻي ٿي. ٻين سيني هائوس ۾ ڀڳوان جو نالو کڻي قسم کنيو. جڏهن تہ مون قسم کڻڻ وقت ڀڳوان کي وچ ۾ آڻڻ کان انڪار ڪيو. جڏهن آئون پنهنجي سيٽ تي ويٺس تہ خوشيءَ وچان منهنجا پير ئي زمين تي نہ پيا لڳن پر اها خوشي ميمبري ملڻ جي نہ هئي. مون سان گڏ جنهن شخصيت کي سيٽ ملي، انهي تي آئون ڪاليج جي زماني کان ڪنل هوس، اها شخصيت هئي فلم ايڪٽريس نرگس، جنهن کي آسمان ۾ پئي ڳوليم پر ملي وئي زمين تي.
راڄيہ سڀا جي ميمبريءَ جي سيٽ تي ويهڻ وقت مون اها ڳالهہ رٿي ڇڏي هئي تہ پهرئين سيشن ۾ مون کي پنهنجي زبان بند رکڻي آهي ۽ خاموشيءَ سان ڪارروائي جو جائزو وٺڻو آهي، پنهنجو پاڻ کي هائوس جي معاملن ۽ مامرن تي هيرائڻو آهي ۽ ميمبرن کي ناهي ٺوڪي اک مان ڪڍڻو آهي تہ ڪير ڇا آهي. مون پنهنجو پاڻ تي جيڪا پابندي هڻي رکي هئي اها پهرين هفتي ۾ ٽوڙي ويهي رهيس. هڪ صبح جو جيئن ئي هائوس ۾ داخل ٿيس تہ مون کي آر ڪي ڌون جي چٽ ملي تہ اندرا گانڌي ڪنهن ضروري ڪم سانگي انتظار پئي ڪري. هڪدم وٽس پهچ، اطلاع مليو تہ

ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبر مون تي اندرا گانڌي جو چمچو هئڻ جو الزام هنيو آهي ۽ مون کي انهي جو ڪڙڪي سان جواب ڏيڻو آهي. ايئن مون کي هال ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن اهم قومي مسئلي تي ڳالهائڻ جي بدران پنهنجو بچاءُ ڪرڻو پئجي ويو ته آئون نه نااهل آهيان ۽ نه ئي وري اندرا گانڌي جو چمچو. ڪنهن خاندان سان لڳ لاڳاپو رکڻ بي ڳالهه آهي ۽ چمچه گيري ڪرڻ بي ڳالهه آهي. آئون ايترو به ويل يا ڪريل ماڻهو ناهيان. تقرير ڪندي مون ايل ڪي آڏواڻيءَ جي تقرير جو به حوالو ڏنو جنهن ۾ هن منهنجي اها واڪاڻ ڪئي هئي ته جڏهن آئون صحافي هوس ته اندرا گانڌي ايمرجنسي هٽي جن ماڻهن سان جٽ ڪئي هئي ۽ جهلرايو هٿائين، انهن ماڻهن جي آئون ڪم آيو هوس. مون اها به ڳالهه ڪئي ته پيبيش گپتا منهن تي ڳالهه ڪرڻ جي بدران پرپٺ مون تي گند اڇلايو آهي انهي ڪري پنهنجا لفظ واپس وٺي، هو جيڪڏهن پنهنجا لفظ واپس وٺندو ته آئون وڏي خوشي سان ساڻس هٿ ملائڻ لاءِ تيار آهيان. انهي تي پيبيش گپتا پنهنجا لفظ واپس وٺڻ جي بدران چيو "آئون ڪميونسٽ آهيان ۽ اسان پنهنجا لفظ واپس نه وٺندا آهيون." سندس انهي ڳالهه تي مون کي باهه وٺي وئي پيون بوليون وسري ويم ۽ پنهنجي زبان پنجابيءَ مان واڳون ڪڍي ڇڏيم. سندس گهر جي عورتن جي سٿڻ پيڙهين مان چڙهي ويس ۽ گارين جو زيپٽ لائي ڏنومانس نه ڇڏي مانس ماءُ نه ڀيڻ. ڪميونسٽ پارٽي جا سڀ ميمبر اٿي بيٺا ۽ گوڙ ڪري وڏائون ۽ سخت احتجاج ڪيائون نتيجي ۾ مون جيڪا گارين جا دس چاڙهيا هٿا اهي ڪارروائي مان خارج ڪيا ويا. منهنجا جملا ته خارج ڪيا ويا پر منهنجي دل ٺري پئي. پارليامينٽ ۾ منهنجي پهرئين تقرير چڱ مڙسي واري نه نڪتي. حقيقت ته اها آهي ته منهنجي انهي تقرير سٺو تاثر نه ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته گپتا جي ميمبر جي حيثيت ۾ وڏي ساک قائم ٿيل هئي. پر انهي هوندي به هن پرپٺ جيڪو مون کي ڏنگ هٽي ڪڍيو هو انهي ڪري انهي ڏينهن کان پوءِ مون ساڻس ڳالهائڻ ۽ هٿ ملائڻ بند ڪري ڇڏيو. گپتا بيمار ماڻهو هو ۽ سنت ئي گذاري ويو.

پيلو مودي (Zulfi my friend جو ليکڪ) مون کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. تقرير ڪرڻ جو شاهه ڪاريگر هو. سندس جملا گوليءَ وانگر سندس زبان مان نڪرندا هٿا. البته سندس اها بدقسمتي هئي جو هو ٿرڙن، مشڪرن ۽ رننگ ڪامينٽريءَ وانگر تقرير ڪندڙ نڙ نڙ گوپال قسم جي ميمبرن کي منهن ڏيئي نه سگهندو هو. جو سندس

گهرا جملا انهن ميمبرن جي مٿي مٿان لنگهي ويندا هئا تنهن هوندي مدعي سست ۽ گواهه چست قسم جي چمچن ۽ هڪ ٽرو ميمبر جي ڪي جين جي جواب ۾ اهڙا جملا ڇڪي هٽندو هو جو سڄو ايوان ڪل ۾ رڙهي ويندو هو. افسوس جو پيلو مودي جو اوچتي موت ڪري ايوان ٺهڪن کان وانجهو رهجي ويو.

اپوزيشن جي ميمبرن مان ايل ڪي آڏواڻي، جسونت سنگهه، حڪم نارائڻ، ديو ياديو، لارڊلي، موهن سنگهه ۽ دنيش گوسوامي ڳالهائڻ جا ست واتيون بلائون هئا نون ميمبرن مان وري جڏهن لليتا سنو ڳالهائيندي هئي. جڏهن لليتا هندستاني حسن جو اڻ لڀ نمونو هئي. وڏي محنتي قسم جي ڇوڪري ۽ تقرير ڪرڻ جي ماهر هئي. منجهس هڪڙي خامي هئي جو ايوان مان گهڻو وقت غير حاضر رهندي هئي. اهڙي ساڳي طرح مارگريٽ الوا به اٿر ڇڏيندڙ مقرر هئي پر جنهن ڏينهن حزب اخلاف ڇڏي حزب اقتدار ۾ آئي. انهي ڏينهن کان سندس تقريرن مان هوا نڪري ويئي. اهو ساڳيو حشر ستيه پال ملڪ سان ٿيو. جڏهن هن لوڪ دل پارٽي ڇڏي. باقي ڪانگريس ۾ حالُ نه هو. منجهن ڪافي عورتون به هيون جيڪي ايوان ۾ اچي رڳو ڪانگريس جو نمبر وڌائيندڙيون هيون. امرجيت ڪور سٺي پارليامينٽيرئن هئي ۽ ايوان ۾ اچي لاڳيتو لڪيل ۽ ٺهيل نڪيل تقريرون ڪندي رهندي هئي. ٽلهي چمڙي وارو ميمبر ڪلپ نات راءِ، جيڪو اڳتي هلي وزير بڻيو. انهي جو رويو وري ٺپ اٺوٽندڙ هو. انهي ڪري چيئرمين ڪيس گهڻو ڳالهائڻ نه ڏيندو هو. سندس دوست ستيارام ڪيسري ڳالهائيندو ته هو پر جيڪا ڳالهه ڪندو هو سا چٽڪي هوندي هئي. اسان ۾ ڪجهه ميمبر وري اهڙا هوندا هئا جيڪي ڪنٽرول کان ٻاهر نڪري ويندا هئا. جيئن راميشور پرساد سنگهه هو. جيڪو ڏيٺي نه ونٺي پوائنٽ آف آرڊر تي بيهي رهندو هو ۽ هرويرو هدايت الله جهڙي فراخ دل ۽ اصيل ماڻهو سان وات پوندو هو ۽ پوءِ ٺڪي پٺسي جي ڳالهه تي واڪ آئوٽ ڪري ويندو هو. اڳتي هلي سندس جاءِ سريش ڪلماڊي ورتي، جنهن وٺ انگ اکر ۽ دليل هوندا هئا ۽ اڪيلي سر حڪومت کي اچي نونڻين تي ڪٽيندو هو. ڳالهائڻ ۽ ڏنو ۽ چڙهت ڪرڻ وارو ماڻهو پر سندس تقرير اٿر ڇڏي ويندي هئي. چيئرمين وينڪٽ رامن به ڪيس ڳالهائڻ جو موقعو ڏيندو هو پلي ڇڪي رکي.

مون سان وري اها جٺ هوندي هئي جنهن جي ڪري آئون پنهنجي حيثيت مڃائي نه سگهيس جو هڪ ٻئي پويان جيڪي ميمبر منهنجي پر ۾ اچي ويٺا، اهي

فرشتہ سيرت جنتي ماڻهو هئا . پهرئين مون سان گڏ سهڻي نرگس گڏ وهندي هئي جڏهن نرگس اها سيٽ خالي ڪئي تہ پارٽ جو مشهور شاعر ياگوتي چرن ورما پنهنجي سيٽ ڇڏي منهنجي پر ۾ اچي ويٺو. مون ڪان سينيئر ميمبر هو پر هائوس ڪي هو ڳالهائڻ جي بدران ننڊ ڪرڻ جي آرامده جڳهہ سمجهندو هو. هو ايوان ۾ پهچندو بہ تڏهين هو جڏهن سوالن جوابن جو وقفو هلندو هو ۽ چڳو خاصو گوڙ مچندو هو. اچڻ سان ورما جي مون سان هٿ جوڙ ڪري سيٽ تي ٽيڪجي ننڊ ڪندو هو. هڪ ڏهاڙي هڪ ميمبر مرڪي مرڪي ڳالهائي رهيو هو. سندس مرڪ ۾ گهرائي هئي. مون انهي ميمبر جي مرڪ کان متاثر ٿي ورما جي کان پڇيو، ”انهي ميمبر جو نالو ڇا آهي؟“ تہ جواب ڏنائين، ”پاڻ کي ڪنهن جي بہ نالي ٻالي جي خبر ناهي.“ ائين چئي وري اکيون پوري ڇڏيائين. ڪجهہ مهينن کان پوءِ ورما جي گذاري ويو ۽ سندس جاءِ تي 90 سالن جو سليم علي اچي ويٺو جنهن جي زندگي جو مقصد ئي هو پکين کي چوٽو ڪرائڻ. ڪيس ڏسي منهنجي دل چوندي هئي تہ جي منهنجي عمر جا ڪجهہ سال هن درويش کي ملي وڃن تہ نقصان ۾ نہ ويندس. وڏو الله لوڪ ماڻهو هو.

راجيو گانڌي جي اچڻ کان اڳ راجيہ سڀا پوڙهن ماڻهن جو ايوان بڻيل هو. سندس سراسري عمر پنجاهي کان ٽپيل هئي. انهن ماڻهن پوري اڌي صدي پيڍين ۽ ڪرسين تي ويهي ڏنڊا ڪيا هئا. وهڪ جا ڏنڊا ڪرڻ جي ڪري اڪثر ميمبرن جا هاضما خراب ٿيل هئا. اهي موڪن ۽ پيٽ جي بيمارين ۾ ورتل هئا. ڪجهہ ميمبر مٿن پيشابن جا مريض بہ هئا. انهن ميمبرن ايوان ۾ وڏو مسئلو کڙو ڪري ڇڏيو هو. پيٽ جي بيماري ۽ بدهضمي تہ پنهنجي جاءِ تي پر اسان پارٽ جا ماڻهو پر ۾ ويٺل ماڻهن جي احساسن جو خيال نہ رکندا آهيون. ماڻهن جي احساسن جو خيال نہ رکندا آهيون. ماڻهن جي وچ ۾ ويهي وهڪ واري جاءِ مان نڪاءِ ڪڍڻ عيب نہ سمجهندا آهيون. ڏپ وڃان ڪنهن جو نڪ سڙي تہ پلي وڃي سڙي. اهڙي قسم جا ٽي بي شرم ميمبر منهنجي آسپاس بہ موجود هوندا هئا. هڪڙو ميمبر منهنجي پويان ايچ ايل ڪپور جي پر ۾ ويهندو هو. اهو رکي رکي اهڙا ڦرڙاٽ ڪندو هو، جو لڳندو هو تہ همراهہ زبان جي بدران وهڪ واري جاءِ سان ڳالهائڻ جو عادي آهي. هڪ پيري تہ ايڏو وڏو نڪاءِ ڇڏيائين جو ڪپور اڪتي وڏي مون کي چيو”پارا ايوان کو اهڙو قانون جوڙي نٿو سگهي جنهن ۾ پويان هوا ڇڏڻ ۽ نڪاءِ ڪڍڻ کي غير قانوني ۽ غير پارلياماني فعل سمجهيو وڃي.“

مون انهي ڏينهن سوچي ڇڏيو تہ ميمبري جو مدو پورو ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ چيئرمين ونيڪٽ رامن کي چوندس تہ "پنهنجن خيالن جي اظهار لاءِ وهڪ واري جاءِ جي بدران زبان استعمال ٿيڻ کپي. ۽ اهو بل پاس ڪرايو. پرمنهنجي بدقسمتيءَ اها هئي جو منهنجي پر ۾ هڪ ٻئي پويان اهڙا اشراف ميمبر اچي ويٺا جيڪي پاڙي وارن جي ذاتي آزادي جا سخت حامي هئا تہ جيڪو جتان ڳالهائي انهي کي اتان ڳالهائڻ ڏجي ۽ پنهنجي نڪن جي قرباني ڏيڻ گهرجي.

جيڪي ميمبر هريجن جي ڪوٽا ۾ آيا هئا، انهن کي ايوان جو ڊيڪوريشن پيس سمجهيو ويندو هو ۽ کين انهي اميد سان ميمبر بڻايو ويو تہ هو پنهنجي سنهري خاموشي کي برقرار رکن. هو جڏهن بہ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا کين ايستائين انتظار ڪرڻو پوندو هو. جيستائين ٻين سيني پارٽين جا ميمبر ڳالهائي دنگ ڪن. هائوس خالي ٿي وڃي پريس گئلري ۾ بہ ڇڏا وڃي بچن تنهن کان پوءِ ڳالهائين. انهن غريبن جو اهو حال ڏسي منهنجو مٿو پيو ٻرندو هو. نيٺ مون کان رهيو نہ ٿيو ۽ مون ٻين 17 ڇڙن روشن خيال ميمبرن سان گڏجي اسان پنهنجو گروپ ٺاهيو. انهي گروپ ۾ ڪانگريس (S) نيشنل ڪانفرنس، سوشلسٽ پارٽي ۽ ريپبليڪن پارٽي جا ڪجهہ آزاد ميمبر شامل ٿيا. اسان ايس ڊبليو ڏاهي کي پنهنجو ليڊر ۽ غلام رسول منٽو کي پنهنجو ڊپٽي ليڊر بڻايو. چيئرمين اسان جي ٽولي کي پارٽيءَ جي حيثيت ۾ تسليم ڪيو. ميمبرن جي انگ جي حساب سان اسان کي ڳالهائڻ جو ٽائيم الاٽ ڪيائين. اهو اهو ئي وقت هو. جڏهن پنجاب صوبي ٺهڪڻ شروع ڪيو هو ۽ اڪالي دل جا ميمبر ٻنهين ايوانن مان استعيفا ڏئي چڪا هئا. مون گذريل عرصي دوران هڪ آزاد ميمبر جي حيثيت اختيار ڪري ورتي هئي پر جڏهن سرڪار پنجاب ۾ رڻ ٻاريو تہ آئون سرڪار جي مخالفت ۾ هليو ويس. مون ٻين مسئلن تي بہ ڳالهايو هو ۽ خاص ڪري خارجہ پاليسي تي بحث ڪندي پاڪستان جو پاسو کڻندو هوس. اهڙي ساڳي طرح اطلاعات نشريات، ميڊيا، تعليم، ريلوي ۽ ثقافت جي شعبن تي بہ ڇڪي ڳالهائيندو هوس. پر جڏهن پنجاب ۾ رڻ ٻريو تہ منهنجو وڏو موضوع پنجاب، سک ۽ اڪالي بڻجي ويا ۽ حڪومت کي ايترو ڇڪي رکيو جو حزب اختلاف ۾ هليو ويس. نتيجي ۾ ڪانگريس پارٽي جي سيني بندوقن جو منهن مون ڏانهن ٿي ويو.

مون ۾ جيتري بہ ڳالهائڻ جي سگهہ هئي اها مون پنجاب جي ڏکوئيندڙ صورتحال ڏانهن موڙي ڇڏي. نہ رڳو اهو پر سک انتها پسند ٻيدران والي ۽ ٻئي پاسي ڪامريڊ هري ڪشن سنگهہ جي خلاف سڀ رسا ٽوڙي ڳالهايو. حڪومت عوام سان

واعدو ڪيو هو ته ڪجهه به ٿي وڃي پر گولڊن ٽيمپل ۾ فوج کي گهڙڻ نه ڏنو ويندو. پر ڪانگريس جڏهن اهو واعدو ٽوڙيو ته مون نه رڳو مون کي مليل اعليٰ سرڪاري ايوارڊ پدم ڀوشن سرڪار کي واپس ڪيو پر اڪيلي سر اندرا گانڌي تي ڇتا حملا شروع ڪري ڏنا. ائين نه رڳو اندرا گانڌي پر حزب اختلاف وارا به منهنجي مخالفت تي لهي آيا. اندرا گانڌي پنهنجي تقرير ۾ مون کي "قوم جو غدار" جو لقب ڏنو. ايئن آئون سڄي ايوان ۾ ولين بڻجي ويس. پر مون ڪنهن جي به پرواهه نه ڪئي ۽ لاڳيتو انهي ڳالهه تي زور ڏيندو رهيس ته اڪالي ليڊرن کي آزاد ڪري ساڻن ڳالهيون هلايون وڃن. مون انهن سک فوجين جي به حمايت ڪئي، جيڪي آپريشن بليو اسٽار جي نتيجي ۾ فوج جون نوڪريون ڇڏي اڪالي پيڙا وڃي ٿيا هئا. سڄي ملڪ جي ميڊيا به منهنجي پويان ڪاهي پئي ۽ مون کي فرقي پرست سک سڏي منهنجو پٽڪو لاهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

ڪجهه مهينن کان پوءِ اندرا گانڌي جو خون ٿيو ته مون چيئرمين کان اجازت وٺي اندرا گانڌي کي خراج تحسين ڏنو. اهو منهنجي ضمير جو آواز هو. شديد اختلافن جي باوجود منهنجي اندرا لاءِ عزت ۽ پيار هو. جيئن ته اندرا گانڌي کي خراج تحسين پيش ڪندي مون دليان جانان ڳالهايو هو تنهن ڪري منهنجي تقرير ٻين سيني ميمبرن جي تقرير کان وڌيڪ وزنائتي هئي. انهي تقرير ۾ مون چئن نڪتن تي زور ڏنو هو. هڪ نڪتو اهو هو ته اها اندرا گانڌي هئي جنهن مون سان دوستي نڀائيندي مون کي هن ايوان ۾ آندو. ٻيو نڪتو اهو هو ته اندرا گانڌيءَ جيڪي ڪجهه سکن سان ڪيو انهي ۾ کيس ضرور ڏک رسيو هوندو. ٽيون نڪتو اهو هو ته هڪ سک جي حيثيت ۾ آئون انهي تي پشيمان آهيان ته کيس خون ڪرڻ وارا سک هئا، جن انتقام ورتو. اندرا گانڌي انتقام جو نشانو بڻي ۽ چوٿون ۽ آخري نڪتو اهو هو ته هڪ سک جي حيثيت ۾ آئون انهي تي پشيمان آهيان ته کيس خون ڪرڻ وارا سک هئا. جن انتقام ورتو. اندرا گانڌي انتقام جو نشانو بڻي ۽ چوٿون ۽ آخري نڪتو اهو هو ته اها اندرا گانڌي ئي هئي جنهن ملڪ کي متحد، مضبوط، عزتدار ۽ خوش ملڪ جي حيثيت ڏني .... منهنجي انهي تقرير کي نه دور درشن، نه آل انڊيا ريڊيو ۽ نه ئي وري پريس ڪا جڳهه ڏني. ڇاڪاڻ ته اندرا گانڌي جي قتل جي جواب ۾ اتر ڀارت جي ڪيترن ئي شهرن ۾ هزارين بي گناهه سکن جو سوچي سمجهي ڪوس ڪيو ويو. جنهن تي حزب اقتدار توڙي جو حزب اختلاف جا ميمبر وات تي ڇپ هڻي ويهي رهيا. نتيجي ۾ آئون وري به ايوان ۾ اڪيلو رهجي ويس.

پنجاب سان سرڪار جيڪا جٽ ڪئي هئي. انهي ڪري آئون ڪانگريس سرڪار جو سخت مخالف هوس پر انهي هوندي بہ جڏهن راجيو گانڌي سنت لنگووال سان جيڪو معاهدو ڪيو، مون انهي معاهدي جي ”نئين فجر جو جنم“ چئي واکاڻ ڪئي. بہ پيرا سکن جي دهشتگردي جي خلاف تقريرون ڪيم ۽ يونائيٽيڊ اڪالي دل جي دهشتگردن کي مجرم قرار ڏنم ۽ گڏوگڏ اهو بہ چيم تہ ڪنهن پرامن طريقي سان گولڊن ٽيمپل جو قبضو انهن دهشتگردن کان ڇڏايو وڃي. جي بنهين نٽا مڃين تہ طاقت بہ استعمال ڪئي وڃي. مون خالصتان جي جهنڊي جي بہ ڇٽي پٽي مخالفت ڪئي ۽ اختياريءَ وارن کي ڪن ڪٽايم تہ بيهر رتو ڇاڻ ٿيڻ واري آهي. اهو بہ چيم تہ قبضو ڇڏائڻ ۾ جيتري دير ٿيندي اوترو رت وڌيڪ وهندو ۽ تي سکهي تو اهو مسئلو ڪئنسر جي مرض وانگر پکڙجي وڃي. انهن تقريرن جي باوجود بہ مون کي فرقہ پرست سک ڪري ڇيو ويو. باقي جيڪو سکن سان ظلم ٿيو اهو ڪنهن بہ ذر سان ٽٽي ها تہ بہ آئون ڇتو تي ڳالهايان ها.

ڇهن سالن جي ميمبري دوران هر سيشن ۾ سراسري مون بہ تقريرون ڪيون ۽ اڌ درجن کن سوال پڇيا. ميمبري مان آئون ڪيترو بہ خوش ۽ مطمئن رهيس پر انهي هوندي بہ جيئن پوءِ تيئن منهنجي اک پنجڻ لڳي تہ پارليامينٽ جي ملڪ جي مامرن ۾ ايتري خاص دلچسپي ناهي. هڪڙو تہ خود جيڪو ميمبر هئا اهي پارليامينٽ کي سنجيدگيءَ سان وقت نہ ڏيندا هئا. روز سوالن جوابن جي وقفي کان هال خالي ٿي ويندو هو. شام جي گڏجاڻي ۾ وڏ ۾ وڏ بہ درجن کن ميمبر حاضر هوندا هئا. جيڪي وزير هئا اهي وري ميمبرن جي ڳالهين تي ڌيان ڪو نہ ڏيندا هئا. اهي يا تہ ويٺا پنهنجن چمچن سان سس ڦس ڪندا هئا يا وري ويٺا فائيل پڙهندا هئا. پريس بہ انهي بي ڌيانيءَ جي ڏوهاري رهندي هئي. صحافي بہ آيا نہ آئي جهڙا. پريس گئلري خالي ڪري ويندا هئا. صرف پي ٽي آءِ ۽ يو ايس آءِ جا بہ نمائندا حاضر هوندا هئا انهن کي بہ جيڪي مرضي ۾ ايندو هو اهو رڪارڊ ڪندا هئا. هڪ ٻن صحافين کي ڇڏي ٻيا صحافي ڪوڙن تي ٻڌل ڳالهيون رهڙي ڇڏيندا هئا. اهو تجربو تہ مون کي ميمبر ٿيڻ کان اڳ صحافي جي حيثيت ۾ بہ هو.

هڪ پيري پارليامينٽ ۾ ويهي بنهين اچي تنگ ٿيس تہ باهہ وچان نوکي هندستان ٽائيمز ۾ هڪ سخت ڪالم لکي ويهي رهيس. اصل ۾ مون اهو ڪالم لکڻ کان اڳ مون ائبرون واگ جو برطانيہ جي ميمبرن جي باري ۾ Spectater ۾ لکيل ڪالم پڙهيو هو جنهن منهنجي همت وڌائي تہ آئون ڪالم ۾ ڪا اهڙي ڇند پٽيان، ائبرون

واڳ انهي ڪالم ۾ انگريز ميمبرن کي ٻي ڪما، سست پيچ لٽڪائو، واهيات، ٽرڙا ۽ جاهل ڪري سڏيو هو. مون پنهنجي انهي ڪالم ۾ نه رڳو پنهنجي ليکي ميمبرن جي لاڪ لاٿي پر گڏوگڏ اٿيرون واڳ جا حوالا به ڏنم. انهي ڪالم تي گهٽڻ ميمبرن کي باهه وٺي وئي ۽ پنجاب مان آيل ڪانگريس پارٽي جي ميمبر ست پال سٽل جي سرواٽي ۾ ميمبرن ۽ ميمبرياڻين جي وڏي تعداد منهنجي خلاف رٽ پيش ڪئي ۽ انهي وقت جي چيئرمين هدايت الله کان گهر ڪيائون ته مون کي پارليامينٽ جي بي عزتي ڪرڻ جي ڏوهه ۾ سوگهو ڪيو وڃي. ڪجهه ڏينهن رکي هدايت الله رولنگ ڏني! هن پهرين ته منهنجو سڄو ڪالم پڙهي ٻڌايو ۽ پوءِ اها رٽ پڙهي ٻڌائي جيڪا ست پال اينڊ ڪمپني ڏني هئي. انهي کان پوءِ هن گهرائي ۽ مزاح سان ڀريل جملن سان اها رٽ ٽڏي ڇڏي. هدايت الله مون کي سوگهو ڪرڻ جي بدران ميمبرن جي سينس آف هيومر تي وٽ ڪري ڏني. نه رڳو اهو ڪيائين پر اڳتي هلي جڏهن هن ڇهن سالن جو مدو پورو ڪري جيڪا الوداعي تقرير ڪيائين انهي ۾ به منهنجي ڪالم ۽ منهنجي خلاف پيش ٿيل رٽ جا حوالا ڏئي سڄي هائوس کي مرڪن سان ستي ڇڏيائين. جيتوڻيڪ وقت سان گڏ گڏ مون ۾ اها مايوسي پيدا ٿيندي پئي وئي ته پارليامينٽ قومي مسئلن تي ايترو ڌيان نٿي ڏئي. تنهن هوندي به منهنجي اها خواهش هئي ته آئون ٻيا ڇهه سال پارليامينٽ ۾ رهان. پوءِ نامينٽ ٿي اچان يا پنجاب مان چونڊ وڙهي اچان. ميمبر ٿيڻ سان ملڪ جا مسئلا حل ٿين يا نه ٿين پر ميمبر جي حيثيت ۾ وڏن گهراڻن جي بنايل ٽولن ۽ ڪلبن ۾ وڏي آءِ ڀڳت ٿيندي. ماڻهو کي هڪ ڀيرو ڪرسي جي ۽ وڏ ماڻهپي جي چوس پيدا ٿي ويندي آهي ته پوءِ اها چوس سولائي سان نه ڇڏيندي آهي. سو آئون به انهي چوس جو شڪار ٿجي ويس. انهي هوندي به مون ٻيهر راڄيه سڀا ۾ شامل ٿيڻ لاءِ پنهنجن ئي اڳرين جو زور نه لڳايو. اهو ئي سوچي اڌوري سڌوري ڪوشش ڪيم ته آئي ته روزي، نري ته ٻلا. مون کي ذهن ۾ اهو اچايو خيال هو ته منهنجو آواز پڙهيل لکيل پنجابين ۾ ٻين آوازن کان وڌيڪ اثرائتو آهي پر صدر صاحب ۽ وزير اعظم پنهنجي ليکي صحيحي سوچيندا هجن. هوناڻن به ميمبر اسيمبلي ۾ ويهي وات ڪولي يا چپن تي چپن هڻي ويهي رهي ته انهي سان ڪو خاص فرق نٿو پوي. قافلي کي ته جيڏانهن وڃڻو هوندو آهي اوڏانهن ٻيو ويندو آهي.

# وسلاوا سزائم بورڪا جو انٽرويو

(1901 کان جاري ٿيندڙ نوبيل پرائيز جي حاصلات دنيا جي اڪثر سٺن شاعرن ۽ ليکڪن جو وڏندڙ خواب رهندو آيو آهي پر اهو خواب لاکائن ايڏو بہ اسڙڪائيندڙ نہ رهيو آهي، جيترو نوبيل امن انعام حاصل ڪرڻ لاءِ سياستدان هٿ پير هڻندا آهن. سبب اهو آهي تہ سياستدانن جي برعڪس ليکڪ ۽ شاعر بيپرواهہ بادشاهہ هوندا آهن ۽ گهڻو ڪري "آٿي تہ روزي، ٿري تہ بلا" جي ڪيفيتن ۾ رهندا آهن. ۽ پبلسٽيءَ جي بدران وڏيڪ سٺو لکڻ جي چڪر ۾ پيل هوندا آهن. انهيءَ هوندي بہ جڏهين ڪنهن ليکڪ يا شاعر کي اهو انعام ملندو آهي تہ پوءِ اهو يا تہ پاڻيءَ مان نڪري ويندو آهي يا ساڻ تنغ وانگر تڏي پڇڏيندو آهي يا سولزي نٽسن وانگر پريشان ٿي ويندو آهي تہ اهو انعام کهڙي بلا آهي يا جان اسٽيئن بيڪ وانگر شڪايت ڪندو آهي تہ هيءَ عمر بہ ڪا ايوارڊ وٺڻ جي آهي يا وري صفا نجيب محفوظ وانگر پٽسا وارثن جي حوالي ڪري پاڻ واهيات فليٽ ۾ رهندو آهي ۽ صبح جو هيٺ لهي ڪوڪي ٽي نيرن ڪندي اخبار پيو پڙهندو آهي، جهڙوڪر مينهن تي پاڻي پيو.

ڪنهن بہ قسم جي مجيل ۽ چاتل سچاتل ايوارڊ ملڻ تي ڪنٽروورسي لازمي عمل آهي. ڇاڪاڻ تہ انعام ڏيڻ واري جيوري فرشتن تي ٻڌل نہ هوندي آهي. انسانن تي ٻڌل هوندي، جيڪو غلطين جو گهر آهي. ٻي ڳالهہ تہ ڪميونيڪيشن اڃا انهيءَ حد تائين نہ پهتي آهي جو جيوريءَ وارا دنيا جهان ۾ تخليق ٿيندڙ ادب کان واقف هجن. ڪيترائي حقدار ليکڪ ۽ شاعر انهن ٻولين ۾ ترجمو نہ ٿيندا آهن، جن جي ڄاڻ جيوريءَ وارن کي پوي. جي ڪجهہ شاهڪار ترجمو ٿيندا بہ آهن تہ اهي ترجما اهڙا هوندا آهن، جيڪي اڳيون سوجهرو بہ چٽ ڪري وجهندا آهن. جيئن خود اسان وٽ سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ وڏين وڏين تخليقن جو سوجهرو چٽ ڪيو ويندو آهي. ٻين ڳالهہ تہ ٽين دنيا جي ادب جي نامزدگيءَ لاءِ اتان جي سرڪاري ثقافتي ۽ ادبي تنظيمن کي لکيو ويندو آهي، جيڪي پنهنجن اهڙن پيارن ۽ پيارين جا نالا موڪليندا آهن جن جو نالو ادب جي وٽي تي بہ لکيل نہ هوندو آهي. نتيجي ۾ اهڙيون سفارشون جيوريءَ کي ڊسٽ بن ۾ اڇلائٽيون پونديون آهن. انهن رنڊڪن هوندي بہ جنهن بہ ليکڪ ۽ شاعر کي نوبيل ادب انعام ملندو آهي. انهيءَ کي پڙهي نہ مايوسي ٿيندي آهي ۽ نہ ئي وري جيوريءَ تي آڱر

ڪٽڻ جو موقعو ملندو آهي. انهيءَ هوندي بہ پنجن ستن جو فرق رهجي ويندو آهي جيڪا هڪ فطري ڳالهہ آهي.

گذريل ڪجهہ سالن کان لاڳيتو نوبيل ادب انعام لاءِ آءِ چن، ميلان ڪنديرا ۽ جوزف اسڪووريڪي جهڙن شاهہ ڪاريگر شاعرن ۽ ليکڪن جي نامزدگي ٿيندي پئي اچي پر ايڏا وڏا مصروف نالا ڇڏي هڪ پئي پويان ٽوني ماريسن، آئرلينڊ جي اڻ ڄاتل شاعر ۽ رسلاوا سزائمر بورڪا کي نوبيل ادب انعام ملڻ تي پڙهڻ جي خفتين کي حيرت نہ ٿي آهي پر ڪين پڙهڻ کان پوءِ حيرت دور ٿي ويل ٿي ڏسجي ۽ جيوريءَ تي ايڏو ڪو وڏو اعتراض نہ ٿيو آهي. پلان پليءَ جو چيهہ ڪونهي، ڪنڊن پاسن ۾ ڪئين ارڙ ليکڪ ۽ شاعر ويٺا آهن. انهيءَ حساب سان نوبيل ادب انعام هڪ ساڪائتو انعام آهي.

رسلاوا سزائمر بورڪا جي شاعري اڃان پاڻ جي هٿن تائين نہ پهتي آهي، پر چوڻ وارا چون ٿا تہ رسلاوا حقدار آهي. ٻي ڳالهہ تہ رشين ماسٽرز کي ڇڏي، انهن کان پوءِ معياري توڙي مقدار جي حساب سان وڏو ادب چيڪ، سلاوڪ ۽ پولشن نسل جي ماڻهن تخليق ڪيو آهي. سبب اهو ڄاڻايو وڃي ٿو تہ جيڪي قومون حملہ آورن جي لنگهن تي آباد آهن ۽ سٽبيون ڪٽبيون رهنديون آهن، اهي قومون وڏا فنڪار پيدا ڪنديون آهن. رسلاوا خود پوليش آهي تہ سندس پوليش هجڻ ئي ڪافي آهي تہ هوءَ وڏي شاعره هوندي.

هت روزانہ "ڊان" ڪراچيءَ جي ٿورن سان شاعره جو ڪجهہ تعارف ۽ ننڍڙو انٽرويو ترجمو ڪري پيش ڪجي ٿو. مترجم)

ٽي هفتا ڪن اڳ وسلاوا سزائمر بورڪا ڏکڻ پولينڊ جي ڪارا ڪوو شهر جي هڪ نهيل نڪيل پر بن ڪمرن واري ننڍي فليٽ ۾ رهندي هئي پر ٽي هفتا اڳ شهر ۾ وڌندڙ گوڙ ۽ مونجهاري کان تنگ ٿي شهر مان کسڪي ويئي ۽ زاڪوپوني جي جبلن ۾ وڃي رهي. اتي جبلن ۾ هڪڙو آرامگاهہ نهيل آهي، جنهن ۾ بنا اٽيچڊ باٿ جي ننڍڙا ننڍڙا ڪمرا آهن. اهو آرامگاهہ ليکڪن، شاعرن ۽ فنڪارن جي پسند جي جاءِ آهي ۽ انهيءَ آرامگاهہ جي ٻي منزل ليکڪن جي رهائش لاءِ مخصوص ٿيل آهي. انهيءَ آرامگاهہ ۾ فون بہ لڳل ناهي، جيڪو ڊسٽرب ڪري. ڇڏن ۽ اچن وارن واريءَ هن وهي ڪاڏل عورت کي تنهائي تمام پياري آهي تہ جيئن آرام سان ڪنڊ پاسي ۾ ويهي شاعري لکي، انهيءَ آرامگاهہ ۾ هوءَ چپ چاپ پنهنجو نئون نظم لکي رهي هئي. 30 آڪٽوبر تائين ڪيس ٻاهرئين دنيا جي ڪا بہ ڪڙڪ نہ هئي. پر 30 آڪٽوبر تي بقول سندس تہ مٿانئس سڄي دنيا اونڌي ٿي اچي ڪري ۽ اهو ڏينهن اهو هو جنهن ڏينهن اسٽاڪ هوم ۾ ڪيس نوبيل ادب انعام ملڻ جو اعلان ٿيو. جيڪا اڻ ڄاتي ۽ اڻ ڳاتي

هئي. انهيءَ انعام تي نـ رڳو خود سزائمر بورڪا کي حيرت ۾ وڌو پر سڄي پولينڊ جي ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي ويون. انهيءَ حيرت جو ڪو اهو ڪارڻ نـ هو تـ ڪو سزائمر بورڪا سٺي شاعره نـ هئي. حيرت انهيءَ ڳالهہ تي هئي تـ ٻي عظيم جنگ کان پوءِ سڄي ايسٽ يورپ جو ادب سياست ۾ ورتل هو ۽ سياسي ادب لکڻ وارا ئي وڏيڪ ڇاتل سڃاتل پئي رهندا آيا. جڏهين تـ سزائمر بورڪا جي شاعري سياسي هئڻ جي بدران آفاقي هئي.

سزائمر بورڪا رنڊ زال آهي. ڪيس اولاد ناهي. محفلن ۾ وڃڻ يا ڪٿي وڃي پنهنجي شاعري ٻڌائڻ کان ٿپ جواب ڏيئي ڇڏيندي آهي. سندس ماڻهن سان صرف هڪڙو لڳ لاڳاپو رهندو پئي آيو. اهو اخبار ۾ ڇپجندڙ ڪالم هو، جنهن جو عنوان آهي "پڙهڻ ضروري ناهي." سدائين ڪندون پاسا جهلي وهندڙ هن شاعره جي مٿان جڏهين اوچتو اوچتو نوبيل ادب انعام ڪڙڪيو تـ هن کلي ڳالهايو.

سوال: اوهان کي پنهنجي ويڳاڻپ ۽ اڪيلائي ايتري ڇو تي وٺي؟

جواب: ڇو تـ انهيءَ کان سواءِ آئون لکي نـ پئي سگهان. اها ڳالهہ تـ مون کي سمجهہ ۾ ئي نٿي اچي تـ ڪو شاعر هجي ۽ پوءِ بـ پنهنجي سِک ۽ ڇپ لاءِ نـ وڙهي. بدقسمتيءَ سان شاعري گوڙ گهمسان ۾، ماڻهن جي ميڙ ۾ يا بس ۾ ويهي تخليق ڪري نٿي سگهجي..منهنجي خيال ۾ تـ شاعر کي پنهنجي چوڌاري رڳو چار پتيون ڪپن، جن ۾ فون بـ وڃڻ لاءِ نـ هجي. لکڻو آهي تـ پوءِ ايئن ئي ڪرڻو آهي.

سوال: توهان جا ڪجهہ شعر داخلي ڪيفيتن تي ٻڌل آهن ۽ ڪجهہ شعر وري وسيع سياسي نظرين تي ٻڌل آهن تـ ڇا اوهان وٽ ڪي خاص نظرياتي مول متا آهن؟

جواب: منهنجو ڪنهن بـ نظرياتي مول متي ۾ اعتبار ناهي. حقيقت اها آهي تـ ڪڏهين ڪڏهين مون کي ڪنهن شيءَ جي باري ۾ روحاني ڇڪ ٿيندي آهي، جنهن ۾ اچي ڪڏهين آئون دنيا جي باري ۾ لکندو آهيان ۽ ڪڏهين وري اندر کي اوريندي آهيان. آئون لکندي تـ فرد لاءِ آهيان پر پوءِ اها شاعري گهڻن فردن تائين پهچي ويندي آهي، جيڪي منهنجا پڙهندڙ آهن. ڪيترائي شاعر آهن جيڪي ماڻهن کي ميڙڻ لاءِ لکندا آهن، محفلن لاءِ لکندا آهن. اهڙا شاعر پنهنجي چوڌاري ماڻهن جو ميڙ ڏسي جياپو ماڻيندا آهن پر آئون انهيءَ ڳالهہ کي وڏيڪ مانُ ڏيندي آهيان تـ منهنجو شعر ڪو ماڻهو ماٺ ميٺ ۾ ڪنڊڙيءَ ۾ ويهي پڙهي، منهنجي دل گهرندي آهي تـ منهنجي شاعريءَ جو لڳ لاڳاپو ڌار ڌار ماڻهن سان پنهنجي ليکي هجي.

سوال: ڇا توهان جي شاعري پاڻ وٽائڻ لاءِ آهي؟

جواب: جيڪا ڳالهه اوهين چئو ٿا پاڻ وٽائڻ جي ته ائين هوندو. سچ پچو ته مون انهيءَ ڳالهه تي ڪڏهين به سنجيدگيءَ سان نه سوچيو آهي، پر اها حقيقت آهي ته پنهنجا احساس شاعريءَ ذريعي اڻ واقف ماڻهن تائين پهچائڻ جو جيڪو عمل آهي سو ٿورو گهڻو ته اهو ٿي آهي ته انسان پنهنجيءَ دل جي ڳالهه ٻين کي ٿو آڇي، ٻڌي پاسي مَوٽ ۾ خوشي ٿي ملي، ڏک ڏوجهرا ته سڀ ڪنهن لاءِ رکيا آهن. شاعر کي جڏهين اهي ڏک ڏوجهرا سامهون ٿا اچن ته اهو يا اها بيان ته ڪري ٿي ٻين جي اڳيان اهڙا به ڪئين ماڻهو وينا آهن، جيڪي ڏک ڏوجهرا ڏسن به ٿا سهن به ٿا پر انهيءَ جو اظهار خاموشيءَ ۾ لڪل هوندو آهي.

سوال: اوهان شاعري لکڻ ڪيئن شروع ڪئي؟

جواب: ائين ٿيڻو هو، سو ٿي ويو. ٿي سگهي ٿو ته جيڪو منهنجي گهر جو ماحول هو، انهيءَ ڪري شاعريءَ ڏانهن ڇڪجي ويس. اسان جو گهر مڙيئي دانشور هو، جتي ڪتابن جي باري ۾ گهڻي ڳالهه ٻولهه هلندي هئي. اسان گهر جا ڀاتي پڙهڻ جا خفتي هئاسين. خاص ڪري بابا سائين، مان پنجن ورهين جي هيس ته بابا شعر لکڻ شروع ڪيا. مون جيڪا انهيءَ وقت شاعري هوندي ته اها ٻاراڻي شاعري هوندي، بابا منهنجي اها ڳالهه وڻندي هئي. سو ڪيس هٿ هٽي مون کي پئسا ڏيئي ڇڏيندو هو. مون کي ياد ناهي ته ڪيترا پيسا ڏيندو هو. ايترو ياد اٿم ته اهي پيسا مون لاءِ تمام گهڻا هوندا هئا.

سوال: توهان شروعاتي سالن ۾ جيڪا شاعري ڪئي، انهيءَ سماجي حقائق نگاريءَ جي رنگ ڍنگ ۾ هوندي هئي. اوهان ڪميونزم جي واکاڻ ڪئي ـ ڪارڻ؟

جواب: هائي اها ڳالهه سمجهائڻ ڏاڍي ڏکي آهي. انهيءَ وقت جيڪي حالتون هيون، انهن حالتن کي اڄڪلهه جا ماڻهو سمجهن نٿا. سچ ته اهو آهي ته ان وقت مون پنهنجي حال سارو انسانيت بچائڻ پٺي چاهيو، پر انهيءَ لاءِ جيڪا واٽ ورتيم اها ڏاڍي خراب هئي. مون ته انسان ذات جي ڀلي لاءِ اهو ڪم ڪيو. گهڻو وقت پوءِ مون کي اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته انسان سان پيار ڪرڻ جي بدران ڪين وٽت ۾ آڇجي، آئون انسانيت سان پيار نه ڪندي آهيان، فرد کي چاهيندي آهيان. آئون ماڻهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ته ڪندي آهيان، سندن مسئلن جو حل سندن مٿي ۾ نه هڻندي آهيان.

مون جيڪا شروع ۾ شاعري ڪئي، اها مون لاءِ وڏو سبق هئي. اها منهنجي جوانيءَ جي غلطي هئي. اها غلطي مون به نيت دل ۾ رکي ڪئي هئي ۽ بدقسمتي هئي ته ايئن رڳو مون نه ڪيو، پر ڪيترن شاعرن اها غلطي ڪئي. پوءِ جڏهين ڪين جيل ۾ وڌو ويو، پوءِ وجي اک پٽين ۽ پنهنجو نظريو بدلائين. منهنجا پاڳ پلا هئا جو آئون قيد

ٽيڻ ڪان ٻچي ويس. اصل ۾ ٻچيس انهي ڪري جو سياست ۾ مون ايتري گهٽي ٽنگ نه اڙائي هئي. جن اڙائي، انهن سان اها جٽ ٿي.

سوال: توهان جا دوست چون ٿا ته اوهان ۾ حس مزاح تمام گهٽي آهي، جيڪو اوهان جي شاعريءَ ۾ به موجود هوندي آهي، توهان پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ ڪل ٻوڳ ڪي ڪيترو اهم ٿيون سمجهو؟

جواب: انهيءَ سوال جي جواب ۾ مون کي ڪا وڏي وات ڳالهه ڪرڻي ناهي ڪا هام ڪا نه ٿي هڻان، پر مون کي لڳي ٿو سنگت ساٿ ۾ ڪل ٻوڳ جون ڳالهيون ڪرڻ جي ذات آهي. ظاهر آهي ته ڪجهه منهنجي شخصي دوست آهن ۽ اهي ڪي منهنجا پرستار وغيره نه آهن. بس ايئن ڪٿي چئو ته منهنجي اها سنگت ساٿ شروع ڪان وٺي روئڻ ڪلڻ ۾ مون سان ساٿ ۾ رهي آهي. ظاهر آهي. ڪلڻ چرچو ٻوڳ ضروري آهي.

سوال: اوهان جون جيڪي ڪل ٻوڳ جون ڳالهيون آهن، اهي اوهان جي شاعريءَ ۾ اچي وڃن ٿيون؟

جواب: اها ته قدرتي ڳالهه آهي آئون سوچي سمجهي شاعريءَ ۾ ڪل ٻوڳ آڻيندي آهيان. ها! البت ڪڏهين ڪڏهين پين ڪي ڪلائڻ لاءِ به شاعري ڪري وجهندي آهيان. مثلن مون کي خط لکندي مزاحيه پنج سٽا لکڻ ۾ مزو ايندو آهي. موٽ ۾ مون کي به منهنجا دوست خطن ۾ اهڙا پنج سٽا لکندا آهن.

# ادب ۽ سياست

سنڌ جي علمي، ادبي ۽ صحافتي حلقن ۾ ادب ۽ سياست جو بحث پهرين پهرين ادب براءِ ادب ۽ ادب براءِ زندگيءَ جي نالي سان هليو. جڏهين اهو بحث ٺڏو ٿيو ته وري ٻئي نالي ”ڪمٽمينٽ ۽ ادب“ جي نالي سان هليو. جڏهين سوويت يونين ٽٽو ته انهيءَ کان پوءِ ساڳيو موضوع ”مزاحمتي ادب“ جي نالي سان شروع ٿيو. جيڪو اڄان جاري آهي. انهيءَ موضوع جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ هن وقت ٽي ڌڙا آهن. هڪڙن جو چوڻ آهي ته ”جيڪي اسان جي سياسي ڌڙي سان ڪميٽيڊ آهن، اهي ئي مزاحمتي ادب تخليق ڪن ٿا. “ٻين جو چوڻ آهي ته ”جيڪي ڪنهن سياسي ڌڙي جي بدران پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان ڪميٽيڊ آهن اهي ئي مزاحمتي ادب تخليق ڪن ٿا.“ ٽيا وري انهن ٻنهين راين سان اختلاف رکندي چون ٿا ته ”اسان صرف پنهنجي قلم سان ڪميٽيڊ آهيون جيڪا شيءِ جيئن ڏسنداسين ۽ محسوس ڪنداسين، ايئن لکنداسين. اسان ڪنهن ٻئي جو پاٽي پرڻ لاءِ تيار ناهيون.“

هتي آئون ڪنهن تي پنهنجي راءِ مڙهڻ جي بدران دنيا جي ڪجهه هاڪاريل اديبن جا رايا ڏيان ٿو. پر اهي رايا ڏيڻ کان اڳ هڪ ڳالهه جي ڇنڊڇاڻ ضروري آهي، اها هيءَ آهي ته جيئن صحافي سياسي مبصر هوندو آهي، ائين اديب به سياست تي لکندي سياسي مبصر بڻجي ويندو آهي. فرق رڳو ايترو آهي ته صحافي بروقت راءِ ڏئي ڇڏيندو آهي، جڏهين ته اديب طوفان گذري وڃڻ کان پوءِ ٻڌائيندو آهي ته پڙ تي ڇا بچيو. انهيءَ ڳالهه جو وڏو مثال اوريانا فيلاسي آهي، جيڪا صحافي به آهي ته اديب به آهي. جڏهين يونان ۾ ٻاهه ٻري رهي هئي ته صحافيءَ جي حيثيت ۾ هوءَ پنهنجي اخبار ”لي موندي“ کي روز رپورٽ موڪليندي هئي جڏهين ته اديب جي حيثيت ۾ هن انهيءَ ٻرندڙ ٻاهه تي ڪيترا سال پوءِ دل کي جهپيون ڏيندڙ ناول ”A Man“ لکيو. ساڳي طرح جڏهن لبنان ۾ رت جون نديون وهي رهيون هيون ته صحافيءَ جي حيثيت ۾ روزانه پنهنجي اخبار کي

رپورٽ موڪليندي هئي. جڏهين ته اديب جي حيثيت ۾ ساڳئي موضوع تي گهڻو پوءِ بور ڪندڙ ناول "انشاءَ الله" لکيائين. گراهم گرين به مرڻ گهڙيءَ تائين ائين ڪندو رهيو.

سو هتي جيڪي اديبن جا "سياست ۽ ادب" تي رايا ڏجن ٿا، انهن مان ڪجهه رايا گذري ويل سياسي حالتن کي اڳيان رکي ڏنا ويا آهن پر انهن راين جي حيثيت مستقل آهي. هي رايا رسالن "Paris Review"، "Granta" ۽ "Horizon" کي ڏنل انٽرويوئن مان کنيا ويا آهن ته رايا پڙهو ۽ پڙهي فيصلو ڪيو. ڇاڪاڻ ته فيصلي جو حق صرف پڙهندڙ کي مليل آهي. لکندڙ ڪجهه به ڪري پر اها مرضي پڙهڻ واري جي آهي ته هو ليکڪ جي ڳالهه کي مڃي يا اجلائي ڦٽو ڪري.

ميلان ڪنڊيرا:

● ماڻهو چون ٿا ته "تاريخ فيصلو ڪندي" تاريخ وري ڪهڙو فيصلو ڪندي. تاريخ ته پاڻ اسان کي بيچڙو ڪندي. اسان ائين ڇو ٿا سوچيون ته تاريخ انصاف ڪندي. ٿاريخ ته اسان سان بي انصافي ڪندي. تاريخ جا فيصلا ته بيوقوفيءَ سان ڀريا پيا آهن.

● ڇريائپ انسان جي فطرت ۾ شامل آهي. فاشزم انسان جي فطرت ۾ شامل آهي. ڪميونزم انسان جي فطرت ۾ شامل آهي ۽ ماراماري انسان جي فطرت ۾ شامل آهي، انهيءَ ڪري هيءَ دنيا تڏهين جنت بڻبي جڏهين انسان انسان نه رهندو.

● ڪو به سياسي نظام اهو ئي ڪجهه ڏيئي سگهي ٿو، جيڪي ڪجهه نظام هلائيندڙ انسان جي هٿ وس آهي. جيڪڏهين خون ڪرڻ انسان جي وس کان ٻاهر هجي ته پوءِ ڪو به سياسي نظام جنگ ڇيڙي نٿو سگهي. سياسي نظام اوهان کي ڪيترو به چوي ته چار ڪلوميٽر پري ٽڪ اجلائي ڏيکار يا اسٽالين حڪم ڏئي ته سؤ ڪون پري پيشاب جي لار پهچائي ڏيکاريو. پر اوهان ائين ڪري نه سگهندا، ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ اوهان جي وس کان ٻاهر آهي. ها! باقي خون ڪرڻ اوهان جي وس ۾ آهي. اهو ڪم اوهان کنهن به سياسي اڳواڻ جي حڪم تي ڪري سگهو ٿا.

● جيڪڏهن اوهان ننڍيءَ قوم جا ماڻهو آهيو ته پوءِ تاريخ بڻائي نٿا سگهو. ڇاڪاڻ ته تاريخ هڪ بي رحم قوت آهي.

گارشيا مارڪيز:

● ادب کي سياسي هٿيار بڻائي ڪم ۾ آڻڻ کي آئون مناسب نٿو سمجهان پر مرضي نه هوندي به ليکڪ جا سياسي نظريا سندس لکڻين ۾ ظاهر ٿي پوندا آهن ۽ ماڻهن تي

اثر ڇڏيندا آهن. منهنجي ڪتابن ۾ لئٽن آمريڪا جي شناخت کي اڀارين ٿا ۽ ماڻهن کي پنهنجيءَ ثقافت جو احساس ڏيارين ٿا.

● گهڻن ماڻهن جو خيال آهي تہ سياست رڳو چونڊن جو نالو آهي يا سياست اهڙي قسم جي شيءِ آهي، جنهن جو لڳ لاڳاپو فقط حڪومت جي جوڙجڪ سان آهي. پر ائين ناهي. لئٽن آمريڪا جي شناخت کي اڀارڻ لاءِ ادب، سئنيما، مصوري ۽ موسيقي وڏيڪ لازمي آهن.

● فن کي ڪڏهين بہ حڪومت جي خدمت لاءِ ڪم نہ آڻجي. پوءِ اها حڪومت ڀلي کهڙي بہ سٺي هجي.

نورالدين فرح:

● اسان سوماليہ جا ماڻهو جيستائين هڪ ٻئي جون واتون بند ڪرڻ، هڪ ٻئي جا ترا ڪيڻ ۽ هڪ ٻئي جا سر ڪٽڻ ۾ پورا هونداسين تہ تيستائين پين جا ئي غلام رهنداسين. تنهن ڪري ليکڪ کي کپي تہ هو ڪنهن سياسي ڌڙي ۾ شامل ٿي ڌر بڻجڻ جي بدران پنهنجين لکڻين جي ذريعي جهيڙا ٽاري.

● ليکڪ قوم جي حافظي جو خزانچي، قوم جي خواهشن جو امين ۽ عوامي راءِ جو رکوالو آهي. انهيءَ ڪري ايماندار ليکڪ اهو ئي آهي، جيڪو پنهنجو قلم نٿو وڪڻي. آئون اهڙن ليکڪن جي خلاف آهيان، جيڪي پارٽي بازي واري سياست ۾ قاتل هوندا آهن. جڏهين بہ ڪو ليکڪ سياستدان ٿيندو آهي تہ ڪيس رکي رکي ڪو نہ ڪو سياسي پليٽ فارم استعمال ڪرڻو پوندو آهي ۽ نيٺ نتيجو اهو وڃي نڪرندو آهي، جو ڪيس پين سياسي ڌرين سان سمجهوتو ڪرڻو پوندو آهي. انهن سياسي سمجهوتن کان بچڻ لاءِ ليکڪ کي کپي تہ هو ڪا سياسي ڌر بڻجڻ جي بدران پنهنجي ليکي سياسي حقيقتن جي چنڊ ڇاڻ ڪري. ائين ڪرڻ کان پوءِ ئي ليکڪ سياسي معاملن جي باري ۾ ماڻهن کي خبردار ڪري سگهي ٿو. پر جيڪڏهين اوهان سياسي پارٽيءَ جي مفادن ۾ ڦاسي پوندو تہ نتيجي ۾ اوهان ماڻهن جون اهڙيون ڳالهيون سياستدانن جي فائدي ۾ وينديون، پر اديب جي اهڙي دانهن مان قوم کي ڪو بہ فائدو نہ پهچندو.

● ليکڪ کي حڪومت بدلائڻ جي بدران عوام جي سياسي سوچ کي بدلائڻ گهرجي. آئون يورپ جا مزا چڏي آفريقا ۾ انهيءَ ڪري اچي رهيو آهيان تہ جيڪي ڪجهہ لکان، اهو منهنجو آفريقي تجربو هجي.

● جيڪي آفريقي يورپ ۾ رهي ڪري آفريقا جي باري ۾ ٿا لکن. اهي لکڻيون ڪنهن ڪم جون ناهن. اها تہ آفريقين سان دغا آهي، جو آفريقا کان ٻاهر ويهي آفريقين

جي طرفان لکجي. آفريقا ۾ جيکي ٽيليفون ۾ ڏک ڏوجهرا آهن، جيڪا بک آهي، اهي سڀ ٽيليفون آئرن بہ پين آفريقين وانگر سهندو آهيان. انهيءَ ڪري مون کي خبر آهي تہ ڇا لکڻ گهرجيم.

جارج آرويل:

● جڏهين هينري ملر جو ڪتاب "Topic of cancer" (سيڪس جي موضوع تي لکيل ناول) ڇپجي پڌرو ٿيو. تڏهين اٿليءَ جون فوجون زمين آسمان هڪ ڪنديون حبش ۾ گهڙي رهيون هيون ۽ ٻئي پاسي هٽلر جا عقوبت خانا ماڻهن جي جسمن سان سٽيا پيا هئا. اهو ڪو اهڙو وقت تہ نہ هو جو ويهي پئرس جي گهٽين ۾ شراب.وڪٽنڊڙ حرامخور آمريڪين جي باري ۾ سڻو ناول لکجي. جيڪو بہ ليکڪ سياسي واقعن کان ڪن ٿارڻو ڪري تہ پوءِ اهو ليکڪ يا تہ بڪواز ٿو ڪري يا گڏهہ جو ڦر آهي.

ڊبليو ايڇ آڊين:

● جن ليکڪن سياسي دڪان وجي کوليا، انهن سياست سان بہ جٽ ڪئي ۽ پاڻ سان بہ جٽ ڪيائون. ليکڪ سڻو سياستدان ٿي ئي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ جيڪو بہ ليکڪ سياست ۾ گهڙي ٿو، اهو زوري گهڙي ٿو. ٻيو تہ ليکڪ خلق کي منهن ڏيڻ جي لائق ئي ناهي.

● مون کي اجا تائين سياست جو شوق ٻينو آهي. پر مون کي خبر آهي تہ سماجي ۽ سياسي بي انصافين کي منهن ڏيڻ لاءِ ادب تخليق ڪرڻ جي بدران بهتر آهي تہ يا تہ سڌو سڌو سياسي ايڪشن ڪٽجي يا وري صحافين وانگر اخبارن ۾ سنئين سڌي رپورٽنگ ڪري حقيقتن تان پردو کڻجي. فن تہ سياست جي ڪنهن ڪم جو ناهي. يورپ ۾ جيڪڏهين دانتي، شيڪسپيئر ۽ مائيڪل اينجلو جي ڇٽي تي هلجي ها تہ ڪم نہ ٿهي ها. اديب جي سياسي ڊيوٽي رڳو اها آهي تہ هو ماڻهن کي ٻوليءَ کي درست استعمال ڪرڻ جو گر سيکاري. سياسي ماڻهو ٻوليءَ جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيندا آهن. لفظن جي معنيٰ ڦٽائي ڇڏيندا آهن. نتيجي ۾ ٻوليءَ جي جاءِ نعري بازيءَ واري موڇڙا ڪٽ والاريندي ويندي آهي.

جيڪ ڪيرويڪ:

● هل ڙي هل! آئون پاڻ ويٽنام لڳو پيو آهيان تہ ويٽنام تي ڏوڙ لکنبس. مون کي سياست کان وڌيڪ گاڏيون چورائڻ يا دوستن کي ڪارائڻ پيارڻ ۽ نشي جون گوريون کائي بهشت جو سير ڪرڻ جو وڌيڪ شوق آهي.

● جيڪا ڳالهه ليڪڪ ٽن اکرن ۾ ڪندو آهي. اها ساڳئي ڳالهه سياستدان پندرهن هزارن اکرن ۾ ڪندو آهي.

آرٿر ڪوئسلر:

● جڏهين آئون فرانس يا آسٽريا ويندو آهيان تہ اتي ويهي لڳندو اٿم تہ پرديس ۾ آهيان ۽ منهنجو دلي لڳاءُ برطانيا سان ئي آهي. وري جڏهين واپس برطانيا ايندو آهيان تہ هتيَ ويهي جلاوطنيءَ جو احساس ٿيندو اٿم.

● فرانس ۾ قيد ۾ رهڻ کان اڳ اسپين جي قيد ۾ هوس. موت جي ڪوٺڙيءَ ۾ اڪيلو رکيو هئن ۽ ڪنهن بہ وقت مون کي گوليءَ سان اڏائي پئي سگهيا. اسپين جي جيل ۾ رهڻ کان پوءِ فرانس جو جيل سهڻ مون لاءِ سولي ڳالهہ هئي. مختلف ملڪن جي جيلن ۾ رهڻ کان پوءِ مون کي ٻين ڳالهين سان گڏ انهيءَ ڳالهہ جي بہ خبر پئي تہ آزاديءَ جا ڪيترا ڏاڪا ٿيندا آهن. جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ اڪيلو رهڻ آزاديءَ جو ڪريل ۾ ڪريل ڏاڪو آهي. قيد ۾ اڪيلو رهڻ کان تہ ٻڌي مرڻ چڱو آهي.

● مون ڪميونزم جي مخالفت ڪا نہ ڪئي پر ڪميونزم اسٽالين جو روپ ڌاري مون کي پاڻ کان ڌار ڪيو.

● هن برطانيا ۾ آئون ووٽ ڏيندو آهيان ۽ چونڊن جي نتيجي جي باري ۾ زور شور سان اڳڪٿيون بہ لکندو آهيان. اليڪشن مون لاءِ هڪ اهڙي راند آهي، جنهن ۾ منهنجي شرڪت ضروري ٿي پوندي آهي. مهرباني ڪري سياست تي مون سان وڌيڪ نہ ڳالهايو.

ماريوس وارگاس للوسا:

● ادب قوميتن کان مٿاهون آهي. ادب کي ڪنهن هڪڙي ئي قوم جي سوڙهين پابندين ۾ ٻڌي ڇڏڻ ادب کي قتل ڪرڻ جي برابر آهي.

● ليڪڪ سياسي ذميوارين کان آجو ناهي. پر مون کي سيني کان وڌيڪ خراب غلط، بيڪار ۽ واهيات ڳالهہ اها ٿي لڳي، جڏهين ڪو سياسي ماڻهو پنهنجو اصلي ڪم ڇڏي ادب ۾ اچي ٽنگ اڙائيندو آهي. ادب سياسي هٿيار ناهي پر جيڪڏهين آهي بہ سهي، تہ ٺپ مٺو هٿيار آهي. انهيءَ ڪري چڱائي انهيءَ ۾ آهي تہ سياستدان وجي سياست ڪري ۽ پنهنجو قيمتي وقت ليڪڪ ٿيڻ جي چڪر ۾ نہ وڃائي.

● مون کي ڪجهہ اهڙا ليڪڪ سجهن ٿا، جن پنهنجين لکڻين ۾ ادب ۽ سياست کي اهڙو تہ ملايو آهي، ڇڻ منديءَ تي ٺڪ. بريخت جو مثال تمام وڏو مثال آهي. بريخت تہ

غير معمولي مثال هو. پر مون کي ڪٿين اهڙا ليکڪ سجهن ٿا، جن ادب کي سياسي هٿيار سمجهي سياسي نظرين جو پرچار ڪيو ۽ ادب ۾ منهن پر وجي ڪريا.

آچي بي:

● جڏهين منهنجي ملڪ نائيجيريا سميت آفريقا بينڪي نظام جي خلاف وڙهي رهيو هجي ته سيني ليکڪن تي فرض ٿئي ٿو ته هو انهي ويڙهاند ڪان ڪن ٽار نه ڪن. اوهان آفريقي آهيو سڀي دنيا اوهان جي مٿان اونڌي ڪئي ويئي هجي ته پوءِ اندر جي آنڌ مانڌ کي ڇو لڪائجي. اهڙين حالتن ۾ غير جانبدار رهڻ ناممڪن آهي.

● سياستدان ته چاهيندا آهن ته اوهان سندن پيرن ۾ ڪريا پيا هجو. پاور جو استعمال ڪرڻ اسان جي سيني سياسي ليڊرن جي بيماري آهي. ڪين خبر ئي ناهي ته سندن تعداد اٽي ۾ لوڻ برابر آهي. ڌرتيءَ جو اصل مالڪ ۽ وارث ته عوام آهي، جيڪو چپ آهي. انهيءَ ڪري ليکڪ کي کپي ته هو ليڊرن جي زبان بڻجڻ جي بدران عوام جي زبان بڻجي.

# انگريزن جا پرڪار

## جارج مائيڪسن

برطانيہ ۾ هرڪا شئي اونڌي آهي يورپ جي ٻين ملڪن ۾ مسڪين ۾ مسڪين ماڻهو اڇر ڏينهن پنهنجو بهترين بوٽ سوٽ پائي ٻاهر نڪرندو آهي تہ جيئن ماڻهو ڪيس عزت سان ڏسن. ايئن سڄو ملڪ بود ۾ ٻريل هوندو آهي، برطانيہ ۾ نواب صاحب ڪان وٺي ڪارن جي ڪارخانن جي مالڪ تائين امير ۾ امير انگريز ٽڳڙيون پائي هلندو آهي ۽ ڏاڙهي بہ نہ لاهيندو آهي، اڇر جي ڏينهن سڄو برطانيہ منٺل ۽ پوتاڙيل لڳندو آهي، ٻئي يورپ جا ماڻهو جنهن موضوع تي ڳالهائڻ ڪان وڌ ۾ وڌ نٽائيندا آهن اهو موضوع آهي موسم جو. پر برطانيہ ۾ توهان جيڪڏهن هڪڙي ڏينهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ بہ سئو ڀيرا هي جملو نہ چيو تہ انگريز اوهان کي واهيات قسم جو ڏڏ ماڻهو سمجهندا اهو جملو آهي"ڪيئن تو پائين واهہ جي موسم آهي نہ؟"

ٻئي يورپ ۾ ڪاڏو ڪائڻ وقت ماڻهو ڪانٽي کي کوڏر وانگر استعمال ڪندا آهن، پر انگريز وڏي نفاست سان ڪٽي ڦهرئين ابو ڪري پوءِ اونڌو ڪري پليٽ ۾ پيل ٻڪڙي کي بہ ڪٽي وٺندو آهي، ٻئي يورپ ۾ بس کي ٻهارڻ لاءِ بس جو ڪنڊيڪٽر گهنڊٽي وڄائيندو آهي پر برطانيہ ۾ بس کي بيهارڻ لاءِ مسافر کي گهنڊٽي وڄائڻي پوندي، ٻئي يورپ ۾ ٻلين کي ٻلين جي ميرٽ مطابق ڪٽيو ويندو آهي، ڪن ٻلين کي پيار ڏبو آهي تہ ڪن ٻلين کي عزت ڏبي آهي، پر برطانيہ ۾ ٻلي کي ائين پوڄيو ويندو، جيئن قديم زماني ۾ مصر ۾ ٻلين کي پوڄيو ويندو هو.

ٻئي يورپ جا ماڻهو پنهنجي علم جو رعب ڄمائڻ لاءِ گفتگو ۾ ارسطو ۽ افلاطون وغيره جا حوالا ڏيندا آهن پر برطانيہ ۾ صرف جاهل ماڻهو انهن يوناني ۽ لاطيني فلسفين جا نالا ڪڍي رعب ڄمائيندو آهي، اتفاق سان ڪو جاهل اڌ اڪري انگريز انهن فلسفين کي پڙهي وٺندو آهي تہ پوءِ اهي نالا ڪڍڻ ڇڏي ڏيندو آهي، ٻئي يورپ جي هر ڪا قوم پنهنجي قوم کي ٻين سڀني قومن ڪان وڌيڪ بهادر سڏائيندي آهي پر انگريزن اڌ دنيا

فتح ڪرڻ ڪانپوءِ بہ پنهنجو پاڻ کي ٻين قومن کان وڌيڪ بهادر قوم نہ سڏائيو. ٻئي يورپ ۾ ڪجهہ ماڻهو ڏوهاري هوندا آهن ڪجهہ سيڪڙو ماڻهو ايماندار هوندا آهن ۽ باقي جيڪي ماڻهو هوندا آهن اهي ڏوبي جي ڪتي وانگر نہ گهر جا هوندا آهن نہ گهاٽ جا. پر انگريزن ۾ تمام گهٽ سيڪڙو ماڻهو ڏوهاري هوندا آهن ۽ باقي سڀ ماڻهو ايماندار هوندا آهن. ٻئي يورپ ۾ ماڻهو يا ڪوڙ ڳالهائيندا آهن يا وري سچ ڳالهائيندا آهن. انگريز ڪوڙ تہ بلڪل نہ ڳالهائيندا آهن پر سچ ڳالهائڻ تہ سندن خواب و خيال ۾ نہ هوندو آهي. ٻئي يورپ جا ماڻهو زندگي کي راند سمجهندا آهن پر انگريز ڪرڪيٽ کي راند سمجهندا آهن. انگريز هر قسم جي اختلاف راءِ سهي ويندو پر موسم جي باري ۾ انگريز توهان کي ڪنهن بہ قسم جي فڪري آزادي ڏيڻ لاءِ تيار نہ هوندو. ڳڙن جو ڦهڪو هجي، برف جو سرڙاٽ پيو پوي ۽ طوفان وٽن کي پاڙئون پٽي رستا بند ڪري ڇڏي تہ اهڙي موسم ۾ ڪو انگريز اوهان کي چوي تہ واهہ سائين واهہ اڄ تہ موسم واهہ جي آهي ڏاڍي وٽي پئي. انگريز جي انهي ڳالهہ سان اوهان ها ۾ ها ملايو تہ پوءِ سڄي عمر لاءِ اوهان کي تيز مشاهدي جو مالڪ، وڏو دانشور ۽ حد پلو ماڻهو ڪري ليکيو ويندو.

ٻين ماڻهن جي دلين ۾ دونهيون ڏکنديون آهن. پر انگريزن جي دل ۾ برف ڄميل هوندي آهي توهان ٻئي يورپ ۾ نڪري وڃو تہ اتي اوهان کي ڪيترائي ماڻهو بنا ڪنهن سبب جي ٽڏا ساهہ پريندا نظر ايندا. اهي ڪيفيتون سلاوڪ قوم جي ماڻهن ۾ خطرناڪ حد تائين موجود آهن. انهي بيماري جا شڪار ٽيل سلاوڪ اوهان کي وڏن مفڪرن وارو ڏيکاءُ ڏيندا. ڪنهن سلاوڪ سان ڳالهائيندو تہ توهان کي چوندو" ڪڏهن آئون ڏاڍو خوش هوندو آهيان ۽ ڪڏهن وري ڏاڍو اداس ٿي ويندو آهيان "پلا ائين ڇو آهي؟" يا وري چوندو"آئون ڏاڍو ڳجهو ماڻهو آهيان ڪڏهن دل چوندي آهي تہ ڪاش! آئون هتان جي بدران ٻئي ڪنهن جڳهہ تي هجان ها" توهان سندن انهي ڳالهہ جو بہ ڪو جواب نہ ڏيندا تہ هو چوندا تہ "جڏهن آئون رات جي وڳي ۾ جهنگ ۾ هوندو آهيان تہ هڪڙي وڻ تان ٽپ ڏيئي ٻئي وڻ ۾ وڃي لڙڪندو آهيان تہ سوچيندو آهيان تہ زندگي ڪيڏي نہ عجيب شئي آهي" ٻئي پاسي انگريز هر ڳالهہ کي گهٽائي پيش ڪندو آهي اوير يورپ جو نوجوان پيار جو اظهار ڪرڻ وقت پنهنجي پياري جي اڳيان گوڏا کوڙي چوندو "هن پري تري دنيا ۾ تون سڀني کان وڌيڪ سهڻي من موهڻي پياري وڻندڙ ڇوڪري آهين تو ۾ جيڪا شئي آهي سا دنيا جي ڪنهن بہ عورت ۾ ناهي، تو کانسواءِ آئون هڪ منٽ بہ زندگي کي گذاري نہ سگهندس" انهي ڳالهہ ڪرڻ ڪانپوءِ بہ ساڳي

ڳالهہ تي زور ڏيندو ۽ نيٺ اتي جو اتي پنهنجو پاڻ کي گولي هڻي ڪيندو. اوڀر يورپ ۾ اها ڪا ايڏي وڏي ڳالهہ ناهي پر انهي جي ابتڙ انگريز جو ٻچو پنهنجي محبوبہ جي پٺي تي هٿ هڻي چوندو "توکي خبر آهي تہ مون کي توسان محبت ڪرڻ تي ڪو بہ اعتراض ناهي" پر انگريز جي صفا پيار چريو هوندو تہ چوندو "منهنجي ڇوڪري جو مقصد آهي تہ ... پر تنهنجي مرضي الائي ڇا آهي؟" يلا وڏيڪ ڇا چوان؟ "هڪڙي انگريز تہ پيار ۾ اچي ڇوڪريءَ کي چيو "منهنجي ڇوڻ جو مطلب آهي ...." ايترو چوڻ ڪانپوءِ اهو انگريز پورا ٽي ڏينهن اتي خاموش ويٺو رهيو.

جڏهن آئون برطانيہ پهتس تہ منهنجو خيال هو تہ مون کي انگريزي اچي ٿي، هڪ ڪلاڪ ڪانپوءِ مون کي خبر پئي تہ مون کي انگريزي جو هڪ لفظ ۾ صحيح نٿو اچي. ستن سالن ڪانپوءِ مون کي خبر پئي تہ برطانيہ ۾ ڪنهن کي بہ صحيح انگريزي ڳالهائڻ نٿي اچي، آئون پنهنجي هڪ انگريز دوست سان پب ۾ ويهي شراب پي رهيو هوس، اسان ٻئي ڪائونٽر جي سامهون اسٽولن تي ويٺا هئاسين، اوچتو ئي اوچتو هڪڙو بم اڏامندو پب ڪان وال پري ڪري وڃي ڦاٽو. سچ تہ اهو آهي تہ ڊپ تہ مون کي ڏاڍو ٿيو پر دم جهلي اسٽول تي ويٺو رهيس پر جان ڪٽي انگريز ياڻو جي اسٽول ڏانهن ڏسان تہ اسٽول تہ موجود آهي پر انگريز غائب آهي، ٿوري دير ڪان پوءِ منهنجي نظر انگريز دوست تي پئي تہ ڇا ٿو ڏسان تہ همراهہ پٽ تي ڪريو پيو آهي ۽ ڇهري تي خوف ڇانيل اٿس، جڏهن پنهنجا حواس درست ڪيائين تہ ڪپڙا ڇڏيندي اٿيءُ بيهي رهيو ۽ مون کي چيائين تہ "واهہ ڙي يار واهہ تون تہ ڪو ڏاڍو ڏڄڻو ماڻهون آهين ايترو ڏڄي وئين جو خوف وچان اسٽول تان ڇري نہ سگهئين."

اوڀر يورپ ۾ کهرو ٿيڻ سولو آهي، اوهان ڪنهن بہ هنڌ ٻهي ايندن ويندن ماڻهن کي جانورن جي نسبت سان ڪجهہ بہ چئي سگهو ٿا مثلان ڪتي جا ٻچ، گڏهہ جا ڦر وغيره وغيره اتي اوهان پنهنجي مخالفن لاءِ وڏي پيماني تي افواهہ گهڙي ماڻهن کي بڏائي سگهو ٿا، پراگ شهر ۾ هڪ معمولي قسم جو مصور جوا ۾ ڏوڪڙ ڪمائيندو هو. ساڻ ۾ اچي ٻئي مصور لاڪائنس چيو "يار وڏو ڪنجوس ماڻهو آهين، رات جي پئسا جوا ۾ ڪمايئي سي ٻئي ڏينهن مصوري تي خرچ ڪري ڇڏيئي، پر برطانيہ ۾ رکو تي هلڻ جا طور طريقا ٻيا آهن،اوڀر يورپ ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو اوهان کي ڪوڙ هڻي بڏائي تہ اوهان ڪيس آرام سان چئي سگهو ٿا تہ"بابا تون تہ ڪو ڏاڍو ڪوڙو ماڻهو آهين، تو جهڙو واهيات ماڻهو تہ دنيا ۾ نہ ليندو" يا وري ائين چئي سگهو ٿا "يار تو جيڪا ڳالهہ ٻڌائي آهي ائين ٿيندو تہ ناهي ڪيئن آئون ڪوڙ تو ڳالهائيان؟"

ڪجھ سال اڳ جڏھن مون کي چڙا ڏھ اکر انگريزي جا ايندا ھئا تہ مون مترجم جي نوڪري لاءِ درخواست ڏني منھنجي انگريزي پڙھڻ ڪانپوءِ نوڪري ڏيندڙ ماڻھو ڏاڍن مٺن ۽ نرم لفظن ۾ چيو تہ ڊجي ڊجي تو ڳالھ ڪريان تہ تنھنجي انگريزي ٿوري ٿوري ڪچي آھي، ٿي سگھي ٿو تہ آئون غلط ھجان" اھڙي درخواست جيڪڏھن اوير يورپ جي ڪنھن ملڪ ۾ ڏيان ھا تہ نوڪري ڏيندڙ پنھنجي ماتحت کي چئي ھا "اڙي! ھن چڳي مڙس کي اھڙو تڏو ھڻ جو چاڙھين تان گڙگندو ھيٺ وڃي ڪري"

قطار ۾ ڏي بيھڻ انگريزن جو قومي جذبو ۽ فرض آھي، موڪل جي ڏينھن ۾ بسن جي اڏن، پيڙن جي گھاٽن، چانھن جي ھوٽلن ۽ آئيس ڪريم جي دڪانن اڳيان انگريزن جون وڏيون وڏيون قطارون تہ بنا ڪنھن ڪم ڪار جي رڳو عادت پوري ڪرڻ لاءِ لڳي وينديون آھن، انگريزن جا ڪيترائي خاندان صرف پنھنجي شامن کي خوبصورت بنائڻ لاءِ پنھنجي گھرن ۾ بہ ٽي ڪلاڪ قطارون ۾ ڏي بيھندا آھن.رات جو ماءُ پيءُ تڏھن ڏاڍا اداس ٿي ويندا آھن جڏھن ٻار قطار ناھي ننڊ ڪرڻ لاءِ پنھنجن بسترن ڏانھن روانا ٿيندا آھن.

انگريز جڏھن پنھنجي ڪنھن دوست سان گڏ شام جو گھمڻ نڪرندو آھي تہ ھو اھو سڄو وقت خاموش رھندو آھي، پر جڏھن ھو پنھنجي ڪتي سان گڏ گھمڻ نڪرندو آھي تہ ڳالھيون ڪري ڪري ڪتي جا ڪن ڪائي ويندو آھي، انگريز اديب ۽ شاعر ھئڻ لاءِ ھي شرط لازمي آھن (1) گھٽ ۾ گھٽ ٽي ڏينھن ڏاڙھي لاھڻ نہ گھرجي چاڪاڻ تہ روز ڏاڙھي لاھڻ سرمائيدارنہ عادت آھي، پر جيڪڏھن چوٿين ڏينھن ڏاڙھي ڪوڙٽي پئجي وڃي تہ اھڙي نموني ڪوڙجي جو ڳلن تي ٽن ڏينھن جي ڏاڙھي ڪوٺا موجود ھجي،ائين ڪرڻ سان ليڪ شاھڪار لکٽيون تخليق ڪري سگھي ٿو(2) ڪنھن حد تائين ماڻھن سان اوھان کي ڪبي تہ روز ٿوري رڪائي ضرور ڏيکاريو، ائين ڪرڻ سان ماڻھن کي اھا خبر پوندي تہ روز مرھ جون جيڪي ريتون رسمون آھن اھي چٽڪيون آھن مثلا ھيلو! "يلا خوش تہ آھين؟ يا" تنھنجي وڏي مھرباني "جھڙا جملا چوڻ اجائي بڪواز آھي(3) ملڪ جي ماڻھن يا بئي انسان ذات لاءِ پلي جي ڳالھين جي پرواھ نہ ڪريو چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان اوھان عملي سياست جو شڪار ٿي ويندو، اديب ۽ شاعر کي صرف نظرياتي سياست ڪرڻ گھرجي(4) ڪنھن بہ سياسي پارٽي ۾ شامل نہ ٿيو چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان اوھان ذھني غلامي جو شڪار ٿي ويندو، جيڪي بہ سياسي پارٽيون عوام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪنديون ھجن انھن تي چتي تنقيد ڪريو، جيڪڏھن اديب ۽ شاعر چتي تنقيد نہ ڪندو تہ اھو سياسي ڏڻ جو معمولي جانور بڻجي رھجي ويندو(5) ڪنھن بہ ڪميونسٽ حڪومت کي بنا دير جي ھڪ جي سامراجي

قوت يا ري ائڪشنري حڪومت ڇٽي ڇڏيو. برطانيہ جي ليبر پارٽي ڪي بيوقوف پوڙهن جي ٽريڊ يونينسٽ جماعت ڇٽي ڇڏيو. اهڙي ساڳئي طرح فرنيچ سوشلسٽ ڪي سرمائيدار ٽولي جا چمچا. آمريڪا جي مزدور تحريڪ ڪي سرمائيدارن جون پاڙيتو تحريڪون قرار ڏيڻ ۾ ڪابہ هٻڪ نہ ڏيکاريو. دنيا جون جيڪي بہ سوشلسٽ جمهوري ۽ انارڪسٽ حڪومتون آهن اتان جي ملڪن کي ٻوٽتي پيل ملڪ سڏڻ تمام ضروري آهي (6) توهان جيڪڏهن اديب ۽ شاعر آهيو تہ صرف انهي حڪومت ڪي سٺو ڇٽو جيڪا پڙهڻ برهمڻ ازم، روحانيت، جنن ڀوتن ۽ ٽراٽسڪي جي حامين ٽي ٻڌل حڪومت هجي.

برطانيہ ۽ اوير يورپ جي ڪامورن ۾ وڏو فرق آهي، اوير يورپ جو ڪامورو پاڻ کي جنگ جي ميدان ۾ بيٺل جنرل سمجهندو آهي جيئن بهادر جنرل پنهنجي فوج کي پوٽتي نہ هٽائيندو آهي ائين ڪامورو پنهنجي لکيل حڪم کي نہ موٽائيندو آهي، ڪاموري جا دڙڪا توبن وانگر ٺڪاءُ ڪندا آهن، سندس زبان مشين گن وانگر هلندي آهي. جيئن جنرل جنگ وڙهندي ڳم نہ ٿيندو آهي ائين ڪامورو بہ پاڻ ڳم ٿيڻ جي بدران ڪاغذ ڳم ڪري ڇڏيندو آهي، اوير يورپ جي ڪامورن جو خيال آهي تہ انساني سماج وجود ۾ ئي انهي لاءِ آيو آهي تہ سڀ ڪم ڪاريون ڪامورن جي هٿ هيٺ هجن، سماج ۾ ڪجهہ شيطان ماڻهو انهي لاءِ پيدا ٿيا آهن جيڪي گڏجي ڪري ڪامورن جي خلاف ڳالهيون ڪن ۽ پوءِ پنهنجون درخواستون شڪايتون ۽ مسئلا ڪامورن وٽ کڻي اچن، ڪامورا اهڙن شيطان ماڻهن کي جهڙو مهانڊو اهڙو موچڙو هڻندا آهن ڪين سرد ۽ گندلين انتظار گاهن ۾ ويهاري ويهاري رت ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ ڪين اٺينشن ۾ بيهاري دڙڪا ڏنا ويندا آهن ۽ آخر ۾ ڪين خالي هٿين واپس موٽايو ويندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن انهن شيطان ماڻهن سان ٻلي ڪوئي واري راند بہ ڪئي ويندي آهي، ڪين ڇيو ويندو آهي تہ پنجين ماڙ تي وڃو اتي وري ڪين حڪم ٿيندو آهي تہ ٽين ماڙ تي هليا وڃو اتان وري ڪين اصلي آفيس ڏانهن روانو ڪيو ويندو آهي جتي ڪين ست سريون ٻڌائي وري پنجين ماڙ تي موڪليو ويندو آهي، ائين درخواست گذار هلي هلي ستارن وانگر گردش ڪندا خلا ۾ ڳم ٿي ويندا آهن.

اوير يورپ جو ڪامورو جيڪڏهن سمجهي ٿو تہ انگريز ڪامورو بہ سندس جهڙو جنگجو جوان هوندو تہ اها ڀل اٿس. انگريز ڪامورو پاڻ جنگ ۾ بيٺل جنرل جي بدران واپاري سمجهندو آهي، سندس طبيعت نرمي ۽ نوڙت واري هوندي آهي، هو وڏي اعليٰ ظرفي سان مرڪندو آهي. انگريز ڪامورو هر ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار هوندو آهي، هو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هنن ڳالهين تي عمل ڪندو -آهي، ادا انگريزي ڪامورو جيڪو

ٻہ آرڊر ڪيندو آهي، هدايتون جاري ڪندو آهي انهن ۾ اهڙا لفظ استعمال ڪندو آهي جو انهن جي ڪاٻہ معنيٰ نہ هوندي آهي (2) انگريز ڪامورو فيصلو ڪرڻ جي بدران همدردانہ غور ڪرڻ جو واعدو ڪندو آهي يا وري ٻيهر غور ڪرڻ جو واعدو ڪندو آهي(3) اصولي طور تي انگريز ڪامورو هر وقت عوام جي خدمت ڪرڻ لاءِ تيار هوندو آهي پر عملي طرح تي هو ڪنهن ڪانفرنس ۾ هليو ويندو آهي يا ماني ڪائڻ هليو ويندو آهي يا وري ڇانهن پيئڻ ۾ مصروف هوندو آهي(4) اوڀر يورپ جو ڪامورو هلندي، وارن امير ماڻهن دوست، سوٽن، ماساتن، سالن، مسواڙين ۽ ساٿي ڪامورن جي سفارش تي ڪم ڪري ڏيندو آهي پر عوام جو خدمتگار ۽ ايماندار انگريز ڪامورو ڪنهن جي ٻہ چوڻ تي ڪنهن جو ٻہ ڪوبہ ڪم نہ ڪندو آهي، پلي اوهان ڪير ٻہ هجو پر ڪم ڪان اڳونئو هوندو، ڪو ڪم ٿي نہ ٿيندو آهي، جمهوريت جي اها ٿي تہ وڏي ۾ وڏي خوبي هوندي آهي تہ ڪنهن جو ٻہ ڪم نہ ٿئي.

برطانيہ جي سياست ۾ پارٽي بدلائي لوٽو بنجڻ عيب جوڳو عمل ناهي، ڇاڪاڻ تہ اتي سيني پارٽين جو منشور ساڳيو آهي، قدامت پرست پارٽين ۾ لبرل ماڻهو گهڻا هوندا آهن ۽ لبرل پارٽين ۾ قدامت پرست وڌيڪ هوندا آهن، آمريڪا جا ماڻهو صرف انهي ڪري فرانس گهمڻ ويندا آهن تہ جيئن هو پئرس شهر جي مختلف هنڌن تي بيهي پنهنجو فوٽو ڇڪائي سگهن ۽ موٽي اچي آمريڪا ۾ اهو ثابت ڪري ڏيکارين تہ هو پئرس گهمي آيا آهن. جرمن ماڻهو دنيا جي سفر تي انهي ڪري نڪرندا آهن تہ جيئن هو پنهنجي گائيڊ بوڪ تي ٽڪ مارڪ ڪري سگهن تہ هو ڪهڙا هنڌ ڏسي آيا آهن، پر انگريز سفر تي آخر ڇو ٿو نڪري؟ انهي جو هڪڙو ڪارڻ تہ اهو آهي تہ پاڙيسري نڪري ويو آهي تہ پوءِ هو پوئتي ڇو رهي، ٻيو ڪارڻ اهو آهي تہ ڪين ننڊي هوندي اها سکيا مليل هوندي آهي تہ سفر ڪرڻ سان دماغ وسيع ٿيندو آهي، سفر تي نڪرڻ ڪانپوءِ انگريز جو دماغ وسيع ٿئي يا نہ ٿئي البت سوئز ۽ جرمن ڪاڏا ڪائي سندن جسم وسيع ٿي ويندو آهي، ٽيون ڪارڻ اهو آهي تہ انگريز پنهنجي ملڪ ۾ آيل سياحن کان ڪنتار ڪرڻ لاءِ ٻئي ملڪ نڪري ويندا آهن، انگريز جڏهن سفر تي نڪرندو آهي تہ ساڻس ٻيا انگريز هوندا آهن ۽ ٻين ملڪن ۾ انهي لاءِ ويندا آهن تہ اهي سڻن سڻن ماڻهن سان ملاقاتون ڪن، منهنجي چوڻ جو مقصد آهي تہ انگريز ٻين ملڪن ۾ وڃي پنهنجي پاڙي جي انگريزن سان ملاقاتون ڪن، انگريز جڏهن پنهنجي گهر ۾ هوندا آهن تہ پوري پوري ڪوشش ڪندا آهن تہ پاڙيسريُ ڏانهن اک کڻي ٻہ نہ نهارجي پر اهي ساڳيا انگريز جڏهن ٻين ملڪن ۾ پنهنجن پاڙيسرين سان ملندا آهن تہ هڪ ٻئي کي وڏا وڏا ڀاڪر پائي ملندا آهن ۽ هڪ ٻئي کي شراب پياريندا آهن.

# آمريڪين جا احوال

## جارج مائيڪسن

آمريڪا ۾ جوتا ائين چمڪندا آهن جيئن ٻي عظيم جنگ ڪانپوءِ انگريزن جا پاجاما چمڪندا هئا. آمريڪين ڪيڏي نہ خبرداريءَ سان هلندي جوتن کي ميرو ٿيڻ کان بچائي وجي پر پوءِ هو وات ويندي، موچي جي دڪان ۾ گهڙندي ۽ حجامت ڪرائيندي گهٽ ۾ گهٽ چار يا پنج ڀيرا جوتا ضرور پالش ڪرائيندو. آمريڪين هڪ ”جوتا سجاڳ“ قوم آهي.

برطانيہ ۾ مون کي ڪپڙن جو شوقين ماڻهو ڪري ليکيو ويندو هو. پر آئون جڏهن آمريڪا پهتس تہ وڏي ياءُ پهرين ست مون کي چيو تہ هڪدم وڃي نوان ڪپڙا وٺي اچ، اهي تو وارا فقيرن وارا ڪپڙا هن ملڪ ۾ نہ هلندا. آمريڪا ۾ پهچڻ ڪانپوءِ اوهان پنهنجيون اڳيون سڀ قميصون ڦاڙي ڦٽي ڪري ڇڏيو ۽ نيون قميصون وٺي اچو. آمريڪا ۾ قميص ڳاڙهي رنگ جي هوندي تہ ان تي ڪارا ليڪا اڪريل هوندا، جي قميص پيلي رنگ جي هوندي تہ انهي تي پنيوريون ڇاپيل هونديون ۽ جي قميص آسماني رنگ جي هوندي تہ انهي تي اهڙيون اگهاڙيون تصويرون ڇپيل هونديون، جيڪي بجلي جي روشني ۾ وڏيڪ اگهاڙيون ڏسڻ ۾ اينديون.

انگريز ڪن ڪولي منهنجي ڳالهہ ٻڌن تہ آمريڪن لانڊريون ڪين حيرت ۾ وجهي ڇڏينديون. آمريڪا ۾ لانڊڙيون نہ رڳو توهان جون قميصون وڏي صفائي سان ڌوئي ڏينديون، پر اهي قميصون جڏهن مشين مان نڪرنديون آهن تہ ننڍين آڱرين جي ٻدران صحيح سلامت نڪري اينديون آهن. هڪ انگريز لاءِ انهي کان وڏيڪ خوشي جو موقعو ڪٿان اچي سگهي تہ توهان جيڪا ڪپڙن جي ٿيلهي پري لانڊري موڪلي هجي ۽ پوءِ نہ رڳو اها ٿيلهي ٻہ ساڳي اچي مليس ۽ ڪپڙا بہ ساڳيا ملنس. برطانيہ ۾ اهڙا مزا ڪٿي آهن. برطانيہ ۾ جڏهن ڪپڙن جي ٿيلهي لانڊري مان اچي ملندي آهي تہ انهي

۾ اوهان جي واهيات ڪپڙن جي بدران پارن جا نيپڪن، مائين جا گائون، وڪٽورين ڪيچا ۽ جوتن جا ڪشا اچي ملندا آهن.

آمريڪا ۾ توهان اهڙو جيڪٽ پائي هلو، جنهن جي استري ايئن ٽيل هجي، چڻ بليڊ جي ڌار هجي ۽ توهان ۽ توهان جي وات ۾ جيڪو سگار هجي، اهو گهٽ ۾ گهٽ ٻه يا ٽي فوٽ ڊگهو هجي، نئين قسم جون موٽر ڪارون ناهڻ وارن ڪي ڪپي ته هو گاڏيءَ جي سامهون واري ونڊ اسڪرين جي شيشي ۾ هڪ وڏو ۽ خوبصورت ٽنگ ڇڏي ڏين ته جيئن ڪار هلائڻ وقت مالڪ سولائي سان سگار ڇڪي سگهي. انهي سگار سان توهان سئنيما هال ۾ ويهي، اڳئين سيٽن تي ويٺل همراهه جو ڪن ٻنا معافي وٺڻ جي ساڙي سگهو ٿا.

آمريڪا جي نيويارڪ شهر جي ڪنهن ٻه زير زمين ريل گاڏي ۾ جيڪڏهن اوهان صبح جو 9 وڳي کان وٺي 5 وڳي شام تائين سفر ڪندو ته گهٽ ۾ گهٽ ٽي عدد ماڻهو پڪين وانگر اوهان جي مٿي ۽ ڪلهن تي اچي ويهي رهندا، ڪجهه پوڙهيون عورتون سرڪنديون اوهان جي گوڏن مٿان سٽجي ويندبون ۽ جڏهين اوهان پنهنجي ڪوٽ جي کيسن ۾ هٿ وجهندا ته کيسن ۾ اوهان ڪي ٻه ٽي پار ويٺل نظر ايندا.

ايمپائر اسٽيٽ بلڊنگ جون 102 ماڙيون آهن، راڪفيلر سينٽر ۾ جيترا ماڻهو نظر ايندا انهن جو تعداد يورپ جي ڪجهه مشهور شهرن جي برابر هوندو، ٽيڪساس جي اسٽيٽ ۾ برطانيه جهڙا ٽي ملڪ اچي ويندا، ٽيبل تي اوهان جي اڳيان جيڪو ڪنڊ جو پيالو پيل هوندو انهي مان ڪنڊ ڪيڻ اوهان ڪي اٽي ڪرسي تي چڙهي بيهڻو پوندو ۽ پوءِ بيلچي سان اوهان ڪي ڪنڊ ڪيڻي پوندي، اتي جيڪو اوهان ڪي ماچيس هوندو سو مانڊڻي جي ڪوڪي جيڏو هوندو، انهن ماچيسن ۾ پيل تيلي جي سائيز برطانيه جي جهنگ مان هٿ آيل ڪنهن سڪل ٻنڊ کان ڪنهن ٻه صورت ۾ ننڍي نه هوندي، اوهان سڄي رات انهيءَ تيليءَ تي هٿ پير سيڪي پنهنجو پاڻ ڪي گرم رکي سگهو ٿا، اوهان جيڪڏهن آمريڪا جي هوٽلن ۾ ويهي چڪن پيس جو آرڊر ڏيندا ته توهان جي اڳيان پڪل ڪڪڙن جا ايترا ٽڪر رکندا جيڪي اوهان سڀ کائي ويو ته هوٽل جي در تائين پهچڻ کان اڳ وفات ڪري ويندئو. آمريڪا مان نڪرندڙ روزانه اخبار ڪنهن ٻه صورت ۾ انسائيڪلو پيڊيا برٽينيڪا جي فل سيٽ کان گهٽ نه هوندي.

آمريڪا ۾ جنهن رفتار سان مشين گيري جو استعمال وڌي رهيو آهي، انهي مان لڳي ٿو ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ معاملا هن ريت حل ٿيندا (1) ٻنڻ دبائڻ سان اوهان پيار ۾ گرفتار ٿي ويندئو (2) هنڊيل هلائڻ سان اوهان جي شادي ٿي ويندي (3) تار

ڇڪڻ سان اوهان جي طلاق پاڻهي ٿي ويندي(4) دروازي جو ناب (هٿيو) گهمائڻ سان اوهان برسات ۾ وهنجڻ لڳي ويندا (5) ڪتاب ۾ لڳل بٽڻ دٻائڻ سان سڀ ڪتاب پڙهي اوهان عالم ٿي ويندئو.

آمريڪا ۾ وات ويندي يا بس ۾ ويٺي ويٺي اوهان جي جنهن به آمريڪي سان ڊيٽ ويٽ ٿي ويندي ته اهو آمريڪي پنجن منٽن ۾ اوهان کي پنهنجو ڏنڊو، آمدني ۽ بئنڪ بئلنس ٻڌائي ڇڏيندو، اوهانکي هو اهو به ٻڌائي ڇڏيندو ته پاڻ سندس زال سان ڪيترو وفادار آهي يا نه! تنهن کانسواءِ هو اوهان کي محبوبه جي ائڊريس، عمر ۽ ڏنڊو به ٻڌائي ڇڏيندو، اوهان کي اهو به ٻڌائيندو ته هن انڪم ٽئڪس وارن کي ڪيئن بيوقوف بڻايو آهي.

آمريڪا ۾ اوهان کي هنڌ هنڌ مشين نظر ايندي، جيڪا اوهان جي خط تي ٽڪلي هڻي خط روانو ڪري ڇڏيندي، هڪڙي اسٽيشن تي ٿهيل انهي مشين ۾ مون خط روانو ڪرڻ لاءِ سڪو مشين جي وات ۾ اڇلايو پر جيئن ته سڪي جي قيمت وڌيڪ هئي، انهي ڪري مشين ڪارروائي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، مون کي انهي مشين پوسٽ آفيس وٽ منتل ڏسي هڪڙو آمريڪي وڏي آيو ۽ حال حقيقت پڇيائين، مون مامرو ٻڌايو مانس ۽ چيو مانس ته ٿهيو ڇڏينس ڪٿي آئون پيو سڪو ٿو وڃهان، اها ڳالهه ٻڌي چيائين، نه بابا ائين وري ڪيئن ٿيندو؟ آسان جي انهي گفتگو دوران ڏهه پندرنهن پيا همراهه به اچي ٽٽا، انهن مان ڪي واٺهڙو هئا، ڪي ريل ڪاتي وارا هئا ۽ ڪي پوسٽ وارا هئا، سڀني گڏجي مشين جو گهيرو ڪيو ۽ مشين تي ڏڪن لئين، ٺونشن جو مينهن وسائي ڏنائون، مشين تي مار ماران جي اها ڪارروائي، ايستائين جاري رهي، جيستائين مشين منهنجو سڪو ٻاهر اوڳاريو، انهي ڪارنامي ڪانپوءِ سڀني آمريڪين خوشي وچان رڙيون ڪري هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏنيون ۽ ٺهڪ ڏيئي هڪ ٻئي کي ڀاڪر وجهي خوشيون ڪرڻ لڳا.

آمريڪا ۾ ٻه سئو سال اڳ فيصلو ٿيو ته آمريڪا جي ٻولي انگريزي هوندي، پر اجان تائين انهي فيصلي تي عمل ٿي نه سگهيو آهي.

برطانيه ”اوهان ڪنهن کان به ڪنهن گهٽي جو ڏس پڇندئو ته انگريز اوهان کي آڱر جي اشاري سان ڏس ڏيئي ڇڏيندو يا معافي وٺي روانو ٿي ويندو پر آمريڪا ۾ اوهان ڪنهن به ماڻهوءَ کي بيهاري پڇئو ته اوهان کي آس پاس ڪنهن فليٽ جو ڏس ٿو کپي، جيڪو مسواڙ تي ملندو هجي، آمريڪي پنهنجو سڀ ڪم ڪاريون ڇڏي، اوهان سان ڇاڻايل فليٽ تائين هلندو پوءِ فليٽ جي مالڪ سان جهڳي هڻي فليٽ مسواڙ تي

وٺي ڏيندو. انهي ڪانپوءِ فليٽ ۾ گهڙي اوهان کي ڳرو سامان ڪڻائڻ ۾ مدد ڪندو. جڏهن فليٽ ترتيب ۾ اچي ويندو ۽ اوهان ڦري سندس مهرباني مڃڻ لاءِ اچا وات مس کوليندئو تہ آمريڪي غائب ٿي چڪو هوندو.

آمريڪا ۾ بسر (رنگدار) شيديءَ کي ڪمذات سمجهندو آهي، ڊينش.جرمن کي ڪم ذات سمجهندو آهي، وچ يورپ جو ماڻهو اٽالين کي ڪمذات سمهجندو آهي، عيسائي يهوديءَ کي ڪمذات سمجهندو آهي، ٻئي شهر جو آمريڪي نيويارڪ جي رهاڪو کي ڪمذات سمجهندو آهي ۽ نيويارڪ جو رهاڪو وري ٻين سڀني رياستن جي آمريڪين کي ڪمذات سمجهندو آهي، مطلب تہ سڀ آمريڪي ڪمذات آهن.

آمريڪا ۾ وفات ڪرڻ هڪ شاندار قسم جي وندر آهي، اها وندر نہ رڳو دفنائڻ وارن لاءِ هوندي آهي پر خود وفات ڪري وڃڻ واري جون بہ موجون لڳي ويندیون آهن، ڇاڪاڻ تہ مرڻ ڪانپوءِ مرڻ واري ماڻهوءَ جي ڪفن دفن جي شان شوڪت جون واڪاڻو ٿينديون آهن، آمريڪا ۾ ڪفن دفن جي باري ۾ هن قسم جا اشتهار ڏنا وينداآهن "اسان وٽ ڪفن دفن جو اهڙو اعليٰ انتظام آهي جو توهان کي ڪا بہ ذهني تڪليف نہ پهچندي" يا "اسان اهڙو تہ سٺو ڪفن دفن ڪنداسين جو اوهان جو خاندان خوش ٿي ويندو" يا "اسان وٽ هليا اچو اڳتي اوهان کي دفن ڪرڻ جو ڪم اسان جو آهي" وغيره وغيره.

نيويارڪ ۾ رهندڙ منهنجي هڪ دوست مون کي چيو "مهيني ڪن ۾ آئون ٻيهر ٿاهيٽي ويندس، ڇاڪاڻ تہ اتي روزاني اخبار ٻن صفحن جي هوندي آهي، انهي اخبار ۾ دنيا جهان جون خبرون ٻن يا ٽن سٽن ۾ ڇپجنديون آهن،انهن خبرن ۾ نہ بيس بال راند جي خبر هوندي آهي نہ پرمٽن جي باري ۾ ڇرڪائيندڙ انڪشاف هوندا آهن، نہ باڪسرن جون خبرون هونديون آهن نہ خوف ناڪ وارداتن جون خبرون ڇپنديون آهن ۽ نہ وري ڪنهن غير اهم ليڊر جي غير اهم تقرير جي باري ۾ ٻارهن ڪالمن واريون رپورٽون ڇپبيون آهن، ٿاهيٽي جي اخبارن ۾ صرف خبرون ڇپجنديون آهن جيڪي اٽڪل ڏيڍ يا ٻه منٽ اندر پڙهي سگهجن... اٽڏريون هونديون آهن، سو اتي جي يڪيون مهيني جون اخبارون پڙهندس تہ جيئن مونکي خبر پوي تہ گذريل مهيني ۾ نيويارڪ ۾ ڇا وهيو واپريو، نيويارڪ مان ٿاهيٽي آئون ويندو ئي انهي لاءِ آهيان تہ اتي وڃي نيويارڪ جون خبرون پڙهان."

ريڊرس ڊائجسٽ ۾ ڪتابن جا جيڪي اختصار ڇپيا آهن اهي ڪڏهن ڪڏهن اصلي ڪتابن کان بہ وڏا هوندا آهن، ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ڪتاب لکجڻ کان اڳ ڪتاب جو اختصار ريڊرس ڊائجسٽ ۾ اچي ويندو آهي.

آمريڪا ۾ هر رياست جا پنهنجا قانون آهن، جن مان ڪجهه هن ريت آهن:
(1) رياست منيسوٽا ۾ مردن ۽ عورتن جا ڪپڙا سڪائڻ لاءِ ساڳي رستي تي رسي ٽنگي نٿا سگهجن. (2) انڊيانا ۾ ڪوبه حجام ٻار جا وار ناهڻ وقت ٻار کي ڪنن وڏڻ جي ڌمڪي ڏيئي نٿو سگهي (3) مسوريءَ ۾ ٻاهه اجهائڻ واري کي ڪڇي جي منع ٿيل آهي (4) انڊيانا ۾ ٿوم کائڻ کان پوءِ چئن ڪلاڪن تائين ڪوبه ماڻهو بس ۾ چڙهي نٿو سگهي (5) ڪيليفورنيا ۾ لائيسنس وٺڻ کانسواءِ ڪوبه ماڻهو ڪوئو ڦاسائي نٿو سگهي (6) جارجيا ۾ ڪنهن کي به چور چئي سڏڻ ڏوهه آهي.
منهنجي ملڪ هنگري ۾ پلو ماڻهو اهو ٿي ليکبو آهي، جيڪو پنهنجي آخري قميص به لاهي ضرورتمند کي ڏيئي ڇڏي، آمريڪا ۾ پلو ماڻهو اهو ڪري ليکبو آهي، جيڪو قميص لاهي ڏيڻ جي بدران ضرورت مند کي قميص خريد ڪرڻ لاءِ ڏوڪڙ ڏيندو آهي، پر قميص خريد ڪرڻ لاءِ آمريڪي شرط وجهندو آهي ته انهن ڏوڪڙن مان جيڪا قميص خريد ڪئي وڃي اها خود ڪانئس خريد ڪئي وڃي ۽ ٻيو ته ضرورت مند ڪميونسٽ نه هجي.

ڪاوش پبليڪيشن

# پارت ۽ پارت جا جوتشي

(جڏهن غريب ماڻهو بک، بيماريءَ ۽ بي انصافيءَ جو شڪار بڻبو آهي، جڏهن سفيد پوش طبقي جو ماڻهو پنهنجي ميرٽ جي باوجود پنهنجي اصلي جڳهه ۽ حيثيت والاري نه سگهندو آهي، جڏهن لڪاپتي ماڻهو رات جي پيٽ ۾ بنا محنت جي ڪروڙ پتي ۽ ارب پتي ٿيڻ جي چڪر ۾ پوندو آهي، جڏهن سياستدان ملڪ جي بادشاهه بڻجڻ جا خواب ڏسندو آهي ۽ جڏهن بادشاهه بڻيل سياستدان ڪرسي وڃڻ جي خوف ۾ ورنبو آهي، تڏهن وهم جي بيماري ڪالرا وانگر پکڙجي ويندي آهي. وهمن جي اها وبا اسان جي پاڙيسري ملڪ پارت ۾ به پکڙيل آهي، جتي انهن زنده پيرن فقيرن ڪي يوگي، ساڌو ۽ جوتشي جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، گڏهه ساڳيو آهي رڳو آٽر بدليل آهن. هتي پارت جي انهي صورتحال تي خشونت سنگهه جي لکيل مضمون جو ترجمو پيش ڪجي ٿو.)

تاريخ 3 فيبروري 1962ع تي پنج لڳي پنجٽيهه منٽ ٿيا هئا، جڏهن اٺ گرهه ڪيپري ڪورن سان وچي گڏ ٿيا ۽ ڌرتي جي گرهه سان جنگ جوٽڻ جو اعلان ڪيائون، عين انهي وقت سڄي پارت ۾ اگني ماتا ڪي پيٽا ڏيڻ لاءِ هزارين ڏيئا ۽ اوڙاهه ٻاريا ويا، مٽي ۾ ڀڀوت ۽ ڪچن ۾ ملبوس يوگين، جٽا ڌاري ساڌوئن ۽ نراڙ تي چندن جو ٻورو هڻندڙ پنڊ تن پويتر ڪتابن ۾ لکيل پرار ٿناٿون پڙهڻ شروع ڪري ڏنيون، اهڙي طرح زيان خور ۽ پاپي گرهن سان پارت ماتا جي يوگين، ساڌوئن ۽ پنڊتن جنگ جوٽي ڇڏي، جوتشين پڪي پڪي پيشنگوئي ڪري ڇڏي ته جيڪڏهن ديوتائن ڪي صحيح نموني سان نه ريجهايو ويو ته دنيا ختم ٿي ويندي، دهلي مان پارت جي وڏي ۾ وڏي گروءَ سامي نرسنگهه گرجي مهاراج پنهنجي اڳڪتي ڇپائي پارت ۾ ورهائي ته اهي جيڪي گرهه پاڻ ۾ مليا آهن اهي ڌرتي ۽ ڌرتي جي هزارن بادشاهن ڪي رت ۾ وهنجاري ڦٽو ڪندا، وڏن وڏن امير سيٺين انهي سواميءَ ڪي ڪروڙين روپيا پيٽا ۾ ڏنا ۽ ڪيترين ئي عورتون سندس پيرن تي اڇي ڪريون، موٽ ۾ سوامي جي ساٺن واعدو

ڪيو تہ هو سندن پاران پرارٿنا ڪندو ۽ اميد ڏيڪاريائين تہ قربانيون ۽ پرارٿنا ڀارت کي بچائي سگهن ٿيون. گڏو گڏ هو معنيٰ خيز مرڪ سان اهو چوندو رهيو تہ ڀارت کي ڇڏي ٻين ملڪن جو الائي ڪهڙو حشر ٿيندو.

ايندڙ 48 ڪلاڪن جو جيڪو وقت اچڻو هو. انهي ڀاڻايل وقت کان هڪ هفتو اڳ ڀارت جون سڀ بسون، ريل گاڏيون ۽ هوائي جهاز ماڻهن سان سٽجي ويا. سڀ ماڻهو پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي رهيا هئا. اسٽاڪ مارڪيٽ ڪري پڪو هو. ناٽي جي مٿا سٽا وارن اعلان ڪري ڇڏيو تہ اهي تڏهن بند ٿيندا. جڏهن ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ پهچي ويندا. ڪيترن ئي دوڪاندارن دڪان بند ڪري مٿان نوٽيس هڻي ڇڏيو تہ ٿي سگهي ٿو تہ دڪان 6 فيبروري تي کلي. ڀارت جي قديم زبان سنسڪرت ۾ هڪ نئين لفظ جو واڌارو ٿيو. اهو لفظ هو "اشت گره" معنيٰ تہ اٺن گرهن جو ميلاپ.

ٻہ ڏينهن ٻہ راتيون ڀارت جا سڀ شهر ائين خالي ٿي ويا. ڄڻ ڪو اتان راڪاس ٻرڙ باڪاس لنگهيو آهي. اهڙيون لاتعداد ٽانڪون پئدا ٿي پيون جتي ماڻهن جا ميڙن جا ميڙ گڏ ٿي پرارٿنائون پڙهڻ لڳا. انهن ٽانڪن تي مٽن جا مڻ گيهہ. چانور ۽ ناريل باهہ ۾ ساڙي اگني ديوتا کي قرباني ڏني وئي. رڳو دهلي شهر ۾ جنگ جي ديوي"چنڊي" جي شان ۾ 84 لک 81 هزار ڀيرا ورد ڪيو ويو. اهڙي ساڳي طرح رگ ويد ۾ آيل پراٿنا "گائتري" جو ورد ڪيو ويو. سڄي سڄي رات لائوڊ اسپيڪرن تان گائتري جي ڏم لڳي پئي هئي. جن ماڻهن کي سنسڪرت نٿي آئي، انهن وري پنڊتن کي 51 روپيا مقرر ٿيل في مطابق پنهنجي گهرن ۾ آڻي ويهاريو تہ سندن پاران گائتري پڙهن.

گرهن ۽ پنڊتن جي وچ ۾ اها جنگ هلندي رهي. تان جو 5 فيبروري تي چنڊ ڪيپري ڪارن گرهہ جو ساٿ ڇڏيو ۽ دشمن پيڇڻ شروع ڪيو. اهڙي طرح نيٺ اها جنگ يوگين وڃي ڪٽي.

انهن 48 ڪلاڪن ۾ 12 منٽن جي ٻڙڏڪ ۾ هزارين مڻ سڃو مکڻ، چانور، ناريل ۽ ٻيون شيون ساڙيون ويون. گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ لک ڊالر ماڻهن جي کيسي مان نڪري برهمڻ جي جهوليءَ ۾ پيا گورنمينٽ پلاننگ ڪميشن جي هڪ مکيہ ميمبر بيان ڏنو تہ 48 ڪلاڪن جي انهي بحران ۾ ڪم روڪجڻ جي ڪري حڪومت کي 7 ڪروڙ ڊالرن جو نقصان پيو.

هندن جا پويتر ڪتاب"ويد" عيسوي سنہ کان تقريبن هڪ سال اڳ مرتب ڪيا ويا هئا. جن ۾ گرهہ شناسي ۽ علم نجوم اچي وڃن ٿا. اڪثر جوتشي پيشن گوئي ڪرڻ وقت 6ع جي مشهور جوتشي واراها مهراتا جي ڪتاب"برهت سامهتا" مان لاڀ

پرائيندا آهن. انهي ڪتاب جي تشريح 9ع ۾ ياتوت پالا نالي شخص ڪئي، اڄڪلهه سڄي پارت ۾ انهي تشريح مان نجومي ڪم وٺندا آهن. علم جوتش جي انهن ماهرن کان گهڻو اڳ راجائن ۽ مهاراجائن وٽ وڏا وڏا جوتشي رکيل هوندا هئا. جن جي درٻارن ۾ بين درٻارين کان وڌيڪ عزت هوندي هئي. رشي گارگا دعويٰ سان لکي ٿو جيڪو بادشاهه علم نجوم ۽ علم گرهه شناسي جي عالمن ۽ هوشيار ماڻهن جي ڳالهه کي پاڻي نٿو ڏئي. انهي جو انت ڏاڍو ڏکيو ٿيندو. جيئن رات روشنيءَ کانسواءِ اجائي آهي، جيئن آسمان سج کانسواءِ اجايو آهي، ائين بادشاهه جوتشي کانسواءِ هڪ اهڙو انڌو ماڻهو آهي جيڪو رستيٰ تي هٿوراڙيون ڏيندو هلي ٿو"

رشي گارگا جي انهن اکرن کي هر دور جي هندو راجا مهاراجا مانُ ڏنو آهي، جيئن يورپ جا بادشاهه مسخرن کي ساڻ رکندا هئا. تيئن هندستان جون درٻارون جوتشين جي آمجگاهه رهيون آهن. اهي جوتشي راڄائن جا تڻ ڪيندا هئا. شاديءَ جون تاريخون مقررڪندا هئا ۽ جنگين کڻڻ جا ڏڻ ڏسيندا هئا. ڪيترائي جوتشي ائين پنهنجا سر وڃائي ويٺا. پر جوتش جو علم جاري ساري رهيو. پهرين مسلمانن ۽ پوءِ انگريزن انهن جوتشين جي پاڙ پٽڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هندن جي دلين مان جوتشي کي ڪڍي نه سگهيا. 1761ع ۾ جيڪا پاڻيپٽ جي جنگ لڳي، انهي جنگ ۾ مرهٽن جو تعداد افغانن کان پيڻ تي هئو. پر مرهٽا ڪيترائي مهينا مهاجوتشيءَ جي انتظار ۾ رهيا ته هو ڪڏهن ٿو جنگ شروع ڪرڻ جي اجازت ڏئي، جيئن فتح حاصل ڪري سگهجي. ايڏي ڊگهي انتظار کان پوءِ نيٺ جوتشيءَ حڪم ڏنو ته 14 جنوريءَ تي فجر جي مهل افغانن تي حملو ڪيو ويندو ته مرهٽن کي فتح نصيب ٿيندي. نتيجي ۾ ڇهن ڪلاڪن جي جنگ ۾ مرهٽن کي مٽي چٽي پئجي ويئي، ٽيهه هزار پنهنجا ماڻهو مارائي وڃائون ۽ اتر پارت سندن قبضي مان نڪري ويو.

هندستان وڃائي ڇڏيو پر جوتشين مان ايمان نه وڃاياٸون. انهي ڪانپوءِ انگريزن سان جيڪي به هندن جون ويڙهيون هليون، انهن ويڙهين ۾ جوتشين جي چوڻ تي لڳا رهيا ۽ شڪست پويان شڪست کائيندا ويا. تان جو 1849ع تائين سڄو پارت انگريزن جي قبضي هيٺ اچي ويو. هاڻي جڏهن پارت تي مسلمان ۽ انگريز جو راڄ ختم ٿي ويو آهي ته به پارت تي جوتشين جو راڄ قائم آهي، هن وقت گهٽ ۾ گهٽ 52 هزار پڪا پختا جوتشي پارت تي قابض آهن. جڏهن ته ٽڙڪو ٽڙڪو جوتشي لکن جي تعداد ۾ موجود آهن. هن وقت پارت ۾ علم نجوم ۽ بيو ڏکڻ پارت جو علم نجوم.

ڪيترائي پڙهيل لکيل هندو بظاهر جوتشين ۽ نجومين کي نه مڃيندا آهن پر اندرو اندر اڳ ڪٿين تي پاڙيندا آهن(پاڪستان ۾مسلمانن جي به اها حالت آهي. ع. ج)

هر هندو جي ٻار جي ڄمڻ جو وقت وڏي خبرداري سان نوٽ ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ اهو وقت خاندان جي برهمڻ کي ٻڌايو ويندو آهي، جيڪو زائچو ڪڍندو آهي ۽ اهو زائچو سندس زندگي جو مستقل حصو بڻجي ويندو آهي. ٻار جي جهنڊ ونڻ يا مٿو ڪوڙڻ، ٻار کي ڳانو ٻڌڻ ۽ پوءِ اسڪول وڃڻ تائين سندس زائچي مطابق عمل ڪيو ويندو آهي، پيا ته نهيو پر جيڪي پارتي پاڙ کي ذري گهٽ انگريز بڻائي وڃهندا آهن اهي بين موقعن تي نه ٿي سهي، شادي جي تاريخ زائچي مطابق ٻڌندا آهن. هندو ڌرم موجب شاديون لکئي جو لکيو آهي، جيڪي مائٽ پنهنجي اولاد جي شادين لاءِ اخبارن ۾ اشتهار ڏيندا آهن، اهي به زائچي جو شرط ضرور وجهندا آهن. ڀارت ۾ شادين جون باقاعدي موسمون ٿينديون آهن، صرف ناستڪ زائچي ۽ شادي جي موسم کي ليکي ۾ نه آڻيندا آهن. 3 فيبروري کان 5 فيبروري تائين سڄي ڀارت ۾ هڪ به شادي نه ٿيندي آهي، ڀارت جي تقريبا منو ارب آبادي جوتش جي علم لاءِ انهي کان وڌيڪ ڀلا ڪهڙي عقيدت جو اظهار ڪري سگهي ٿي.

ڀارت جي مسلمانن وٽ به اهڙي قسم جا ڪيترائي طور طريقا آهن، پر اهي گهٽ ۾ گهٽ جوتشين جي زائچن کان بچيل آهن. مسلمانن کي ڇڏي باقي عيسائي، سک، جين ۽ پارسي جوتشين جي گرهن جي علم کي مڃيندا آهن. جن گروئن 1500ع کان 1700ع تائين سک ڌرم کي وجود ۾ آندو، اهي جوتش جي علم کان سخت ناڪاري هئا، پر انهي ۾ ڪو شڪ ناهي ته پنجاب جو پهريون سک حاڪم مهاراجا رنجيت سنگهه (1780ع کان 1839ع تائين) جوتش جي علم ۾ تمام گهڻو يقين رکندو هو، هو پنهنجي هر وک جوتشين کان پڇي پوءِ کڻندو هو. جيئن جيئن جنگيون کٽيندو ويو، تيئن تيئن سندس جوتشين ۾ يقين پڪو ٿيندو ويو. ڪيس جڏهن اڌ رنگ ٿيو ته سندس انگريز ڊاڪٽر پوري پوري ڪوشش ڪئي ته مهاراجا رنجيت سنگهه کي سارين جي ٻني جي پر ۾ هنيل تنبوءَ مان ڪڍي قلعي واري محل ۾ وٺي وڃي ته جيئن ڪيس تازي هوا نصيب ٿئي پر شاهي جوتشي پڙڪڍي بيهي رهيا ته مهاراجا جا گرهه ڦري گهري جيستائين نيڪ جڳهه تي نه پهچندا، تيستائين سندن رهائش جي جاءِ نه بدلائبي، مهاراجا انگريزي دوائن کان وڌيڪ پنهنجن گرهن ۾ يقين رکندو هو. جيستائين وڃي سندس جوتشي ڪيس حڪم ڏنو ته هاڻي محلات ۾ وڃي سگهين ٿو. محلات ۾ پهچي مهاراجا سڄي هندستان مان وڏا وڏا جوتشي پاڻ وٽ گهرائي ورتا ۽ ڪائن پڇيائين ته آئون ڪيترو وقت جيئرو رهندس؟ جوتشين وٽي زائچا ڪڍياءِ مٿو مٿي ۾ ڏيئي پاڻ ۾

صلاحون ڪيائون ۽ پوءِ يڪراءِ تي فيصلو ڏنائون تہ مھاراجا ڏھہ پندرنھن سال جيئرو رهندو. جوتشين جنھن ڏينھن اهو فيصلو ڏنو. انهي ڪان چار ڏينھن پوءِ مھاراجا مري ويو.

1962ع ۾ جڏهن گرهن جو بحران آيو (جنھن جو ذڪر هن مضمون جي مهڙ ۾ ڏنل آهي) تہ امرتسر جي گولڊن ٽيمپل جي مھاگرو سکن کي چتاءُ ڏنو تہ سک ڌرم ۾ جوتش جي علم کي مڃڻ جي منع ٿيل آهي، پر انهي هوندي بہ ڪيترائي سک باهر ميدانن ۾ ٿيندڙ عبادتن ۾ حصو وٺڻ لڳا. ڪي سک گھرن مان باهر نڪري پڌري پٽ تي وڃي ستا تہ متان زلزلو نہ اچي وڃي. ڪيترائي سک تہ وڃي شراب خانن ۾ هوٽلن ڏانھن پڳا تہ ڪائي پي ۽ ڊوءَ ڪري پوءِ مرجي تہ چڱو. گھڻا سک ٽيڪسيون هلائيندا آهن، سو هڪڙي سک ڊرائيور چا ڪيو جو روڊ جي پوري وچ تي بيھي شراب جي سڄي بوتل ڳڙڪائي، بين ڊرائيورن کي هڪل ڪري چيائين”هلا اٿئي! سياڻي نہ پوليس هوندي، نہ ڪورٽون هونديون ۽ نہ ئي ايڪسائيز ڪاتي وارا جيئرا هوندا. سڀ چٽٽي ٿيا پيا هوندا“

موجوده هندو سوسائٽي ۾ جوتش جو علم گھر ڪري ويھي رهيو آهي. ڀارت جو صدر مرحيات ڊاڪٽر راجندر سنگهہ پرشاد جوتش ۾ وڏو يقين رکندو هو ۽ ڪيترن ئي جوتشين ڪان ملڪ جي آئيندي بابت زائچا ڪيرائيندو هو. جواهر لعل نهرو جي ڪيبينيٽ جا تقريبا سڀ وزير جوتشين وٽ قاتل هوندا هئا ۽ دوري تي نڪرڻ ڪان اڳ ملڪي معاملن بابت جوتشين ڪان صلاحون وٺندا هئا. پنجاب جي پھرئين چيف منسٽر تہ باقاعدي هڪڙو جوتشي ايڊوائيزر ڪري رکيو هو. جنھن جي چوڻ کانسواءِ ڪوبہ سرڪاري ڪم نہ ڪندو هو. هڪ بيو وڏو سياستدان جيڪو اڳتي هلي هڪ صوبي جو چيف منسٽر بڻيو. اهو پاڻ جوتش جو ڪم ڪندو هو ۽ اڳڪٿيون ڪندو هو. زائچي مان کيس معلوم ٿيو تہ اگاري جو ڏينھن لاڪائنس نياڳو آهي. انهي ڏينھن (اگاري جي ڏينھن ) تمام ضروري ۽ نازڪ مسئلن کان ڪنتار ڪندو هو ۽ ڪوبہ ڪم نہ ڪندو هو. سندس اها ڳالھہ نيٺ سچي ثابت ٿي. حزب اختلاف وارن حرامپائي ڪري اگاري جي ڏينھن سندس خلاف عدم اعتماد جي تحريڪ پيش ڪئي. اگاري جو ڏينھن هئڻ جي ڪري چيف منسٽر صاحب ڪک پيچي بيٺو نہ ڪيو ۽ هارائي ويھي رهيو.

اسان جا جيڪي آمريڪا ۽ يورپ کان متاثر ٿيل وڏا وڏا دانشور ٻڌجن ٿا. انهن مان ڪيترائي دانشور جوتشين ۾ يقين رکندا آهن. 1962ع ۾ 3 فيبروري کان 5

فيبروري تائين وڏن وڏن سول ۽ فوجي آفيسرن جون جيڪي ميٽنگون ٿيون هيون، انهن ميٽنگن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ سڀ آفيسر وڏيون وڏيون منڊيون پائي پهتا. انهن منڊين ۾ ياڳ يلي ڪرڻ جا پٿر فٽ ٿيل هئا ۽ اهي منڊيون ڪين سندن جوتشين ڏنيون هيون.

ڀارت ۾ جوتشين ڪي يا علم نجوم ڪي رد ڪرڻ جو هڪ ئي غير معمولي مثال ملي ٿو، اهو مثال جواهر لعل نهرو جي شخصيت جو آهي،جيڪي ماٺهو پنهنجو پاڻ ڪي پويتر بنائڻ جي چڪر ۾ پويتر ندين ۾ وڃي وهنجندا هئا يا پنهنجن گرهن ۾ يقين رکندا هئا. جيڪي جوتشي جو ٻچ ڪٽي هلندا هئا. انهن سڀني کي جواهر لعل نهرو ٻيڙو ڪندو هو. جوتش ۾ ورتل ڀارت کي هن”هسٽيريا ۾ ورتل ملڪ“ ڪري سڏيو ۽ خبردار ڪيائين تہ ملڪ کي انهي هيسٽيريا جي بيماريءَ کان آجو رکيو وڃي، اتر پرديش جي اڳوڻي چيف منسٽر ڊاڪٽر سمپورانند پنهنجي وزير اعظم جواهر لعل نهرو کي باقاعدي وارننگ ڏني تہ نهرو پنهنجو پاڻ کي ايستائين سنڀالي هلي، جيستائين گرهہ ڪيپري ڪارن سان گڏ آهن، موٽ ۾ جواهر لعل نهرو ڪيس ٻيڙو ڪري گهر پيڙو ڪيو.

5 فيبروري 1962ع کانپوءِجيئن ڀارت جو وزير اعظم گرهن جي بحران مان بچي نڪتو، تيئن ملڪ بہ انهي بحران مان بچي نڪو، جڏهن اهو بحران ٽريو تہ هڪڙو سوال اٿيو تہ ڀا اهو بحران هڪڙي قسم جو اجتماعي بيوقوفي هئي؟ يا ويدن مان جيڪي منتر پڙهيا ويا ۽ اڳني ديويءَ کي پيٽائيون ڏنيون ويون، انهن جي نتيجي ۾ ملڪ تباهہ ٿيڻ کان بچي ويو؟ انهن سوالن جي جواب ۾ هندن تي ڪاوڙيل ڪن نوجوانن پنڊتن جا لائوڊ اسپيڪر پيچي ڦٽا ڪيا ۽ ڪانئن ڪمايل ملڪيت ڦري ڪين پينگيو ڪيو ويو، ڪيترن ئي ڪافي شاپس ۽ هوٽلن ۾ اهو بحث ڇڙي پيو تہ جن ماڻهن سڄي ملڪ مٿان هيڏي وڏي ڪل ڪرائي، انهن سان سرڪار ايڏي نرمي جو اختيار ڪئي آهي؟ ٻئي پاسي اخبارن ۾ اهڙا خط بہ ڇپيا جن ۾ لکيو ويو تہ ملڪ ۾ ”اوم“ جو جيڪو لکين ڀيرا ورد ڪيو ويو، انهي تہ ملڪ کي بچايو آهي ۽ ٻي دنيا کي بہ بچايو آهي.

ڀارت ۾ اهو بحث اڃان تائين جاري آهي.

# خشونت سنگھ جو انٽرويو

(82 سالن جي ڄمار ۾ صبح جو سادي ڇئين وڳي کان وٺي شام جو ستين وڳي تائين لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪرڻ وارو خشونت سنگھ اڄا تائين وقت ڪڍي روزانو تلاءَ ۾ ترندو آهي، شام جو شراب پيئندو آهي ۽ ڪڏا ڪم ڪندو آهي، سولي سنڌيءَ ۾ ايئن ڇئي سگھجي ٿو اڄي ڏاڙهي ۾ اٿو خراب ٿيو اٿس، مئو ماريو هن عمر ۾ بہ پراوا لوڙها ٿپندو وتي، ڪٽر سک مٿس انهي ڪري ڪاوڙيل آهن جو سندن خيال ۾ هو لامذهب آهي، جڏهن تہ لامذهب ماڻهو مٿس انهي ڪري ڦوڪيا وتن تہ هو ڪٽر سک آهي ۽ پنهنجن سکن جو پاسو ٿو ڪڻي، بنگالي سندس ڳچي پٽڻ لاءِ تيار ويٺا آهن تہ هو رابندر ناٿ ٽئگور کي ڪهاڻي ڪار ۽ ناول نگار مڃڻ لاءِ تيار ناهي. جڏهن تہ باقي پين ٻولين جا ليکڪ مٿس انهي ڪري ڪاوڙيل آهن جو هو قرت العين حيدر ۽ وڪرم سيٺ کي ڇڏي ٻئي ڪنهن تي ميچ ئي نہ ٿو ڇنڊي، عورتن جي حقن جو آواز اٿاريندڙ بيگمات ڪيس جيل ۾ وجهائڻ جا انسنا پيون ڪن، جو سندس خيال ۾ هو عورت ذات کي انسان ذات سمجهڻ جي بدران جنسي استعمال ۾ ايندڙ ڪل پرزو ٿو سمجهي، جڏهن تہ پارت جون گهڻ پڙهيون سهٽيون سندس ڏاڙهي جي زلفن جون اسير آهن، وزير اعظمن سميت وزير وڙا ۽ ڪامورا ڪڙا انهي ڪري مٿس ڪرنيون ڪائيندا آهن تہ هو ڪين ليکي ۾ ئي ٿو آڻي، جڏهن تہ عوام جي بنيادي حقن جو درد رکندڙ عوام دوست مٿس انهي ڪري ڪاوڙيل آهن جو هو ڏنڊي کي ڇٽيهہ لڪٹو ٿو سمجهي، پارت جا ليکڪ ۽ صحافي ڪيس بي لحاظو ماڻهو ٿا سمجهن، جڏهن تہ روزانہ ڊان ڪراچيءَ جي ڪالم نگار سعيده دهلوي ڊان ۾ لکي ٿي تہ توهان خشونت سنگھ کي گندو ۽ اک جو ميرو ڇئي سگهو ٿا تہ سندس ڏاڙهي مان ڏپ تي اڃي پر هو قطعي بي لحاظو ماڻهو ناهي، هو ايڏو تہ لحاظي آهي ايڏو جو شکر آهي جو مرد ٿي پيو آهي، جي عورت هجي

ها تہ لحاظ وچان هو نون مهيني کانپوءِ پيٽ سان هجي ها. انگريزي جا ڪڙيل صحافي چون ٿا تہ ڪيس سني انگريزي لکڻ نٿي اچي، جڏهن تہ وري سڀ اهو مڃين ٿا تہ هن وقت دنيا ۾ ٻين سيني ڀارتي انگريزي ليکڪن ۽ صحافين کان وڌيڪ ڪيس پڙهيو ٿو وڃي. فيشن جا حامي مرد ۽ عورتون ڪيس انهي ڪري نٿا سهن جو هو هيڏو مشهور ماڻهو ٿي ڪري بہ پنهنجي ڪني ڏاڙهي نٿو ڪوڙائي، جڏهن تہ فيشن جا مخالف مرد ۽ عورتون مٿس انهي ڪري ناراض آهن جو هو ڏاڙهي ڪي ڪيس هٽي فيشن ٿو ڪري. دنيا جي هر وڏي ليکڪ وانگيان نکتہ چيني جي جاتباهہ ۾ پسجڻ وارو خشونت سنگهہ ايڏو ئي سخت جان آهي، جيڏو دنيا جي ڪنهن بہ وڏي ليکڪ کي هئڻ گهرجي. مخالفتن کي ليکي ۾ نہ آڻڻ وارو هي سک جو ٻچو پاڪستاني پنجاب جي هڪ ڳوٺ هزاريءَ جي رئيس خاندان ۾ پيدا ٿيو. پنهنجي ڪيريئر جي ابتدا آل انڊيا ريڊيو تان ڪيائين. جتان ڪيس ڀارت جي پرڏيهي کاتي ۾ مقرر ڪيو ويو. ڀارت جي سفارتخانن ۾ ڪم ڪندي جڏهن سيڪريٽري جي عهدي تي پهتو تہ سندس جهيڙو ڀارت جي انتهائي ذهين ۽ ايماندار پر ٽڙڙي وزير خارجہ ڪرشنا هينن سان ٿي پيو. بہ شينهن هڪ ٻيلي ۾ ماپي نہ سگهيا. انهي ڪري خشونت سگهہ نوڪري کي طلاق جا ٽي پتر هٽي، اچي صحافي ٿيو. ڀارت جي مشهور رسالي السٽريڊ ويڪلي آف انڊيا جو جڏهن ايڊيٽر بڻيو تہ رسالي جي سرڪيوليشن 36000 هئي، جنهن کي ڪٽي ڇٽن لکن تائين پهچايائين. هڪ موقعي تي رسالي جي مالڪن ڪيس حد کان وڌندو ڏسي سندس قلم ۾ رسو وجهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ بنا ڪنهن جي اطلاع ڏيڻ جي ماٺ ماٺوڙي ۾ پنهنجي محبوبا ڪار ايمبيسڊر ۾ ويهي اچي گهران نڪتو. نتيجي ۾ رسالو وڃي پٽ سان لڳو. وچ ۾ جڏهين ڪيس ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي پارليامينٽ جو ميمبر چونڊيو ويو تہ هائوس ۾ ڪيس ڀارت جي ليجينڊري اداڪاره نرگس سان گڏ سيٽ ملي. نرگس جو دهلي ۾ گهر نہ هو. انهي ڪري هن خشونت سنگهہ کي چيو "تنهنجو جيڪو خالي فليٽ پيو آهي، انهي ۾ مون کي رهڻ ڏي" انهي تي خشونت سنگهہ بنا رک رکاءَ جي ڪيس چيو "هڪڙي شرط تي فليٽ ڏيندوسانءَ تہ تون فليٽ ۾ رهڻ کانپوءِ اها ڳالهہ مشهور ڪندينءَ تہ تون خشونت سنگهہ جي بستري ۾ سمهندي آهين ۽ اهي افواهہ پکڙجڻ سان منهنجي لئہ ٿي ويندي، آئون فخر محسوس ڪندس." ذوالفقار علي ڀٽي ۽ محمد خان جوڻيجي جي جوانيءَ ۾ فيننسي رهندڙ نرگس، خشونت سنگهہ سان تاڙي تاڙي سان

ملاڻيندي اها ڳالهه قبول ڪئي، خشونت سنگهه جو لکڻ آهي تہ نرگس اهڙي عورت هئي، جيڪا عمر وڌڻ سان وڌيڪ خوبصورت بڻجندي ويئي، بهرحال هن وقت سخت قسم جي نڪتہ چينين جو نشانو بڻجندڙ هن بي پرواهہ بادشاهہ جي جيڪا بہ لکڻي انگريزيءَ ۾ ڇپجندي آهي اها پئي ڏينهن پارت جي سيني پولين جون وڏيون اخبارون لفٽ ڪنديون آهن، سندس انگريزي ناول"دهلي" انگريزي ادب ۾ تاڙهيا مچائي ڇڏيا آهن، تازو 31 جولاءِ تي رات جو نوين وڳي ايل ٽي وي وارن سندس هي انٽرويو ٽيليڪاسٽ ڪيو آهي، هت انهي انٽرويو جو ترجمو ٿو ڏجي جيڪو ديڳ جو هڪڙو داڻو آهي، چکي ڏسو تہ ڪوڙو آهي يا ٽيسٽي آهي.)

سوال: اوهان مذهب تي گهڻو ڪجهہ لکيو، سکن جي ڌرمي ڪتابن جو ترجمو بہ ڪيو سکن جي سچي تاريخ تي بہ گهڻو ڪجهہ اوهان لکيو، پوءِ مذهب جي سيريس لکڻين کي ڇڏي اوهان سيڪس تي ڪيئن لکڻ لڳا؟

جواب: جڏهين مون سفارتي نوڪري ڇڏي لکڻ شروع ڪيو تہ مون ايترو فيصلو ڪيو تہ هيءُ زمانو مقابلي جو زمانو آهي، مون کي ڪنهن نہ ڪنهن شيءِ ۾ اسپيشلائيزيشن ڪرڻ کپي سو مون فيصلو ڪيو تہ سک ازم تي اسپيشلائيزيشن ڪرڻ کپي، سک ازم تي، سکن جي تاريخ تي ۽ سک ڌرم تي اوهان جيترو ڪجهہ منهنجي نالي پڙهيو آهي اهو مون ئي لکيو آهي، پئي ڪنهن ڪونہ لکيو آهي، پر پوءِ جيئن آئون مذهبن جي باري ۾ پڙهندو ويس تہ مذهبن مون کي منجهائي اڇي ماريو.

سوال: مذهب ۽ سيڪس ٻنهين تي اوهين ڪيئن ٿا لکي وجو؟

جواب: آئون پين شين تي بہ لکندو آهيان، نيچر تي بہ لکندو آهيان، اوهان پيا چئو تہ مذهب ۽ سيڪس تي ڪيئن ٿو لکان، اوهان ڪاجو راهو جا مندر ڏٺا آهن، بنارس ويا آهيو؟ اتي انهن مندرن ۾ مذهب آهي يا نہ؟ سيڪس آهي يا نہ؟ پئي اهي ٻئي شيون زندگي جو هڪ حصو آهن.

سوال: 82 سالن جي ڄمار ۾ اوهان جي واتان سيڪس سيڪس جو ٻڌي ماڻهو تہ عجب ٿا کائين تہ خشونت سنگهہ الائي ڪهڙيءَ شي مان ٺهيل آهي؟

جواب: سيڪس تي لکندي مون کي واهيات ڳالهيون تہ لکيون ئي ناهن، سيڪس ۾ جيڪي ڪجهہ ٿيندو آهي، اهو تہ مون لکيو ئي ناهي، باقي اهي ڇون ٿا، انهن جي باري ۾ آئون چا ٿو چئي سگهان، دل سندن ٻت ٻت ڪندي آهي، وري پڇن مون ڪان ٿا

تہ تون سيڪس ايتري دلچسپي سان ڇو تو لکين، پئي جيڪڏهن اوهانکي دلچسپي ناهي تہ ڇو ڇو تا؟ پڙهو ڇو تا؟ باقي اها ڳالهہ تہ سڌي پيئي آهي تہ جيڪڏهن تنهنجي پيءُ ۽ ماءُ تي سيڪس جو ڀوت سوار نہ هجي ها تہ تون ڪرهت مون ڪان سوال پڇڻ لاءِ موجود نہ هجين ها. اوهان انهي شيءَ کي زندگي مان ڪڍي ئي نٿا سگهو.

سوال: پر اوهان جي لکيٹن ۾ سيڪس، اسڪاچ ۽ عورت ضرورت کان وڌيڪ حاوي آهي، انهي ٽنهي شين تي اڄڪلهہ اوهان ايتري ئي ڏيان گيان سان لکندا آهيو جيترو ڪنهن زماني ۾ سک ڌرم تي لکندا هئا. لڳاتار اوهان جا هڪ ٻئي پويان اهڙا ڪتاب آيا آهن جو ماڻهن جو ڌيان اوڏانهن هليو ويو آهي؟

جواب: اوهان جو ڌيان شايد منهنجي ڪتاب "Sex, scotch and scholar" ڏانهن ويل تو ڏسجي، انهي ڪتاب جي ٽائيٽل تي نہ وڃو. انهي ڪتاب ۾ تہ ادب تي مضمون آهن، اديبن تي مضمون آهن، ٽائيٽل کي ڇڏي ڏيو. اندر پڙهو. باقي جيڪا اها ڳالهہ مشهور ٿي ويئي آهي تہ آئون اک جو ميرو ۽ واهيات قسم جو ماڻهو آهيان تہ اها ڳالهہ بلڪل صحيح آهي، آئون بلڪل واهيات ماڻهو آهيان. جيڪي چون ٿا. انهن تي مون کي ڪوبہ اعتراض ناهي، جنهن جي مرضي هجي، اهو ڀلي چوندو وتي منهنجي باري ۾، باقي ايترو ٻڌائي ٿو ڇڏيانو تہ جيڪڏهن منهنجي دماغ تي سيڪس جو ڀوت سوار هجي ها تہ ڪر آئون صبح جو ساڍي ڇئين وڳي ڪان ونئي شام جو ستين وڳي تائين لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪيئن ڪري سگهان ها.

سوال: جيئن اوهان " Men and Women in my life" ۾ اوهان مردن ۽ عورتن جي باري ۾ سندن انتهائي ذاتي زندگي جا تفصيل ڏنل آهن، اهو سڀ ڪجهہ پڙهي سڀ ماڻهو چرڪي پون ٿا. اوهان ائين ڇو ڪيو آهي؟

سوال: مون کي بہ ذاتي زندگي جا اهڙا تفصيل نہ ڏنا آهن، انهي ڪتاب ۾ ڪا بہ اهڙي پرسنل ڳالهہ لکيل ناهي، جنهن لاءِ اهو ڪٿي چئجي تہ سيڪس جو ذڪر وڌيڪ آهي.

سوال: هن عمر ۾ ٻہ اوهان وٽ ڇوڪرين جا ميڙ ايندا ويندا رهندا آهن، سڀ ڇا آهي؟ اوهان صرف فلرٽ ڪندا آهيو يا انهي کان وڌي ڪري بہ ڪجهہ ڪندا آهيو؟

جواب: آئون ڪنهن کي بہ پاڻ وٽ نہ گهرائيندو آهيان، پاڻيهي ايندي‌ون آهن. اوهان جي وڏي پيماني تي بدنامي ٿي وڃي تہ پوءِ ڪيترائي مرد ۽ عورتون اوهان وٽ پاڻيهي ڇڪجي ايندا آهن.

سوال: بدناميءَ مان اوهان جي مراد ڇا آهي؟

جواب: پيٽي ماڻهو مون کي پڙهن ٿا، جتي ڪٿي منهنجو ذڪر ٿو رهي، ڳالهيون ٿيون اڏامن، مون وٽ سهڻيون ڇوڪريون لنگهي اينديون آهن. شام جو آئون ڏاڍو خوش ٿيندو آهيان، پر شرط اهو آهي ته ٿوري دير لاءِ مون وٽ ويهن، گهڻو وقت ويهنديون آهن ته پوءِ آئون پاڻ تنگ ٿي پوندو آهيان. اڄ تائين ڪنهن به اها جرئت ناهي ڪئي جو بنا فون ڪرڻ جي هلي اچي، پهرئين فون ڪري پڇنديون آهن ته "گهر وينو آهين؟ اچان" آئون چوندو آهيان ته "پنجن منٽن لاءِ ٿيون اچو ته اڌ ڪلاڪ پلي اچي ويهو" اڌ ڪلاڪ کان وڌيڪ مون کان برداشت نه ٿيندو آهي.

سوال: توهان ساڻن صرف ڳالهه ٻولهه ڪندا آهيو؟

جواب: بلڪل.

سوال: اهڙي قسم جي دوستن جو چونڊ آهي ته خشونت سنگهه وٽ ويهي اسان پنهنجو پاڻ کي سيف سمجهنديون آهيون.

جواب: هاڻي خبر ناهي ته اها راءِ مون کي داد ڏيڻ لاءِ ڏني ويندي آهي يا سندن ڪو چوڻ جو ٻيو مقصد هوندو آهي، اها ڳالهه بلڪل صحيح آهي ته آئون ڪنهن کي هٿ نه لائيندو آهيان. بس ڳالهيون ڪندو آهيان. سندس حال احوال پڇندو آهيان. جيڪڏهن ڪو مسئلو هوندو اٿن ته دلچسپي وٺندو آهيان.

سوال: توهان چئو ٿا ته ڇوڪرين کي هٿ نه لڳائيندا آهيو ته پوءِ ٻيو اوهان ۾ ڇا آهي جو اوهان وٽ عورتن جي اچ وڃ لڳي پئي هوندي آهي، اوهان وٽ اينديون آهن ۽ ٻاهر وڃي فخر سان ٻڌائينديون آهن ته......؟

جواب: پاءِ اهو ته وڃي انهن کان پڇ. آئون ته هڪ ٿلهو بدشڪلو پوڙهو آهيان. ڪنهن کي ڪا سوکڙي به نه ڏيندو آهيان. ڳالهيون ڪرڻ اينديون آهن. ڪجهه دير ويهي هليون وينديون آهن، ڪا ٻاهر وڃي منهنجي گلا ڪندي آهي، منهنجي گهران ڪائي پيئي وڃي چونديون آهن ته خشونت وڏو واهيات ماڻهو آهي. دل جو کوٽو ماڻهو آهي. اک ميري اٿس. اها ته انهن جي مرضي آهي ٻاهر جيڪي وڃي چون.

سوال: ڪجهه عورتن کي اوهان ڏيءَ ڪري سڏيندا آهيو جيئن ڪامنا پرساد آهي. توهان پاڻ چوندا آهيو ته توهان لاڪائنس پيءُ برابر آهيو. پر اوهان جڏهين مٿس لکندا آهيو ته سندس جسم جي عضون جي باري ۾ به لکي ويندا آهيو؟

جواب: اها ڳالهہ تہ آئون پنهنجي پوٽيءَ جي باري ۾ بہ لکي سگهان ٿو. منهنجي پوٽي تمام سهڻي آهي، انهي ۾ ڀلا ڪهڙي خرابي آهي، سونهن جي واکاڻ ۾ حدبندي تہ ڪري نٿي سگهجي، ڪامنا پرساد جو جسم تمام سهڻو آهي، مون اها ڳالهہ لکي آهي، سعديہ دهلوي جي شڪل تمام سهڻي آهي، اها ڳالهہ مون لکي آهي، انهي ۾ آئون ڀلا ڪهڙي زيادتي ٿو ڪريان.

سوال: توهان ماحوليات تي لکيو، مذهبن تي لکيو، ڪهڙو موضوع آهي جنهن تي اوهان نہ لکيو آهي، پر اوهان جي شناخت اها آهي تہ خشونت سنگهہ سيڪس تي گهڻو لکي ٿو، ٻين ڳالهين تي اوهان ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي؟

جواب: پنهنجي جيڪا قوم آهي نہ، اها هڪ بيمار قوم آهي، اهو جيڪو خلل آهي دماغ جو، اهو پاڻ جي ملڪ جي ماڻهن ۾ آهي، منهنجي دماغ ۾ ڪو بہ اهڙو خلل ناهي.

سوال: هڪ ٻي ڳالهہ اوهان جي باري ۾ ڪئي ويندي آهي تہ اهڙيون عورتون جن سان اوهان جي سنگت ساٿ هئي، اوهان سان ڏيٺ ويٺ هئن، اوهان انهن عورتن جي مرڻ ڪانپوءِ انهن جي باري ۾ اهڙيون اهڙيون ڳالهيون لکيون جيڪي اوهان ڪي نہ لکڻ ڪپنديون هيون.

جواب: ديوياراني جي باري ۾ مون لکيو هو، لکڻ وقت منهنجو خيال هو تہ شايد مري وئي آهي، پر اتفاق سان هوءَ جيئري هئي، مون جيڪي ڪجهہ سندس باري ۾ لکيو، انهي تي ڏاڍي خوش ٿي تہ مون سندس باري ۾ لکيو آهي، منهنجي مرڻ ڪانپوءِ جيڪڏهن ڪو منهنجي خلاف لکي تہ ڀلي لکي، مون کي ڀلا ڪهڙو اعتراض آهي، آئون تہ مرڻ کان پوءِ بہ ماڻهن جي خلاف لکي ڇڏيندو آهيان، جيڪڏهن ڪو برو ماڻهو مري وڃي تہ انهي جي مرڻ تي ماڻهن کي ڏک ٿيڻ نہ کپي، انهي جي خلاف ڪجهہ لکيو وڃي تہ ماڻهن کي ناراض ٿيڻ نہ کپي، آئون بہ مري ويس تہ ڇڙهيس نٿئي تان.

سوال: اوهان ڪڏهين ڪڏهين اهڙي راءِ ڏيئي ڇڏيندا آهيو جو ماڻهو ڪئاوڙ جي پوندا آهن، جيئن اوهان رابندر ناٿ ٽئگور جي باري ۾ راءِ ڏيئي ڇڏي، ڇنرويد شوا جي باري ۾ راءِ ڏيئي ڇڏي، لکي ڇڏيو اوهان تہ پوءِ ڪافي هنگامو ٿي پيو، اوهان جي اهڙن راين سان پوريون ڪميونٽيون ناراض ٿي وينديون آهن؟

جواب: آئون ڇا ٿو ڪري سگهان، اها تہ منهنجي ايماندارانہ راءِ آهي تہ گرو ديو ٽئگور شاعر ڀلي ڪيترو بہ وڏو هجي، پر ڪيس ناول ۽ ڪهاڻي لکڻ نہ ايندا هئا، اسان تہ اهو پئي ٻڌندا آياسين تہ ٽئگور عظيم ليکڪ آهي، پرمون تہ پڙهي ڇئي ڇڏيو تہ سندس نثر

۾ ڪهڙي عظمت آهي؟ ڪا بہ ناهي، اتي مون تي بنگالي چڙي پيا، تہ منهنجو ڪلڪتي ۾ گهيراءُ ڪيائون، چوڻ لڳا”اسان ٽئگور جي پوڄا ڪندا آهيون، توڪي ڪيئن همت ٿي آهي جو ٽئگور جي خلاف لکيئہ؟“ انهي تي مون چيو مان تہ”اوهان ٽئگور جي پوڄا ڪرڻ جي بدران ڪيس پڙهي ڏسو، پوءِ مون سان ڳالهائيو“ ڪيترائي اهڙا افسانہ نگار آهن، جن ٽئگور کان وڌيڪ سنيون ڪهاڻيون لکيون، پريم چند، راجندر سنگهہ بيدي، منٽو، ڪرشن چندر، اهي سڀ ٽئگور کان وڌيڪ سٺا ڪهاڻيڪار آهن، باقي اوهان کنهن کي ديوتا بڻائي ڇڏيندو تہ مٿس تنقيد نہ ٿئي، اها ڳالهہ تہ اجائي آهي، پنجابي ٻولي ۾ بہ آهي اهڙو ماڻهو پائي وير سنگهہ. گهڻ شاعري لکي اٿس پر تمام سٺي شاعري ڪئي اٿس، پر جيڪي ناول لکيا اٿس اهي کنهن ڪم جا ناهن، هاڻي جي اوهان چئي وجهو تہ وير سنگهہ سيڪنڊريٽ لکيڪ آهي تہ پنجابي تہ اوهان جو سر ڪٽڻ لاءِ تيار ٿي ويندا، سهپ جو تہ مادو ئي ناهي اسان ۾، پاڪستان ۾ بہ اوهان علامہ اقبال جي خلاف ڪجهہ بہ نٿا چئي سگهو، جيڪڏهن هن ڪا سيڪنڊريٽ شي لکي آهي تہ چوڻو پوندو نہ تہ سندس فلاڻو شعر سٺو ناهي، هڪڙي پاسي لکندو هو”اٿو منهنجي غريبن جي دنيا کي جاڳائي وجهو ۽ انقلاب آڻيو“ تہ ٻئي پاسي نوابن جون حاضريون ڀري سندن واکاڻ لکندو هو تہ جيئن ڪٿان گرانٽ ملي وڃي، مرزا غالب جو حال اهو هو تہ هيڏو وڏو شاعر ٿي ڪري بہ پنهنجي پينشن جي حاصلات لاءِ ڪلڪتي تائين وڃي ڪمشنر جون حاضريون ڀريندو هو، نوابن اڳيان وڃي جهڪندو هو-اها-تہ هڪ فطري ڳالهہ آهي، اهڙي قسم جو تضاد تہ هر سٺي ليکڪ ۾ هوندو آهي، ناولسٽ ۾، رائٽر ۾ ۽ شاعر ۾ اهڙا تضاد هوندا آهن شخصي.

سوال: غالب پنهنجي پينشن وٺڻ لاءِ دربار ۾ ويندو هو، اوهان بہ تہ سنجيو گانڌي وٽ اسيمبلي جي سيٽ وٺڻ ويا هئا؟

جواب: آئون پنهنجي ليکي وٽس هلي نہ ويو هوس، هن پاڻ مون کي چيو هو تہ ”تو اِسان جي ڏکين مدد ڪئي هئي، جڏهن اسان تڪليف ۾ هئاسين، هاڻي يا سفير ٿي يا اسيمبلي جي سيٽ وٺ“ مون ميمبري کي وڌيڪ اهميت ڏني.

سوال: ماڻهو چون ٿا تہ اسيمبلي جي سيٽ حاصل ڪرڻ لاءِ توهان ايمرجنسي تائين کي سپورٽ ڪئي؟

جواب:آئون هينئر بہ ايمرجنسي کي سپورٽ ٿو ڪيان، انهي زماني ۾ مون ايمرجنسي کي انهي لاءِ سپورٽ نہ ڪئي هئي تہ ڪو مون کي ميمبري هئي انهي ڪري، مون تہ

عام طور تي ايمرجنسي کي سپورٽ ڪئي هئي ۽ آجيان ڪئي هئي، پر پوءِ جڏهن ايمرجنسي کي غلط استعمال ڪيو ويو تہ آئون ايمرجنسي جي خلاف سرگرم ٿي ويس.
سوال: اندرا گانڌي سان اوهان جا تمام سٺا تعلقات هئا، هن اوهان کي راجيہ سڀا ۾ سيٽ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي، صدر جي ڪوٺا مان، پر پوءِ اوهان جا هڪ ٻئي سان تعلقات خراب ٿي ويا، خاص ڪري سکن جي خلاف آپريشن کانپوءِ؟
جواب: مون کي اندرا گانڌي نہ پر سنجئہ گانڌيءَ راجيہ سڀا ۾ موڪليو. انهن ڏينهن ۾ سنجئہ وٽ سياسي طاقت هئي، مون کي اختلاف هو، مون کي خبر هئي تہ آپريشن جا نتيجا خراب نڪرندا، انهن ڏينهن ۾ سيٺي وزير داخلہ هو، مون پارليامينٽ ۾ ڪيترائي ڀيرا وارننگ ڏني تہ ائين نہ ڪريو، اهو بہ چيائون تہ اسان جي نيت فوج موڪلڻ جي ناهي، زبان سان تہ چيائون پر هڪڙي ڪن مان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍي ڇڏيائون فوج موڪليائون، حد کان وڌيڪ سک ماريا ويا آئون تہ اهو گناهہ ڪڏهن بہ ڪين معاف نہ ڪندس.
سوال: اوهان جنهن نموني پدم پوشن جو اعزاز گورنيمنٽ کي واپس ڪيو تہ ڪيترائي لبرل ماڻهو اوهان تي ڪاوڙجي پيا هئا تہ توهان بنياد پرست ٿي پيا آهيو سک ازم لاءِ.
جواب: اهو تہ منهنجي نقادن جو نظريو آهي پر انهي وقت منهنجو خيال اهو بيٺو هو تہ منهنجي ڪا تہ سڃاڻپ بہ هجي.
سوال: توهان هڪڙي پاسي سنجئہ گانڌي جي ڏاڍي واکاڻ ڪندا آهيو، ٻئي پاسي سندس زال مونيڪا گانڌي لاءِ تا چئو تہ اها هڪڙي عام عورت آهي، منجهنس جان ناهي، ڪدڙين جهڙي عورت آهي؟
جواب: تہ اها ڪا ڳالهہ لکل تہ ناهي، منهنجي انهي ڳالهہ جي ڪري مون تي ڪاوڙيل آهي، هڪ ڀيري مون ڪنهن گجراتي اخبار کي انٽرويو ڏيندي اهڙيون ڳالهيون ڪري وڌيون جيڪي ڪيس نہ وڻيون تہ مون کان ناراض ٿي ويئي، پاڻ ۽ ماڻس مون تي گوڏا ڏيئي چڙهي ويون، مون تي جيڪا وٺ ڪيائين، انهي جو تفصيل ٻڌائي نٿو سگهان، اها اسان جي وچ جي ڳالهہ آهي.
سوال: نيلم مهاجن سنگهہ (ڀارت جي مشهور جرنلسٽ) اوهان تي هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس ڪيو هو تہ اوهان عورت ذات جي بي عزتي ٿا ڪريو؟
جواب: مون کي خبر ناهي تہ اها مائي ڪيتري لکيل پڙهيل آهي، مون تي ڪيس ڪيو هئائين، ڪورٽ ڊسمس ڪري ڇڏيو ڪيس، اصل ۾ سندس مرضي هئي آئون سندس باري ۾ پنهنجن ڪالمن ۾ لکان. مون کي پنهنجي مختصر سوانح عمري ۽ تصويرون

ٻه ڏيئي ويئي هئي، مون کيس تمام نرم لهجي ۾ خط ٻه لکيو ۽ تصويرون ٻه واپس ڪيون مانس ته مونکي معافي ڏي آئون توتي لکي نٿوسگهان. پوءِ بدلو وٺڻ لاءِ مون تي ڪيس ڪيائين. ٻه پيرا منهنجي گهر اچي چڪي آهي، ماني کائي ويئي آهي، قسم ڏيئي پڇوس ته مون سان ملڻ نه آئي هئي؟ وڏيڪ پلا چا ٿو چئي گهان.
سوال: اهي عورتون اوهان کان سرٽيفڪيٽ وٺڻ چو ٿيون چاهين ته سندن باري ۾ لکو ۽ سندن واکاڻ ڪريو؟
جواب: اهو ته اوهان ٻڌايو. جيڪي منهنجا ڪالم پڙهندا آهن. اهي ٻڌائين ته آخر اهي عورتون ڇو ٿيون چاهين ته آئون ئي سندن تعريف ڪريان.
سوال: هن عمر ۾ اوهان جوان لڳا پيا آهيو. ڪارڻ ڇا آهي؟
جواب: پنهنجي صحت جو خيال رکندو آهيا. ورزش ڪندو آهيان. کاڌي جو خيال رکندو آهيان ته گهٽ کاوان. پنجابي کاڌي جي ته ويجهو ئي نه ويندو آهيان. ڇو ته اهي جيڪي اڦراٽا آهن، چانپي جو ساڳ آهي، مکڻ ۽ ڏونٽرو آهي، اهو کاڌو ته ماڻهو کي ڪم کان وڃائيو ڇڏي، دماغ ۾ ٻه ٻهه پرجي ويندو آهي. مون کي ديسي کاڌو کائڻو هوندو آهي ته ڏکڻ پارت جو کاڌو کائيندو آهيان. جيڪو هلڪو ٻه ٿيندو آهي ۽ سوادي ٻه آهي. باقي گهر ۾ ته يورپي کاڌو کائيندو آهيان. جيڪو هلڪو هوندو آهي.
سوال: يورپين کاڌو يا خوبصورت ڇوڪرين جي ڪمپني؟
جواب: نه ڇوڪرين جي ڪمپني ڪاڏي تائين ته رهندي ئي ناهي، 8 وڳي کانپوءِ ته آئون ڪنهن کي گهر ۾ ويهڻ ئي نه ڏيندو آهيان.
سوال: ڇيو ويندو آهي ته اوهان ٿرڙا آهيو؟ اوهان ڪنهن پارٽي يا ٻي ڪنهن محفل ۾ ويندا آهيو ته اتي جيڪڏهن ڪو چيف گيسٽ يا ڪو وي آءِ پي يا ڪو وزير ٿوري ٻه دير ڪندو آهي ته اوهان اتي هليا ويندا آهيو؟
جواب: ٿرڙو ته آهيان، مون ۾ ٿرڙپائي آهي، پر وقت جي پابندي کي ڪو ٿرڙپائي ٿو چوي ته اها ڳالهه غلط آهي. مون کي جيڪڏهن ڪو پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏيندو آهي ته آئون هڪ منٽ ٻه ليٽ نه ڪندو آهيان. منهنجي گهر ڪو اچڻو هوندو آهي ته صاف صاف ٻڌائي ڇڏيندو آهيانس، ليٽ ڪرڻي ناهي. جيڪڏهن ڪو ليٽ ڪندو آهي ته آئون ڏکيو پئجي ويندو آهيان ۽ وقت تي پاڻ ڪيس اٿاري ڇڏيندو آهيان. نه ته منهنجي زال کيس اٿاري ڇڏيندي آهي ته هاڻي وقت پورو ٿيو ۽ گهر مان اٿو.
سوال: اوهان جي ايترين سارين عورتن سان ڄاڻ سڃاڻ رهي آهي، ملاقاتون ٿينديون رهيون آهن، ڪنهن سان محبت جو سلسلو ٻه هليو؟

جواب: جنهن سان محبت ٿيندي آهي، انهي جي باري ۾ دنيا کي ٻڌائڻ خراب ڳالهه آهي، باقي ايترو ٻڌائي سگهان ٿو ته ها! محبت ٿي.
سوال: ڪيترين سان؟ هڪ، ٻه، ٽي، چار، پنج؟
جواب: محبتن جي ڳڻپ نه رکندو آهيان.
سوال:مطلب ته محبتون گهڻيون آهن؟
جواب: ها! گهڻيئي آهن.
سوال: اڃان محبت جو ڪو سلسلو جاري آهي؟
جواب: جي جاري آهي، جيستائين دل جي دنيا آباد آهي، هتن ۾ ٿي نه سهي، اڳين ۾ ته جنبش آهي.
سوال: توهان جي انهي ڳالهه سان پوڙهن کي ته حوصلو ملندو.
جواب: ها! ڏسجي.
سوال: جيڪڏهن اوهان ٻيهر جوان ٿي وڃو ته اوهان جي سڀ کان وڏي خواهش ڪهڙي هوندي؟
جواب: خواهش ته اها آهي ته جواني ۾ اسان بزدل هئاسين، جيڪي مليون، انهن کي چوڻ جي همت نه ٿي، هاڻي حوصلو پيدا ٿيو آهي ته ٻيهر جوان ٿي پياسين ته دل جي ڳالهه زبان تي آڻي ڇڏينداسين.
سوال: سڀني کان وڌيڪ خوبصورت عورت اوهان کي ڪهڙي لڳي؟
جواب: اهو ڪو سوال خاص سوال ناهي، اها مونکي خبر پئجي نه سگهندي آهي ته ڪهڙي وڌيڪ سهڻي آهي، ڪهڙي گهٽ ڇاڪاڻ ته سونهن جو مدار صرف شڪل تي نه هوندو آهي، سونهن جو مدار شخصت تي هوندو آهي، شخصيت ۾ موجود سڀ شيون ملي ڪري عورت کي خوبصورت بڻائينديون آهن.
سوال: جيئن پنهنجو حسن صاحب(ڀارت جو مشهور مصور) آهي، اهو اڄڪلهه ماڌوري ڊڪشٽ جي پويان ڇريو آهي، سندس الاهي ساريون پئنٽنگس ٺاهيندو پيو وڃي، ائين ٿي لکڻ واري جي دماغ ۾ ٻه ڪا اهڙي عورت هوندي، جنهن جي ڪري لٽريچر لکيو ويندو آهي، اوهانجي دماغ ۾ ڪا اهڙي عورت آهي، جيڪا ڇوويهه ئي ڪلاڪ دماغ ۾ وسندي هجي؟
جواب: منهنجي زندگي ۾ ڪابه ماڌوري ڊڪشٽ ناهي، اڃان تائين ته ناهي.
سوال: اڳتي هلي ڪري اچي سگهي ٿي؟
جواب: دعا ڪر.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙ، ٻاڙي، ڪانئري، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جـو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)